# ڪنڊن جي ڪائنات ۾
# گُلِ گلزاريون

## (آتم ڪٿا)

## آغا شير گل سرڪي

**سنسار**

**2022**



**Book No: 15**



Book: Kandan Je Kainat men Gul-e-Gulzarion (Autobiography)
Wrtitten by: Agha Sher Gul Sarki
Editon: First- July 2022
Copies: 500
Published: SANSAAR Publications & Printers

ڪتاب : ڪنڊن جي ڪائنات ۾ گل گلزاريون
موضوع: آتم ڪٿا
ليکڪ: آغا شير گل سرڪي
ڇاپو: پهريون- جولاءِ 2022
تعداد: 500
ٽائٽل: محمد علي شاهه (GFX Image)

**مُلهه**

ڏيهه: **600** رپيا-پرڏيهه: **10** ڊالر(آمريڪي)

Price: PKR 500 – 10 US $

ISBN: 978-969-7998-06-7

**پبلشر**

**سنسار پبليڪيشنس اينڊ پرنٽرس ڪراچي**

آفيس: روم نمبر_307، ٿرڊ فلور، صابر منزل، نزد گل پلازا مارسٽن روڊ، صدر، ڪراچي

**SANSAAR Publications & Printers Karachi**
**Office**: 307, Third Floor, Sabir Manzil, Near Gul Plaza Marston Road Saddar Karachi, Sindh
Contact: 0092-300-2507766
Email: sansar.sindh@gmail.com
www.sansaarpublications.com

# ارپنا

آئون هي پنهنجو قلمي پورهيو ارپيان ٿو،
پنهنجي بابا سائين مرحوم زوار حاجي ربنواز سرڪي
۽
منڙي امڙ مرحومہ اختر پروين ”زيتون بيبي“ ڪي،
جن جي پرورش، تعليم، تربيت ۽ دعائن سان
اسان ڀائرن زندگي ۾ اڄ ڪٽيون ڪاميابيون ماڻيون آهن.

ارپيان ٿو،
پنهنجن ڇهن ڀائرن، ڀينرن
۽ گهر واري آغا شائستہ گل مخدوم قاضي ڪي،
جن مون سان زندگي جي هر وک ۽ هر گهڙي ڀرپور ساٿ ڏنو آهي،
منهنجي چوڻ، عزت، خدمت ۽ جيءُ حضوري ۾ هر وقت حاضر رهيا آهن.

۽ ارپيان ٿو
پنهنجي ڏيءَ آغا اريبہ گل، پٽ آغا اريب گل، ڀاڻيجي ميجر عمران حسين ۽ ڀاڻيجي شهريار خان جدون ڪي،
جيڪي سدائين دل ۾ ياد هوندا آهن، ويڙهو وسندو رهي شال

## آغا شير گل سرڪي

***

# سٿاءُ



## آتم ڪٿا







****

# پبلشر نوٽ



# مهاڳ

ڪنهن بہ تخليقڪار جي زندگيءَ ۾ جيڪي ڪجھ بہ ٿي گذرندو آهي تنهن کي هو عام ماڻهن جي ڀيٽ ۾ هڪ مخصوص انداز ۾ محسوس ڪندو آهي. پوءِ چاهي اهو آڪاش منڊل هجي، پرھ ڦٽيءَ جو پکيئڙن جون لاتيون هُجن، شام شفق جي لالاڻ هجي، وهندڙ ندين جو سَرمدي ترنم هجي، رات جي سانت هجي، پن ڇڻ ۾ سڪل پنن جو مرثيو هجي يا بهار جي هبڪار هجي، مطلب تہ هر خارجي توڙي داخلي وارتائون هڪ سنئي تخليقڪار کي لُڇائي، ڦٿڪائي وجهن ٿيون بلڪ اهڙو جوهر بہ عطا ڪن ٿيو جو هو پنهنجي تخليق کي ٻين آڏو نروار بہ ڪري ٿو ڇڏي. ان کان علاوه زندگيءَ جي سفر ۾ خوشيون ارپيندڙ انسان بہ ڪيترائي ملي ويندا آهن تہ گڏوگڏ ڏکن جهڙا ڏونگر ڏيندڙ ساٿي بہ ملي ويندا آهن ڪن دوستن جي صحبت، سڪ، ۽ پريت پارس وانگر لوھ کي بہ سون بڻائي ڇڏيندي آهي. پوءِ اهڙا ماڻهو عددي اعتبار کان گهٽ ضرور هوندا آهن. جيڪي پنهنجي تخليقي سگهہ ذريعي ڪا نہ ڪا تحرير ضرور پيش ڪندا آهن پوءِ اها نثري صورت ۾ هجي يا شاعريءَ جي صورت ۾ هجي. پر اسان جي پياري آغا شيرگل سرڪي پنهنجي تخليقي ۽ فڪري اڏام ذريعي ننڍپڻ کان وٺي هن مهل تائين جي ذاتي آتم ڪٿا لکي هڪ پائيدار ۽ جامع ڪٿا کي هڪ ڏُنگي ۾ بند ڪيو آهي .

سنڌي ادب ۾ شاعري هميشہ سگهاري صنف رهي آهي ليڪن ادب ۾ جيڪي صنفون اچي وڃن ٿيون ، اهي پنهنجي پنهنجي جاءِ والارين ٿيون، جنهن مان هڪڙي صنف آهي نَثرُ جيڪا صنف ڪالم نگاريءَ کان وٺي ڪهاڻي، ناول، ڪا بہ خبر، ۽ خاص طور تي آتم ڪهاڻي، جنهن کي آتم ڪٿا بہ چيو وڃي ٿو. تنهن لاءِ هر ليکڪ پنهنجي زندگيءَ جي اها ڪٿا شيئر ڪرڻ چاهيندو آهي جيڪا سندس پوري زندگيءَ سان ڳانڍاپيل ڳالهيون هونديون آهن، اهڙي طرح آغا شيرگل سرڪي بہ پنهنجي آتم

ڪماڻي، پنهنجي ٻالڪ پڻي کان وٺي هن مهل تائين جيڪا تحرير ڪئي آهي ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ سندس جي زندگي ڪنڊن جي سيج کان شروع ٿئي ٿي ۽ آخر ۾ گلن جي هارن جهڙي محسوس ٿئي ٿي. هونئن بہ زندگي آهي ئي ڏکن ۽ سورن سان شروع ٿيندڙ هڪڙي ڪهاڻي جيڪا ليڪڪ پوري سچائيءَ سان عام ماڻهن آڏو پيش ڪري ٿو، جيڪي سندس زندگيءَ ۾ وهي واپري ٿو. هونئن هن ساڳي صنف آتم ڪٿا ۾ هتان جي ڪيترن ئي ليکڪن ، دانشورن، ڪهاڻيڪارن، ۽ شاعرن پنهنجي پنهنجي آتم ڪٿا لکي پاڻ مڃرايو آهي، جنهن ۾ مخدوم طالب المولىٰ، فهميده حسين، شيخ اياز، ڪريم بخش نظاماڻي، تاجل بيوس ۽ محترم بينظير ڀٽو جي انگريزي ۾ لکيل آتم ڪٿا Daughter of East ۽ ٻين ڪيترن ئي ليکڪن پنهنجيون آتم ڪٿائون لکي پاڻ مڃرايو آهي .

آغا شيرگل سرڪي جو تازو آيل شاعريءَ جو ڪتاب "پيار جا گل" ۾ مٿان هي پنهنجي آتم ڪٿا، لکي آهي، ان مان صاف ظاهر آهي تہ ليکڪ ڪيترو پنهنجو پاڻ سان ۽ موجوده سماج سان ڪميٽيڊ آهي، آغا شيرگل سرڪيءَ جي جڏهن آئون آتم ڪٿا پڙهان ٿو تہ محسوس ٿو ڪريان تہ آئون پاڻ ڪيترو ڏکايل ۽ غربت ۾ گذاريندي هيستائين پهتو آهيان. ڪيس پنهنجن کان مليل پيار، محبتون ۽ سماج مان مليل نفرتون، ڏک ۽ ڏولاوا پلئہ پيل نصيب ٿيا آهن، منهنجي ساڻس چند ڏينهن جي ملاقات ۾ ائين محسوس ڪيو اٿم تہ ڇڻ ننڍپڻ کان هڪ ٻئي کي سڃاڻون، هن وقت پاڻ 61 سالن جو ٿي چڪو آهي، ليڪن مون کي هميشہ ائين نظر آيو آهي ڇڻ 16 سالن جو هجي. سندس آواز ۽ انداز ۾ زندگي ائين نظرايندي آهي ڇڻ تازو ئي ڪا گجگوڙ ڪندڙ لهر ڪنهن هماليا جهڙي جبل کان لهندي پنهنجائپ جا سڏ ڪندي اچي. مون اهڙا ماڻهو تمام گهٽ ڏٺا آهن جيڪي پنهنجن دردن، ۽ ڏکن کي دل ۾ سانڍي هميشہ مسڪرائيندا رهندا آهن. انهن مان هڪ اسان جو هي منڙو ماڻهو جڏهن بہ مليو آهي تہ سندس چهري مان مسڪراهٽ نظر آئي آهي .



ازل کان وٺي ابد تائين هر انسان جي زندگي ترقيءَ طرف وڌندي نظر اچي ٿي. آغا شيرگل سرڪيءَ جي زندگيءَ ۾ بہ اهڙا ڪوڙ سارا نظارا ۽ عڪس نظرن آڏو گذريا آهن جيڪي هن پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ چٽا ۽ واضع طور بيان ڪيا آهن. ننڍپڻ کان وٺي پنهنجي بابا ۽ ڀائرن سان هر ڪم ۾ هٿ ونڊرائي پنهنجي حصي جو ڪم مڪمل ڪيو آهي. پرائمري کان وٺي اعلىٰ تعليم تائين جو سفر جنهن تڪليفن ۽ پيڙائن سان پورو ڪيو آهي تہ ڪيس جس هجي جو غربت هوندي بہ تعليم جي زيور کي پنهنجو هار بڻايو آهي.

ائين بہ ناهي تہ آغا شيرگل پنهنجي زندگي سنوارڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ڪيو آهي، ليڪن پنهنجي ڀائرن کي بہ تعليم سان گڏ، ادب ۽ اخلاق جي زيور سان سرشار ڪيو آهي، تنهن سان گڏ ازل کان وٺي سندس بيچين ۽ بيقرار طبيعت ڪنهن بہ منظر ۽ مشاهدي کان مطمئن نہ رهندي بہ پنهنجي من کي اهڙين بيقرارين ۽ بيچينين کي شاعريءَ ذريعي پيش ڪندو رهيو آهي. مثال طور:

پردو تنهنجي مُک تان هٽيو، هوريان، هوريان
منهنجو بہ ڪجهہ غم گهٽيو هوريان، هوريان
گل تان ڇا گذري، گُلَ پٽيون، پٽيون ٿيو
نينهن جو نازڪ ناتو ڪٽيو، هوريان، هوريان.

آغا شيرگل پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ ڪيترن ئي بنيادي مسئلن ۽ موضوعن جون چرڪائيندڙ ڳالهيون چٽيءَ طرح لکيون آهن. جن کي پڙهڻ سان گهڙي پل لاءِ ذهن خبر ناهي ڇو سوچڻ تي مجبور ٿيو وڃي، ڇو تہ سچ لکڻ وڏي بهادريءَ جو ڪم آهي. هتي اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ ماڻهو اَهلِ علم تہ ڪيترائي آهن پر الائي ڇو ادب کان محروم آهن، هونئن بہ ڪنهن جي پهچ ان علم سان نہ بلڪ ادب سان ٿيندي آهي ڇو تہ علم تہ ابليس وٽ بہ هيو ليڪن هو ادب کان محروم هو. اڄ جي هن ڪشمڪش ۽ مارا ماريءَ واري دؤر ۾ عجيب الميو ننڍ وڏائي، ادب ۽ احترام، محبت ۽ مخلصي، همدردي ۽ هڏ

ڏو ڪي، مهمانوازي، نوڙت ۽ نيازي جهڙ ڪا هن دورنگي دنيا مان هميشه لاءِ موڪلائي وئي آهي. هر ڪو فقط پنهنجي ذات لاءِ سوچي رهيو آهي.

حضرت امام عليءَ جن جو هڪڙو قول ٿو ياد اچي ته زندگيءَ جي اصل خوبصورتي اها ناهي ته توهان ڪيترا خوش آهيو پر زندگيءَ جي اصل خوبصورتي هي آهي ته توهان مان ٻيا ماڻهو ڪيترا خوش آهن، ليڪن افسوس هتي هر ڪو چوي ٿو پيرَ پهرين منهنجي پچاءِ، ٻيو ته ٺهيو پر اندر هڪ ۽ ٻاهر ٻولي ٻي، ماڻهن ۾ منافقي وڌي وئي آهي، افسوس اسان ان معاشري جو حصو بڻجي چڪا آهيون جتي سچ ڳالهائڻ واري کي بيڪار قسم جو ماڻهو ۽ چاپلوسي ڪرڻ واري کي ملڪ جو شهزادو چيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح آغا شيرگل سرڪيءَ پنهنجي هي آتم ڪهاڻي، سچ ۽ حقيقت تي ٻيڌل هڪ مضبوط پهاڙ جيان لکي پنهنجو پاڻ کي مڃتا ماڻڻ لائق ڪيو آهي. پاڻ پڇري ۽ لڇي پڇي به هيئن لکڻ تي مجبور ٿئي ٿو ته:

روز ٿآنڊن تي پيو هلان ٿو ڏس
تون چوين ٿو لک، ها لکان ٿو ڏس
تڪيون ڪاتيون دنيا وارن جي هٿن ۾
قدم قدم تي کُسان ٿو ڏس
ڪنهن ڪا آٿت، اڃان ڪو نه ڏني
پنهنجا لڙڪ پاڻ پيئان ٿو ڏس
هي جيئڻ ڪهڙو مرڻ آهي "گل"
سوين سور سِر تي سهان ٿو ڏس

بهرحال منهنجي دعا آهي ته هي سلڇڻو، سٻاجهو، مهمان نواز ۽ محبتي ماڻهو آغا شيرگل سرڪي پنهنجن سمورين خوبين ۽ خاصيتن سان سرشار رهي ۽ پنهنجين لکڻين ۽ ادب ۾ اڃان به ترقي ماڻي، هن آتم ڪهاڻي پڙهڻ ڪانپوءِ پڙهندڙ پنهنجي راءِ ڪان ڪيس ضرور آگاهي ڏيندا ته آغا شيرگل ڪيتري ڪاميابي ماڻي آهي.



چونڊا آهن ته به ماڻهو سماج کي برباد ڪري سگهن ٿا، هڪ اهو جيڪو علم هوندي به خاموش رهي ۽ ٻيو اهو جيڪو اڻڄاڻ هوندي به گهڻو ڳالهائي. اها ڪيتري قدر حقيقت آهي هر ڪو چڱي طرح ڄاڻي ٿو، غلط کي غلط نه چوڻ به وڏو ڏوهه آهي، جنهن جي ڪري معاشري مان برائين جو خاتمو نه ٿي رهيو آهي.

چونڊا آهن ته ڏاڍو اذيت ڏيندو آهي اهو لمحو جڏهن اوهان غلط به نه هجو پر اوهان کي غلط سمجهيو وڃي ۽ بدلي ۾ اوهان صفائي به نه ڏئي سگهو. سو هتي به اڳهيو ڪاٺو سچ، سو سچ کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي سچ ۾ تبديل ڪيو وڃي ٿو، شينهن کي ڪير چوي ته تنهنجي وات ۾ ڌَپ آهي.

تنهن ڪري آغا شيرگل سرڪيءَ کي آئون واڌايون ٿو ڏيان جنهن پنهنجي آتم ڪهاڻي سچي ۽ کري لکي ڪري پاڻ کي سماج آڏو پيش ڪيو آهي. زندگيءَ جو نه ڪٽندڙ سفر هڪ هنڌ جمع ڪري هي ڪتاب اسان جي هٿن ۾ ڏنو آهي، هاڻي اهو اسان پڙهندڙن تي ڇڏجي ٿو ته آغا شيرگل سرڪي ڪيترو پنهنجي لکڻين ۾ ڪامياب ويو آهي. منهنجي دعا آهي ته سندس قلم ۽ ذهن ۾ اڃا طاقت ۽ وسعت اچيس جو هو مسلسل لکندو رهي ۽ پنهنجي ڄاڻ مطابق علم ۾ اضافو ڪندو رهي.

**نوازسومرو**

**سيڪريٽري،**

**سنڌي ادبي سنگت گلشن حديد**

# آغا شير گل سرڪيءَ جي آتم ڪٿا تي هڪ نظر

آتم ڪٿا يا آتم ڪهاڻي انگريزيءَ ۾ جنهن کي Autobiography، اردوءَ ۾ خود نوشت چون ٿا. اها ليکڪ جي پنهنجي لکيل سوانح /جيونيءَ ( حياتيءَ جو احوال ) کي آتم ڪهاڻي چئبو آهي. آتم ڪٿا جو ليکڪ جيئن ته خود لکندڙ ئي هوندو آهي، ان ڪري اها جيوني / سوانح وڌيڪ سچي ۽ اعتماد جوڳي ٿئي ٿي. منهنجي خيال ۾ آتم ڪٿا لکڻ جا جيڪي مکيه مقصد هوندا آهن ته ليکڪ جي من ۾ ماضيءَ جي يادگيرين کي ٻيهر زنده جاويد ڪرڻ جو موقعو انهن واقعن کي لکڻ ۽ زندگيءَ جي انهن خوشين، غمن جي لمحن بابت لکڻ، ليکڪ جي زندگيءَ جي آزمودن مان ٻيا به مستفيض ٿين. ڪنهن به شخص جي پنهنجي متعلق لکيل حياتيءَ جي احوال يا سوانح عمريءَ کي آتم ڪهاڻي سڏبو آهي.

درحقيقت آتم ڪهاڻي ۾ ذاتي زندگي ۾ ادا ڪيل ڪردار جا تفصيل، ذاتي ڊائرين جو احوال ۽ پنهنجي زندگيءَ متعلق اعتراف شامل هوندا آهن، اعترافن ۾ زندگي ۾ ڪيل غلطين جو ذڪر هوندو آهي. آتم ڪٿا ۾ جيتري سچائي هوندي اوتري پراثر ۽ دلچسپ هوندي آهي. ليکڪ جي زندگيءَ جو پاڻ لکيل اهو احوال جيڪو ظاهري ۽ لغوي لحاظ کان سچو هجي يا ٻين لفظن ۾ اهڙو ذڪر جيڪو خيالي نه هجي ، ان کي لکڻ جو ڪو ٺوس مجرد تصور ناهي هوندو پر اها بيانن سان ڀريل اهڙي غير واضح ڊائري ۾ اچي ٿي جيڪو ان ( آتم ڪهاڻي ) ۽ ڪهاڻيءَ جي وچ ۾ آهي. آتم ڪهاڻي ادب جو هڪ اهڙو قسم آهي جنهن ۾ ليکڪ نه رڳو پنهنجي زندگي پر ان سان گڏ انهن ماڻهن، جاين، خيالن ۽ واقعن جو به ذڪر ڪندو آهي جن کان اهو متاثر ٿيل هوندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترن ئي ليکڪن، دانشورن، عالمن ۽ اديبن آتم ڪٿائون لکيون آهن، جيئن سنڌي ادب ۾ مرزا قليچ بيگ جي آتم ڪهاڻي " سائو پن ڪارو پن "، شيخ اياز جي " ڪٿي نه ڀڃبو ٽڪ مسافر "، چار جلد، موهن ڪلپنا جي " بک، ادب ۽ عشق



"، ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽي جي " منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي "، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي جي " ڪيئي ڪتاب " ٻه جلد، هري دلگير جي " چولو منهنجي چڪ ۾ " ۽ " گند جنين جي گوڏ ۾ "، گوبند مالهيءَ جي " ڳالهيون منهنجي ڳوٺ جون "، محمد اسماعيل عرساڻي جي " سکر سيئي ڏينهن "، جمال ابڙو جي ڪٿا جي عنوان هيٺ پنج جلد الڳ الڳ نالن سان " ڏسي ڏوه اکين سين "، " اونهي ڳالهه اسرار جي "، " توهر ۾ ڳاڙها گل "، " ايندو نه هي وڻجارو " ۽ " مر پيا مينهن وسن "، قاضي فيض محمد جي " منهنجو سفر "،ڊاڪٽر محمد لائق زرداري جي " ڪيم روح رهاڻ "، تاجل بيوس جي " ڏکيا سکيا ڏينهڙا "، شبنم گل جي " منهنجو سورج مکي "، مخدوم طالب المولیٰ جي " منهنجو نناپڻ "، شهيد راڻي محترمه بينظير ڀٽو جي آتم ڪهاڻي جو انگريزيءَ مان سنڌي ترجمو " پورب ڄائي " جي نالي سان مراد علي مرزا ڪيو آهي، اهي سمورا آتم ڪهاڻين جا ڪتاب پڙهڻ وٽان آهن، مگر تازو ئي ويجهڙائيءَ ۾ جيڪي آتم ڪهاڻين جا ڪتاب ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيا آهن جن کي سٺي پذيرائي ملي آهي ۽ جيڪي پڙهڻ وٽان آهن، انهن ۾ :

شيخ عزيز جي آتم ڪهاڻي "دارون ۽ ڪارون" ، ڊاڪٽر فهميده حسين جي "جان جان هئي جيئري"، فاطمه زهره قاضي " آءُ جي اها ئي ذات "، فضل الله قريشي " ڪجھه يادون ڪجھه ڳالهيون "، شمس جعفراڻي " ڪَتيم سَڀ ڄمار "، جسٽس (ر) ديدار حسين شاه " سکن لڌي سار " وغيره اهي سڀ آتم ڪٿائون پڻ سنڌي ادب ۾ هڪ بهترين اضافو آهن، سنڌي ادب ۾ آتم ڪهاڻين جي لکڻ جي روايت تمام پراڻي ملي ٿي ۽ دور حاضر ۾ اهو سلسلو جاري و ساري آهي، اردو ادب ۾ پڻ خود نوشت ( آتم ڪهاڻيون ) پڻ بهتر انداز ۾ لکجن پيون ممتاز مفتيءَ جي آتم ڪهاڻي جيڪا اردو ۾ " علي پور ڪا ايلي " ۽ " الک نگري " زبردست نموني لکي آهي، مشهور ترقي پسند اديب قاضي عبدالغفار " ليلیٰ کي خطوط"، شاعر جوش مليح آبادي جي سوانح حيات " يادون کي برات " وغيره آهن، اردو ۾ لکيل خود نوشت ( آتم ڪٿائون ) پڙهڻ گهرجن جن مان ڪافي ڄاڻ ملي ٿي.

اڄڪلهہ آتم ڪهاڻين کي نصابي طور تي وڏي اهميت حاصل آهي، انهن کي نصاب ۾ شامل ڪيو پيو وڃي، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ هن سال ڪلاس نائين جي سنڌي ڪتاب ۾ شمس العلماءُ ڊاڪٽر محمد عمر بن دائود پوٽي جي آتم ڪهاڻي “ منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي ” مان هڪ سبق شامل ڪيو ويو آهي، جنهن مان شاگردن کي ڪافي ڄاڻ ۽ هڪ خوبصورت اتساهہ ملندو. آغا شير گل سرڪي هڪ تعليمدان، هڪ حساس دل رکندڙ شاعر، ليکڪ آهي، جنهن جو هڪ شعري مجموعو “پيار جا گل” ڇپيل آهي. لکڻ واري حس هنن کي آرام سان سمهڻ نہ ڏيندي آهي، هو هميشہ جنهن بہ پليٽ فارم تي رهيا آهن اتي هنن هڪ مثبت ۽ منفرد، متحرڪ ڪردار ادا ڪيو آهي، مطالعي سان بيحد چاهہ اٿن، پوري ملڪ پاڪستان جو چپو چپو گهميو اٿائون، ملڪ کان ٻاهر مديني، ايران، بغداد، شام ۽ دبئي وغيره جي وزٽ ڪري چڪا آهن، انهن کي هتان سان گڏ ٻاهر جو بہ ڪافي مشاهدو، ايڪسپوئير رکن ٿا، زندگيءَ ۾ محنت مزدوري بہ ڪيائون، هوٽل جي دخل تي ويهي پئسن جي اوڳاڙي بہ ڪيائون تہ دخل تي ويهي هزارين ماڻهن کي ڏسڻ، انهن جي رويي کان بہ واقف ٿيا، زمين تي ڪم ڪندي ڪٽڪ جا ڳاهہ بہ ڳاهيائون تہ ووڻٽڻ مان ڦٽيون چونڊڻ، جوئر جي جهار هڪلڻ، انبن جي وڻن مان انب پٽڻ انهن کي پال وجهڻ جي فن کان نہ صرف واقف ٿيا پر پنهنجي والد جي مدد بہ ڪندا رهيا ، پولٽري فارم قائم ڪرڻ، هلائڻ ۽ جڳهن جي تعميرات واري فن ۾ پڻ هجڻ ناتي هنن انهن فيلڊس ۾ پڻ بهتر طبع آزمائي ڪئي آهي. آغا شير گل سرڪي ڀراڙي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ جنم وٺڻ ناتي ڀراڙيءَ جي زندگي جي خوبصورت روايتن کان باخبر هئڻ سان گڏ شهري زندگيءَ جي سمورن لوازمات تي بہ ڪافي دسترس اٿن، سنڌن امڙ جيجل جو تعلق ڪي پي ڪي جي شهر ايبٽ آباد سان تعلق هجڻ ناتي هنن ننڍي هوندي کان سنڌ جا شهر، سنڌ ۾ ٿيندڙ ميلا تہ گهميا پر پاڪستان جو خوبصورت شهر ايبٽ آباد سان بہ هنن جو نِينهن جو ناتو جڙيو، اتان جي حسناڪين، منظرن،



زراعت، باغ باني، قدرتي سونهن کي پسندا رهيا، بيحد مشاهدو هجڻ ڪري هنن کي اندر وارو انسان هڪ شاعر بڻجڻ تي مجبور ڪيو نتيجي ۾ هو هڪ حساس دل رکندڙ شاعر بڻجي غزل، گيت سرجڻ لڳو. اڳتي هلي هنن شاعريءَ سان گڏ سنڌي نثر بہ لکڻ شروع ڪيو، جڏهن نثر لکيائون تہ ڪمال جي فن سان لکيائون، هنن جي لکڻين کي بيحد ساراهيو ويو، فيس بڪ تي هنن پنهنجي آٽو بايو گرافي ( جيون ڪٿا ) لکڻ شروع ڪيائون، پڙهندڙن نہ صرف هنن جي ساراهہ ڪئي، مگر هنن ان مان ڄاڻ بہ ورتي ۽ ٻي قسط جلد لکڻ ۽ فيس بڪ تي آڻڻ لاءِ ڊمانڊ ڪندا رهيا، اها هڪ خوبصورت ليکڪ جي ڪاميابي ڇئبي جو هنن جي تحريرن کي پسند ڪيو وڃي، اها هنن جي لکت جو ڪمال ڇئبو. اها آغا شير گل سرڪيءَ جي تحريرن ۾ اهڙي سحرانگيزي سمايل هوندي آهي جو پڙهندڙن مٿان هڪ سحر انگيز ڪيفيت طاري ڪريو ڇڏين. آغا شير گل سرڪيءَ سرڪاري نوڪري ڪئي تہ گڏ گڏ ڪاروبار کي بہ وقت ڏيندا رهيا، علمي ادبي، سماجي گڏجاڻين لاءِ بہ وقت ڪڍندا رهيا تہ ڪتابن جي مطالعي لاءِ بہ وقت ڪڍندا رهيا پر گڏ گڏ شاعري بہ سرجيندا رهيا تہ ڪڏهن نثر بہ لکندا رهيا.

آغا شير گل سرڪيءَ جي آتم ڪٿا بهتر انداز ۾ لکيل آهي، لکڻ ۾ هنن خوب ملهايو آهي، ان جي آتم ڪٿا پڙهندي ڪٿي بہ بوريت محسوس نہ ٿي ٿئي، بيحد معلومات سان سرشار، سندس زندگيءَ جي هر پهلو تي لکيل آهي، لکڻ جو اسلوب بيحد پيارو، جملن جو جڙاءُ بہ خوبصورت انداز ۾ ٿيل آهي،يادگيرين، واقعن، منظرن کي بهتر انداز ۾ بيان ڪيو اٿائون. ڪنهن شاعر ڪيڏو نہ خوب چيو آهي تہ :

لڪان ٿو سچ سان آتم ڪهاڻي
رهي منهنجي مگر هي ياد باڻي.

سچ پچ آغا شير گل سرڪي بہ ان شعر جي ترجماني ڪندي پنهنجي آتم ڪٿا سان خوب نڀايو آهي. آغا شير گل سرڪي پنهنجي آتم ڪٿا ۾ راٽيپور جي قريب واقع تاريخي ڳوٺ واڱٽي /سرڪي جي

حسناڪين، زرعي منظرن اتي جي فطرتي سونهن، اوطاق ڪلچر، اسڪول وغيره جو ذڪر خوب انداز ۾ ڪيو آهي ، ڳوٺن جي سماج ۾ ميٺ محبت واري ماحول جو ذڪر ٽيل آهي، ڳوٺ ۾ خيرات جي مني پت جي ديگڙي جو ذڪر بہ بيحد سهڻي انداز ۾ ڪيو اٿائون، آغا شير گل جي ان ڳالهہ سان متفق ٿيو تہ اڳوڻي محبت واري خوشبو اڏامي ويئي آهي جيڪا هڪ ڳوٺ ۾ رهندڙن ۾ هوندي هئي، جنهن جو ذڪر آغا شير گل ڪيو آهي.
پنهنجي پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان وٺڻ کي ياد ڪندي هنن هاءِ اسڪول راڻيپور ۾ ڇهين درجي ۾ داخلا وٺڻ اتي پڙهائيندڙ استادن جو ذڪر بہ آتم ڪٿا ۾ ڪيو آهي، يونيورسٽي لائيف، رومانس جو ذڪر مختصرن ئي صحي پر ڪيو ضرور آهي. آغا شير گل سرڪيءَ پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ پنهنجي ڪيل نوڪرين متعلق تہ لکيو آهي مگر هو جڏهن استاد بڻجي گورنمينٽ هاءِ اسڪول گڏيجي اچن ٿا تہ هو ان اسڪول جي تعليمي ماحول کان بيحد متاثر ٿيڻ متعلق لکيو آهي، اتان جي مثالي استادن جو ذڪر خوبصورت لفظن ۾ ڪيو اٿائون، جن ۾ استاد مرحوم غلام حسين دايو، استاد مرحوم جعفر علي آرائين، استاد مرحوم محمد اعظم پٽو، استاد مرحوم ڪريم بخش سهتو، استاد مرحوم احمد بخش چاچڙو وغيره اچي وڃن ٿا، بعد هنن جي بدلي گورنمينٽ هاءِ اسڪول راڻيپور ٿي وڃي ٿي اتي مقرري جو ذڪر، اتان جي ماحول، اتان جي استادن سان ڪيل ڪچهرين متعلق لکيو اٿائون، آغا شير گل شادي ڪرڻ واري خوشي ۽ ان گهرواريءَ جي وفات، ان ڏکن جو ذڪر، گهرواريءَ جي وفات بعد بي چين لمحن جو نماڻن لفظن ۾ ذڪر ڪيو آهي، گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول راڻيپور ۾ پنهنجي گهر واريءَ جي ايصال ثواب لاءِ نور مسجد تعمير ڪرايائون، گرلس هاءِ اسڪول راڻيپور ۽ پرائمري اسڪول ۾ پاڻيءَ جا موٽر بہ لڳرائڻ جو ذڪر پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ ڪيو آهي.
آغا شير گل ايران جي سفر، اتان جي زيارتن، اتان جي تعليمي، معاشي، سماجي ترقيءَ بابت بہ لکيو آهي، راڻيپور جي علمي ادبي ۽



سماجي شخصيتن انجنيئر غلام سرور ميمڻ، ميران محي الدين ميران سائين پبلڪ لائبريري راڻيپور جي فائونڊر قربان ميمڻ، منظور اجڻ، مختيار چنہ، حڪيم رفتہ سومرو، عبدالمجيد ملاح، زين سولنگي، نانڪ رام، سجاول ٿنيي جن سان ڪيل علمي، ادبي رهاڻين متعلق بہ لکيو اٿائون، راڻيپور ۾ سگا کي فعال ڪرڻ ان جي آفيس تعمير ڪرائڻ، سگا شاخ راڻيپور طرفان شاندار حلف برداري تقريب ڪرائڻ متعلق مختصرن ئي صحي پر لکيو ضرور آهي، آغا شير گل جي ڪيل پروموشن سبجيڪٽ اسپيشلسٽ طور گورنمينٽ هائر سيڪنڊري اسڪول صوڀوديرو ۾ مقرري، اتان جي ماحول، اتان جي استادن جو ذڪر بہ ڪيو آهي، آغا شير گل جن پنهنجن موڀي ڀائرن علي گل، ڊاڪٽر حسين گل، فدا گل، پرويز گل، سدا گل، فيروز گل جن متعلق بار بار لکيو آهي اتي هنن پنهنجن مامن، ڀاڻيجي ڊاڪٽر عمران کي بہ نہ وساريو آهي. پنهنجي اباڻي ملڪيت جي ورهاست پنهنجن ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ ڪرڻ وارن مرحلن کي پڻ ساريو آهي، ان متعلق بہ لکيو اٿائون تہ سرڪي هائوس راڻيپور جي اوطاق متعلق بہ خوب لکيو اٿائون ان اوطاق تي جڏهن سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو مرڪزي سنڌ ڪائونسل جي اجلاس ۾ آيل پوري سنڌ مان مهمانن کي رهائڻ، انهن جي حال حبيبان خدمت ڪرڻ متعلق يادگيرين کي پڻ قلمبند ڪيو آهي، راڻيپور کان هجرت ڪري گلشن حديد ڪراچيءَ ۾ پهچڻ واري ياترا جو ذڪر ڪندي گلشن حديد جي علمي، ادبي، تعليمي، سماجي ۽ ڪاروباري ماڻهن سان ڪيل ڪچهرين کي بہ نہ وساري سگهيا آهن. آغا شير گل سرڪيءَ جي آتم ڪٿا هڪ نئين انداز ۾ لکي آهي، هڪ نئين ٽيڪنڪ استعمال ڪندي هڪ جدت پسند لکت جي صورت ۾ آندي آهي. آغا شير گل جو آتم ڪٿا ۾ انداز بيان اندازِ دلچسپيءَ کان خالي ناهي، مان اهو پوري اعتماد سان چوان ٿو تہ آغا شير گل سرڪيءَ جي هيءَ آتم ڪٿا جو ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ خوبصورت جڳهہ جوڙيندو.

**زين سولنگي**

# ٿتي ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي

سنڌي ادب ۾ آتم ڪهاڻي ۽ سفرنامي جي صنف کي گهربل اهميت ناهي ملي سگهي. جڏهن تہ ٻاهرين ادب ۾ گهٽ ۾ گهٽ وڪرو ٿيندڙ ڪتابن ۾ ڳڻيو ويندو آهي.

آتم ڪهاڻي ٽتل واريءَ تي پيرين اگهاڙي پنڌ ڪرڻ جو نالو آهي. انائن سان جنگ ڪرڻ جو نالو آهي آهي. وري وري جيئڻ ۽ مرڻ جو نالو آهي. ان جي پس منظر ۾ ڪيئي عاشقيون، اميدون، اوسيئڙا، وڇوڙا، رساما، بيوفائون، بيوسيون، بهادريون هونديون آهن. جن کي سچائي سان لکڻو پوندو آهي. جيڪو انتهائي ڏکيو ڪم آهي. اسان وٽ هن صنف تي گهٽ طبع آزمائي ڪئي وئي آهي. اڪثر ليکڪن بدديانتي ڪري رڳو پنهنجي ڪاميابين کي فوڪس ڪيو آهي.

آغا شير گل سرڪي جي سِٽَ سِٽَ مان سچائي ڇُلڪا ڏيندي ڏسجي ٿي. ڪڏهن هو نرم نازڪ ڪلهن تي ٿيهلو کڻي اسڪول ويندي ملي ٿو، ڪڏهن فارغ وقت ۾ ٻيانو کڻي ٻَارِ وائريندي ملي ٿو. ڪڏهن ميلي ۾ ناريل جي مٺائي وڪڻندي ملي ٿو.

لڳي ٿو تہ هي ڪم عمريءَ ۾ يتائيءَ جي سٽ ”ٿتي ٿڌي ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي“ کي چڱي ريت سمجهي چڪو هو. جنهن هن ۾ وقت کان اڳ خود اعتمادي، خود اعتباري ۽ ڪمنٽمينٽ پيدا ڪئي هئي.

پڙهائي هن جي پهرين ترجيح رهي آهي. هي ذميوار، وقت شناس ۽ روشن خيال آهي. هڪ کان وڌيڪ عشقَ ڪري شاديون ڪيون آهن. انهن سان نڀايو آهي.

هي نوجوانن جو رول ماڊل، ٻَرَمُ ۽ ڀروسو رکندڙ آهي. هن جي لکڻيءَ ۾ سڳداسي چانورن جهڙي خوشبوءِ آهي.

هن آتم ڪهاڻي لکي شينهنءَ جي وات ۾ ٻانهن وڌي آهي. ڏسڻو اهو آهي هي کهڙي حرفت سان ٻانهن ڪڍڻ ۾ ڪامياب وجي ٿو!!؟

**پروفيسر مختيار چنا**



# باغ عدن جو شهزادو: آغا شير گل سرڪي

آغا شير گل سرڪي جي زندگي جو ڏکن ۽ خوشين ڀريو داستان، جيون ڪٿا اهم تخليقي پورهيو آهي، جيون هڪ داستان هزار جنهن ۾ هن پنهنجي گهاريل زندگي جي واقعن، حادثن، خوشين، غمين، مسئلن، معاملن، عمري، زواري، سير تفريح، حالتن تي پنهنجي تلخ زندگي جي تجربن مشاهدن احساسن جو ذڪر، زندگي جي ڪارڪردگي جون بي شمار يادون کي تلخ کي شيرين پنهنجن هٿن سان پاڻ لکي تحرير ڪيون آهن. ڪليل دل سان سچائي سان کولي بيان ڪيون آهي. پڇتاءُ، پريشاني جا گهنج نرڙ تي نظر نٿا اچن، برجستو، پراعتماد لڳو پيو آهي، عوامي ٻولي ۽ لهجي ۾ ڏاڍيون دلچسپ مزيدار، چرڪائيندڙ ڳالهيون لکيون آهن، حقيقتون تحرير ڪيون آهن، ڪوڙ نٿو ڳالهائي، ساک کي نقصان نٿو رسائي، يادگيريون تحرير ڪيون آهن، خاميون، خرابيون، غلطيون ڪمزوريون، ڪاميابيون ۽ ناڪاميون بہ تحرير ڪيون آهن. ڪي لکڻ جون ڳالهيون هونديون آهن، ڪي نہ لکڻ جهڙيون ڳالهيون هونديون آهن، ڪي راز جون ڳالهيون هونديون آهن، هرڪنهن سان ڪبيون بہ ناهن، جيڪي جيءُ ۾ جايون ڏين تنهن سان ئي ڪبيون آهن، اهي دلين ۾ ئي دفن هونديون آهن، زندگي بہ هڪ راز آهي، راز کي راز ڪر پريت سان پرواز ڪر، رکي راز نہ تون پنهنجو ٻيو ڪيئن رکي سگهندو مطلب تہ هڪ ئي وقت ترتيب تسلسل سان ايتريون ڳالهيون ياد پني تي چاليهہ قسطن ۾ اتاريون آهن. ڪمال جو ڪم آهي، جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني ٻڌائڻ چاهي ٿو، ڪنهن مهل هو ٻار بہ ٿي وڃي ٿو، ڪنهن مهل هو جوان ٿي وڃي ٿو، ڪنهن مهل هو مايوس بہ ٿي وڃي ٿو، ضمير بہ جاڳي پوي ٿو، اندر جو انسان سچ لکرائڻ تي مجبور ڪري ٿو، ان دوران پاڻ ڪهڙين ڪيفيتن مان گذريو آهي؟ اڪين مان لڙڪ وهائيندي

وهائيندي لکيو آهي، والدين جي ذڪر دوران لکڻ مهل سندس اکين ۾ ڳوڙها به اچي ٿا وڃن، روئي ٿو پوي، ڪيڏا نه ڪٺن مرحلا آهن، اباڻن پڊن، پوٽن ڳوٺن جون ڳالهيون، خاندان جون ڳالهيون جتي جنم ٿئي ٿو، پڊن پٽن تي بانبڙا پائي، ننڍو تي وڏو ٿئي ٿو، دوستن يارن، ڀيڻن سان رانديون رونديون ڪري ٿو، وڏي پٽ هئڻ جي ناتي ۽ غربت سبب پيءُ سان ڏنڌي ڪاروبار ۾ لڳي وڃي ٿو، ڪمائي ٿو، ٻالڪپڻ ۾ سخت محنت پورهيا ڪري ٿو، پنهنجي پياري بابا جو پرجهلو سهارو ٿي بيٺو آهي. سڀ ذميواريون ۽ فرض هن جي ذمي اچي وڃن ٿا.

نصيب پيدا ٿيو آهي، هٿن جي ڪمايل نقد پونجي سو رپيا ۽ گڏ ڪيل خرچي ڏکئي وقت ۾ جيجل امڙ جي هٿن ۾ ڏئي ٿو، عمر ۾ اڃان ننڍڙو آهي، پر سمجهه وڏي اٿس، ننڍپڻ ۾ ڇهين حسintuition تيز آهي، پري کان حرامي، حلالي پرکي سڃاڻي وٺندو آهي، نظرن جي نهار مان ئي محسوس ڪري وٺندو آهي، ڪو ماڻهو ڪنهن کي ڪيئن ڏسي رهيو آهي؟ يا پيڇو ڪري رهيو آهي، هن جي دل ۾ ڇا آهي؟ ڪهڙو شيطان آهي؟ هن جي ذهن ۾ ڪهڙيون چالاڪيون چالبازيون حرڪتون شرارتون سازشون آهن؟ انهن کي هو يڪدم سمجهي وٺندو آهي، فيصلي جي فتويٰ اڳواٽ ڏئي ڇڏيندو آهي، ايئن ٿيندو سچ ثابت ٿيندو آهي، اکين ۽ دماغ ذريعي شين کي ڏسي سوچي سمجهي ٿو. ان حالت ۾ دماغ کان ئي فيصلو وٺي ٿو. حسين ۽ خوبصورت پيارو گل آهي. سڀ ڪنهن کي ڏاڍو وڻي ٿو. هرڪو ان کي پيار ئي پيار ڏئي ٿو. والدين، پيارن، ڀيڻن، چاچن ۽ مامن جو به دادلو ٻار، ڪيڏي نه پيار ۽ نازن، اندازن، نخرن نينهن سان پليو آهي. پرورش ۽ پالنا ٿي آهي. ٺاهه ٺوهه، ٺٽ، ٺانگر سان عزت واري شاندار مانائتي زندگي گذاري آهي. اهڙي زندگي گهٽ ماڻهن کي نصيب ٿيندي آهي، اهي خوشنصيب ۽ ڀاڳن ڀريا ماڻهو آهن.

تون تاريخ ۾ ڳوليندين ته آئون ڪتاب ٿي ملندس
جي خيالن ۾ ڳوليندين ته آئون خواب ٿي ملندس



اي ”بخاري“ آئون حسن جو شهزادو ته ناهيان
پر تون گلن ۾ ڳوليندين ته آئون گلاب ٿي ملندس

زندگي جي ڏکن، سکن جا لمحا، پنهنجن هٿن ۾ پاڻي يا واري جيان گذري ويندا آهن. ويل وقت وري واپس نه ورندو آهي، جيڪا گهڙي هنيئر اسان گذاري آهي، اها وري واپس موٽي نه ايندي پر سٺن ڳڻن، ڪردار وارن ماڻهن سان گهاريل گهڙيون، سٺا تعلقات واسطا، رابطا، بهتر لاڳاپا، سندر يادون، سدائين دلين اندر زنده رهنديون آهن. ڪردار، عمل ۽ جدوجهد سان تاريخ ٺهي ٿي. شخصيت جي سوانح حيات به تاريخ آهي. شخصيت جي ڪاميابين، ناڪامين، محنتن، لياقتن، عروج، زوال، غربت، شاهوڪاري، سچائي، محبت، گهاريل زندگي مان ئي خبر پوندي آهي، پتو پوندو آهي.

اها به عالم آشڪار حقيقت سچ آهي ته، هڪ ڏينهن ماڻهو پنهنجي جنم ڀومي جي مٽي ۾ پنهنجي اباڻي ابن ڏاڏن جي قبرستان ۾ ئي دفن ٿي ويندو. مٽي جو ڍير ٿي ويندو، پر فقط ماڻهن جون يادگيريون، چڱايون، سٺايون، نيڪيون زنده رهنديون آهن، پر ڪي يار، دوست، مٽ، مائٽ، اولاد، پيئر ان کي هنئين سان ياد ڪندا آهن. قبر تي اچي گل نڇاور ڪندا آهن، دعائون ڪندا آهن، خير خيراتون ڪندا آهن سٺي نموني سان ورسي، ڏهاڙا ملهائيندا آهن، يادن کي تازو، توانو ڪندا آهن، ڪچهرين رهاڻين ۾ ياد، ذڪر ڪندا آهيون، وري اتي ئي ان کي ذهن مان ڪڍي ڇڏيندا آهيون، وري به وسري ويندا آهن پر جيستائين اهي تحرير جي صورت ۾ منظر عام تي نٿيون اچن تيستائين ان جي ڪا به اهميت، حيثيت ۽ بقا نٿي رهي، پر جڏهن پنهنجي يادگيرين کي ماڻهو پاڻ پنهنجن هٿن سان لکي تحرير ڪري ٿو وڃي، اهي تاريخ جو حصو، باب بڻجي وڃن ٿيون. اهڙن ماڻهن جي زندگي ۽ تجربن مان اسان کي زندگي گذارڻ جي اصولن، اٿڻ، ويهڻ جي طور طريقن، سمجهاڻين مان بهترين

سبق سکڻ لاءِ ملن ٿا. آغا شير گل سرڪي جي لکيل ڪهاڻي، ترتيب، تسلسل ۾ سن وار آهي، زندگي جي وٽندڙ ۽ اٿوٽندڙ واقعن، حادثن، تڪليفن، پيڙائن، سفر، شادين مرادين جا قصا قلم بند ڪيا آهن، ان مان به سبق رهنمائي اتساهه ملي ٿو. شخصيت جي ڪردار جي پرک پوي ٿي، هن جُڳ جهان ۾ زندگي جي ٻيڙي وچ درياءَ جي سير ۾ سٺ سالن جو ڏکهو سفر طئي ڪري، لوڏن لمرن ۾ اچي ڪناري تي انت تي پهچڻ واري آهي، ڪهاڻي پڙهڻ سان اسان ڇا سکيو؟ ڇا سبق مليو؟ ڇا نتيجو حاصل ڪيو؟ سندس خاندان جي هڪ خوبي اها آهي، ونڻ بدران ڏنو آهي، بيحد پيار ڏنو آهي، سخاوت ڪئي آهي، محبت، يارن، دوستن، متن، مائٽن کي نوازيو آهي. سندس ڪُل، ڪائنات، پائر پيٽون آهن، انهن ۾ محبت ٻڌي آهي. انهن ۾ هڪٻئي لاءِ تمام گهڻو احساس آهي، جتي به سڳا پائر ۽ به سڳيون پينرون هونديون آهي، اهي به گهڻي عرصي تائين پاڻ ۾ هڪ ئي گهر ۾ گڏجي رهي نه سگهندا آهن، وڏي ۾ وڏو سبب اولاد هوندو آهي، جنهن جي ڪري پائرن ۽ پينرن ۾ اختلاف پيدا ٿي ڌار پوندا آهي، پر هتي مونکي اها شئي نظر نٿي اچي، پائرن اولادن کي ڇڏي ڏنو آهي، پر پائرن هڪٻئي کي نه ڇڏيو آهي، اها انهن جي محبت ٻڌي ۽ طاقت آهي، ٻي انهن جي ڪُل ڪائنات يار دوست آهن، جن کي هنن وڏو مان مرتبو ڏنو آهي، انهن کي هر لحاظ کان مٿي ڪنيو آهي، انهن کي پنهنجي پيرن تي بيهاريو آهي، نوازيو آهي، اهي انهن مان پنهنجي روزگار تي لڳي، مالا مال ٿي ويا آهن، دوستي سنگت صحبت به مثالي رهي آهي، وفا ڪرڻ جو انداز به هنن پائرن کي اچي ٿو، ڪو هنن کان سکي قلندري قرب وارا سرڪي پائر آهن. دل ۾ محبت جو سمنڊ اٿن. هر ايندڙ ويندڙ لانگهائو مهمان جڏهن به غريباڻي چنل ڪٽ جو مهمان بڻيو، ڪڏهن به خالي پيٽ سان بکيو نه ويو آهي، چانورن جي ماني يا ٻاجهر جي ماني جو لولو پچرائي، لسي مکڻ کير سان کارائي پوءِ روانو ڪندا آهن، اها سندن خانداني ابن ڏاڏن جي ريت روايت رسم رهي آهي، اهي عورتون به عظيم



چئبيون جيڪي پنهنجي مڙس جو مان مرتبو بلند ڪن ٿيون، ٿوري دير ۾ سڀ ڪجهه طرحين طرحين جا لذيذ طعام تيار ٿي ملي وڃن ٿا، ڇا ته سندن دستر خوان جي ڳالهه ڪجي؟ مهمان نوازي ۾ کارائڻ پيارڻ جا وڏا خان آهن، ماڻهو وٽ دل هوندي آهي هنن وٽ دليون آهن ۽ دلين جا در هميشه کليل رهيا آهن. جفا ڪش محنتي رهيا آهن. ڪڏهن به واندا ٿي نه ويٺا آهن. ورچي نه ويٺا آهن. محنت انهن جي رت ۾ شامل رهي آهي. ڪنهن جي اڳيان هٿ جهلڻ نه سکيا آهن نه، ڪنهن جي ڪاڻ ڪڍڻ خوددار رهيا آهن. سچائي ۽ ايمانداري تي ناز اٿن. ڪنهن قسم جي نشي جا عادي نه ٿي وري ڪڏهن انهن واپرايو آهي، سگريٽ پان سوپاري به نٿا کائين، سندن خاندان جا سڀ فرد انهي مرض کان پاڪ آهن. اهڙين محفلن ۾ ويهڻ کي پسند نه ڪندا آهن. راٽيپور ۾ گلشن حديد جي گهر اندر وضو جي جڳهه ۽ مسجد ٺهيل آهي، جتي هر گهر جون سڀ عورتون نماز ۽ قرآن شريف پڙهنديون آهن، پنهنجي زندگي مان مطمئن آهن.

هي حسين زندگي ايئن گذري ويئي
خواب هو يا هوا ڪا خبر ئي نه پئي

**عبدالڪريم سومرو**

# محبتن جي ارپنا

## ادا

(پنهنجي پاڻ سان سوال ڪري ٿو)
جڏهن توکان دوست پُڇندا آهن
گُل ڪٿي آهن؟
تون (علي گُل) انهن کي ياڪر پائي،
ڪين چوندو آهين،
مان تہ گُل
راڻيپور ۾ آهيان،
منهنجا گُل تہ ڪراچي آهن-
۽ مان تہ
انهن جو مالهي آهيان.
اوهان گلُن( پائرن) مٿان گُل ڇٽيندو آهيان،
۽ اُن مهل،
ڳوڙها ڳاڙي،
روئي پوندو آهيان.
هو (گُل پائر)
مونکي گلي لائي
ياڪر پائي
پيار ڪندا آهن
مونکي
اجرڪون ۽ ٽوپي پارائيندا آهن
مان تہ اوهان گُلن جو مالهي آهيان.
مالهي تہ منهنجو بابا زوار حاجي ربنواز آهي،



جنهن گلن جي سارسنڀار سنڀال ڪئي،
ادا
مان توهان پائرن جي ڪهڙي تعريف ڪيان؟
الله جي تعريف ڪيان
جنهن توهان کي ٺاهيو آهي
گُلن جو نگهبان آهي
ادا شير گل
تنهنجي ياد آئي
جڏهن تو منهنجو فوٽو گهريو
چوايو
ادا علي گُل جو فوٽو موڪليو
مهرباني ادا توهان پائرن جي ۽
منهنجي توهان پائرن کي دعا آهي،
سدائين خوش ۽ آباد هجو
گل جو گل
حاجي علي گل پاءُ
ادا شير گل
تون تہ گل آهين
گل تہ گهڻا آهن
پر تون گلن ۾ مور آهين
جڏهن تون
ٻانهن لوڏي هلندو آهين تہ
مورجيان لڳندو آهين
جڏهن مور
پَر کوليندو آهي
وڏيک سهڻو ۽ پيارو لڳندو آهي

آغا اريب گُل تہ اريب آهي
پر ڌيءَ اريبا افضل آهي
هي خط رات جو چئين بجي لکڻ شروع ڪيو
ادا سائين
ڇا لکي ڇا لکان؟
تون تہ گُل جو هار آهين
منهنجي لفظن ۾ ڪا غلطي ٿي هجي تہ دل ۾ نہ ڪندا، مهرباني
گُلن جو گُل
توهان جو سڄڻ
اوهان جو چاهيندڙ
حاجي علي گُل
اوهان جو آهي
رات جو چئين بجي پرين ياد آيو
ننڊ ڦٽي
هي خط لکڻ شروع ڪيم
منهنجا گُل ڪٿي آهن
جن جو مان (علي گل) مالهي آهيان
گلن( ڀائرن) جي خوشبو آئي
سهڻن کي ياد ڪيم.

**حاجي علي گل سرڪي**



# منهنجو ڀاءُ منهنجو دوست

زندگي معنيٰ حرڪت، هن دنيا ۾ اچي جيڪو بہ حرڪت ۾ رهيو، اهو جيئرو رهيو نہ تہ هنن سٽن وانگر :

”مون ٿي سمجهيو ماڻهو آهن، شهر هيو ڪو پٿرن جو.“

دنيا جي دڳن تان گذرندي، سهسن سنسار سامهون اچن ٿا. دردن جا دريا ترٽا ٿا پون، تہ ڪيئي سکن جون گلزاريون آجيان ڪن پيون، زندگين جون مڪڙيون ڪي ٽڙن ٿيون تہ ڪي ٽڙڻ کان اڳ ۾ پٽجيو يا ڇٽيو وڃن. هتي زندگي جي ٽڙندڙ گل جي روپن، رنگينين جي جياپي جي ڪٿا آهي ”ڪندن جي ڪائنات ۾ گلِ گلزاري.“

آتم ڪٿا ۾ زندگي جي سوڙهن ۽ ويڪرن پيچرن جي پنڌ جون پچارون هونديون آهن. آتم ڪٿا تمام گهٽ ماڻهو لکندا آهن، حالتن جي هوائن ۾ يادون ڪک پن ٿي وينديون آهن. سارن جون رڳو سرهاٽيون ئي رهنديون آهن. سارون ڪنهن سوچن جي سير ۾ سهڻيءَ جيان لڙهي وينديون آهن.

ادا شير گل سنڌي ٻوليءَ ڪي، سنڌ ڪي پنهنجي آتم ڪٿا جو ڪتاب ارپي ٻوليءَ، ڌرتي، قوم، خاندان ۽ ادب لاءِ اهم فهم جهڙو ڪردار نڀايو آهي. هڪڙي آتم ڪٿا ۾ هڪڙو سڄو سارو دور سمايل هوندو آهي. لکيل تہ شخص جو هوندو آهي، پر ان ۾ دنيا جا مهڪندڙ منظر، حالتون، موسمون، محبتون، نفرتون، علم، ادب، معاشرو، رسمون، خوشيون، غميون، سياست، مذهب، روزگار، مائٽيون، ميلاپ، وڇوڙا، گلزاريون، بيقراريون، ٿڪ، لڙڪ، شخصيتون، وغيره اچي وڃن ٿا. آتم ڪٿا هڪڙي تاريخي ڪٿا، هڪڙو تاريخي باب هوندو آهي، سڀ شيون، سانڍي سن، سال مهينا، ڏينهن، هر شئي، ماڻهن جا نالا لکڻ وڏي ڪاريگري سان گڏوگڏ ولوڙ جو ڪم آهي. وڏي کوج ۽ لوچ جو ڪم آهي.

ادا شير گل ساروڻين ڪي سانڍي، اسان جي هٿن تائين پهچايو آهي، جنهن ۾ خانداني پسمنظر ڇتي چانڊاڻ جيان رکيو اٿس. ڪيترن ملڪن جا سفر، زيارتون، عقيدا، عشق، حج، زواريون، ادائون، وارتائون تمام عام رنگ ۾ پر نوڙت ۽ عجز جي خمار سان لکيا آهن.

خوشين جو اظهار پنن تي ڇڙ خوشيون جهمريون پيون هڻن، روزگار لاءِ اسان جي خاندان ڪيترن ئي محنتن سان مينار ڇهيا آهن، ڪوششن جا ڪيترائي ڪي تو پهاڙ جهاڳيا آهن، ديس توڙي پرديس ۾ پگهر جي پورهئي مان ڪيڏو نه پگهر ۽ پيار جو پورهيو ڪيو آهي، جيڪو ڪمال ۽ مثال جهڙو ليکيو ويندو.

ادا شير گل پنهنجو محنت ۽ محبت جو جيڪو قلمي ڪم منظر تي آندو آهي، اهو سمورو سئو سيڪڙو حقيقت ئي آهي، جيڪو ڇپن تي اهو دل ۾.

ادا شير گل جو هي ڪتاب بولي، ادب لاءِ ته ڪارائتو آهي، پر سندن پيار جي پڪڙيل دنيا، رشتيدارين، دوستن ۽ محبتن جي ڪشادي ڪائنات جي دلچسپ نرالي ۽ ساهه ۾ سانڍڻ جهڙو داستان آهي. هر آتم ڪهاڻي ماضي، حال ۽ مستقبل سان سلهاڙيل هوندي آهي، ائين هي "ڪندن جي ڪائنات ۾ گل گلزاريون" آتم ڪٿا ڪيترن روپن ۽ رنگن سان ڪيترن دؤرن جي ياد نامي سان گڏ دلين ۾ وسندڙ ڪڏهن نه وسرندڙ ڳالهيون بهار رت جي گلن جيان نکريل ۽ نڙيل رهنديون.

**ڊاڪٽر حسين گل سرڪي**

**راڻيپور**



# پنهنجي پاران

**الله ڏاهي مَ تيان، ڏاهيون ڏُک ڏسن،**
**مونسين مون پرين، پورائي ۾ پال ڪيا.**
(شاهه)

زندگي جو سفر پيدائش کان شروع ٿي، موت تي اختتام پذير ٿو ٿئي، فاني هن دنيا ۾ محدود، بي وفا ۽ بي بقا زندگي جي هر خوشي، هر راحت، هر لذت، هر ذائقو عارضي آهي. زندگي زهريلن ڪَنڊن جي سيج آهي، سمجهه ڪي سور آهي، زندگي سور ئي سور آهي، ان سور سرور ڪي ڪو ڪو سمجهو سمجهي ٿو سگهي.

سور مَ ڏي ڏوڻ،
آئون آهيان اڳيئي ڪاهري (شاهه)

مختصر زندگي جو درد ڀريو داستان طويل آهي، زندگي تَلخ تَجربن جو وچور آهي، خانہ بَدوش زندگي جو ڪو هڪ ٺڪاڻو ناهي.

مُختصر زندگي ۾ سڀ دل،دماغ ،سوچ جي ابتڙ،
سڀ رُخ مُک مخالف،
سڀ رستا اُلجهيل مُنجهيل،
اَڻ کُٽ اَڻ پوريون خواهشون،
اَڌورا اَڌورا اَرمان،
وک وک تي واسينگن جا وار،

سنڀالي سنڀالي قدم کڻڻو ٿو پوي، واڳوئن جي وات مان پاڻ کي بچائي جيئڻو ٿو پوي، اَنڌيرن ۽ ڀَٽڪيلن راهن ۾ ڪوڙ نَڳي، فريب جي جُڙيل دوکي جي ديوار سان هر پَل ٽَڪر کائي زنده رهڻ ڪيڏو نه ڏکيو آهي.

ڪاٿو ڪجي ته ماڻهو جي زندگي جي مُدت ۾ ڪاميابيون،خوشيون گهٽ پر دردن جا اَنبار اَڻ کُٽ آهن، دو رَنگي دُنيا جي

وجود جي ڪوزي اندر دردن اَذيتن ايذائن جو ڪو اَنت ڪو ڇيھ ئي ڪونهي درد جو درياءُ تک تار جي موج مستي جي جوڀن جواني سان رَوان دَوان آهي، تَن اَندر تانگھہ تَڙَپ،لُڇ لوڇ سُک سان سُمهڻ نٿي ڏئي، دردن کي گھٽائڻ آيو آهيان، درد گھٽجي ئي نٿو، جيئن پوءِ تيئن وَڌ درد کي اُبتو ڪر، تڏهن بہ درد درد ئي آهي، درد ساڳيو آهي، دردن جسم ۾ روح کي رَتورَت ڪري ڇڏيو آهي، پنهنجن توڙي پراون جي بي سبب حَملن جُملن جسم ۾ روح کي لڳل ڏَکن جو ڪو ڪاٿو ئي ناهي ڳٽي ڳٽيان ڪيترا.

جيئڻ ڪارڻ جيڏيون مون وڏا وس ڪيا آهن، منهنجي مرضي موجب مونکي جيئڻ زنده رهڻ جو حق نہ ڏنو ويو آهي، مان آزاد رهڻ زندگي گذارڻ چاهيان ٿو؟ مان آزاد ڪٿي آهيان؟ مان روئڻ چاهيان ٿو مونکي روئڻ بہ مرضي سان نٿو ڏنو وڃي، روئڻ تي بہ پابندي وڌي ٿي وڃي، روئندو ان ڪري آهيان جو اندر ۾ دردن جون باهيون دُکيل آهن درد ڪائيندو آهي درد پريون حالتون ڏسي لڳ ڪاندارجي وڃن ٿا، ڏسان ٿو ڪنهن غريب بي وس انسان وٽ دوائن گورين جا پئسا ناهن، ماءُ پيءُ پٽ ياءُ کي تڙپندو ڏسان ٿو، رشتن کي بي وسي آڏو مرندي ڏسان ٿو، اهو بہ ڏسان ٿو ماءُ پيءُ مان بہ اڄ جو اولاد تنگ آهي، دولت جي ڍير خاطر زمين جي ٽڪري خاطر رت جي رشتن کي قتل ٿيندي ڏسان ٿو، ياءُ،ياءُ کي، پيءُ جي اولاد کي ڪيئن ٿو ماري؟ ماڻهو ماڻهو کي ماري ٿو رت سان رڱي ٿو دنيا کي دردن سان ڀري ٿو رب کي رنجهائي ٿو.

الله پنهنجو جهان ڏس
اڄڪلھ جو انسان ڏس،
اوهان جون عادتون ڏسندي
اسان جو روح روئي ٿو،
اهو تنهنجو جي مذهب آ
مان آهيان شيطان جي پاسي،
ڪو آ رحمان جي پاسي،



ڪو آ ڀڳوان جي پاسي،
منهنجو سجدو انهي کي آ
جيڪو آ انسان جي پاسي

مان کلڻ ،کلائڻ خوش رهڻ چاهيان ٿو، مونکي کلڻ خوش رهڻ بہ نٿو ڏنو وڃي

کلڻ تي بہ سزائون،
کلياسين تہ خلقتن جي دردن تي روڪيو،
رُناسين تہ دنيا جي نظرن تي ٽوڪيو،
نہ خوش تي کلياسين،
نہ رَنج تي رُناسين،

مان پيار ڪرڻ چاهيان ٿو پيار تي بہ پابنديون مونکي پنهنجي مرضي رضا سان پيار ڪرڻ بہ نہ ڏنو ويو آهي، هر ماڻهو منهنجو ويري ٿي پيو آهي، مون لاءِ ڪات ڪھاڙا تکا ڪري ڪڏون پيو ڪوٽي، منهنجي مٿان پٿر ۾ پٿر پيو اُڇلائي، مون سچ ڳالهايو آهي، مونکي چربو چيو ويو آهي، اهڙو گند ناهي جيڪو منهنجي مٿان نہ اُڇليو ويو هُجي، وقت بَوقت منهنجي مٿان ڪنهن نہ ڪنهن جي هٿان حملا ڪرايا ويا آهن منهنجي لاءِ جيئڻ زهر بنجي ويو آهي، جنهن سماج ۾ مان زندگي گذاريان پيو چاهيان ان سماج جا ماڻهو بي رحم ڪنور ظالم وقت ۾ پئسي جا پوڄاري آهن، سندن دين ايمان ئي پئسو آهي، هتي جي مدي خارج ريتن روايتن مذهبي ڪَٽرپڻي ناسمجھہ انا پرستن ماڻهن مونکي وک وک تي زخم ڏنا آهن، جنهن سبب اندر ۾ ايترو تہ گند گڏ ٿي ويو آهي، جنهن کي صاف ڪرڻ لاءِ لکڻ پڙهڻ ۾ صوفي رنگ جو سهارو ورتو اٿم، لکڻ پڙهڻ ۾ پناھ ڳولي اٿم، مرضي سان لکڻ چاهيان ٿو تہ لکڻ بہ نٿو ڏنو وڃي، هتي اظهار خيال جي بہ آزادي مليل ناهي، پنهنجي راءِ جو حق نٿو رکي سگهان، جيڪو مونکي اظهارڻ گھرجي اظهاري، ويچاري نہ سگهيو آهيان، اظهارڻ بہ چاهيان ٿو اظهاري نٿو سگهان.

مون زندگي ڪيئن گذاري؟

ڪھڙن معاملن، مسئلن، محبت، مصيبتن مان پار ٿي پَڇي راس ٿي نڪتو آھيان؟ پنھنجي ذات ۾ خاندان بابت لکان ٿو تہ يادن جا اَنبار اَڻ ڳُڻ دفتر کُلي ٿا پون، ٻارن جيان اُڇنگارون ڏئي روئي ٿو پوان، راتا راڄ روئاري ٿو ڇڏيان، ڏونگر ڏکوئلن کي دلاسا ڏجن ڏاڍو ڏاڍو ڏکويل آھيان، ڏکويل بہ ايترو آھيان جو ھر موقعي واقعي ڳالھہ تي پاڻ کي قابو رکي نہ سگھندو آھيان، جنھن پل امان ۾ بابا جي ياد ستائيندي آھي، سڄي رات سُمھي ننڊ ڪري نہ سگھندو آھيان، لُڙڪن سان رات گذاريندو آھيان، سيني کي روئندو ڏسي بہ اندر اندر ۾ روئڻ جي عادت ٿي ويئي آھي، ٻاھر آٽتون ڏيندو آھيان، ٻين جي خوشين کي پنھنجي خوشي ۾ ٻين جي ڏُکن کي پنھنجو ڏُک سمجھندو آھيان، اندر ۾ انساني ھمدردي جو بہ گھرو احساس، اُڻ تُڻ ۾ بي چيني بہ گھٽي آھي، جنھن سبب پوري پکي ننڊ نٿو ڪري سگھان.

خوش بہ بي انتھا آھيان، مونکي پنھنجي زندگي جي مقصد ۾ چا ٿيئڻو ھو، اُستاد ٿيئڻو ھو، اُستاد ٿيس اُستاد ٿي پنھنجي قوم نسل کي بھتر ڪان بھتر تعليم ڏيان، منھنجي بابا سائين مرحوم حاجي زوار ربنواز ۾ منھنجي گڏيل خواھش ھئي تہ ادا حَسين گُل ڊاڪٽر ٿئي، سرڪاري نوڪري نہ ڪري ڳوٺ جي غريبن بي ڀُھچن جي علاج ذريعي خدمت ڪري، استاد ۾ ڊاڪٽر سي خواھشون پوريون ٿيون، سَپنا ساڀيا ٿيا، بابا سائين اکين سان ڏٺا.

بابا ۾ چاچا ننديڻ ۾ يتيم ٻار ٿي ميلن ملاڪڙن ۾ سخت پورھيا محنتون ڪيون ھيون، ايتري قدر جو گھر ۾ عورتن جو نہ ھجڻ ڪري ماني پنھنجن ھٿن سان پاڻ پچائيندا ھيا، جي مھمانن جا ڪَٽڪ اچي ويندا ھيا تہ مھمانن کي ماني پنھنجن ھٿن سان پچائي کارائيندا ھيا، ڪڏھن بہ ڪنھن کي محسوس نہ ڪرڻ نہ ڏنائون تہ اسانجي گھر ۾ عورتون نہ آھن، مھمان ايئن سمجھندا ھيا تہ ايتري دير ۾ يڪدم ايتري ماني عورتن ڪيئن



پچائي ورتي آھي، ڪڏھن بہ اسانجي گھر جو چُلھو وساميو نہ آھي، اسانجي گھر جنھن ڏينھن مھمان نہ ايندا ھيا تہ، بابا وچ تي رستي مسافرن کي زوري جھلي ماني کارائيندو ھو، اھا خانداني روايت اڄ بہ اسان ڀائرن ۾ ھلندي اچي پئي جنھن ڏينھن مھمان نہ ايندا آھن، فونون ڪري گھرائي ماني کارائيندا آھيون، ماني کارائڻ صدقو آھي، بابا اسانکي خوش رکڻ خاطر پيٽ تي پٿر ٻڌي ھر خواھشون ضرورتون پوريون ڪيون، تعليم ۾ تربيت ڏياري عزت محبت ۾ ادب سيکاري پنھنجي چوڻ ۾ اک ۾ رکيو ڪيڏانھن بہ رلڻ نہ ڏنو ڪٿي بہ وڃڻ گھمڻ جو شوق ٿيو تہ بابا پاڻ سان گڏ وٺي ويندو ھو، سٺن سٺن خاندانن سان سنگت صحبت محبت ۾ اٿياسين ويناسين.

ڪڏھن ڪڏھن سوچيندو آھيان، منھنجي ڪا ذات ڪو طبقو ناھي، انسان آھيان انسان ٿي رھان ڪھڙين بہ حالتن ۾ جَبر ۾ مَڪر سان سمجھوتو نہ ڪيو آھي، پنھنجي ضمير جو سودو نہ ڪيو آھي، ضمير کي مرڻ نہ ڏنو آھي، نوڪري دوران ڪڏھن بہ رشوت نہ ورتي اٿم، پنھنجي ذاتي خرچ تي خدمتون سرانجام ڏنيون اٿم، محفل موسيقي جو شوقين آھيان، جُھمريون ۾ ڌمالون بہ ھڻندو آھيان، سچل جي روضي پاڪ تي ڌمالون بہ ھنيون آھن، ڪڏھن بہ دوستن مٿان پنھنجي راءِ مَڙھڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آھي، دوستن جي محفل ۾ چڱي ۾ بُري جي اظھار ڪانسواءِ رھي ڪين سگھندو آھيان، دوست جي جيڪا ڳالھہ نہ وڻندي اٿم، سندن ڪم ڪار جي طريقي ڪار مان مطئمن ناھيان ٿيندو تہ، منھن تي ئي سامھون چئي ڏيڻ جي فطرت رھي آھي، اندر ھڪڙي ٻاھر ٻولي ٻي ڳالھائڻ جي عادت نہ رھي آھي، ڪنھن کي اھا ڳالھہ ڏکي يا بُري لڳي ٿي تہ پلي لڳي، مونکي ان جي پرواھہ ناھي،غلطي تسليم ڪرڻ ڪانپوءِ ھميشہ لاءِ دل ۾ دماغ مان ڪڍي ڇڏيندو آھيان دل ۾ نفرتن جا ڪاريھر نانگ نہ پاليا اٿم، نفرت سان نفرت آھي، محبت سان محبت آھي، نوڙت سان نوڙت آھي، پنھنجي دل ۾ دماغ ڪان پُڇندو آھيان گھري سوچ ويچار بہ ڪندو

آهيان، ڪٿي متان مونکان اڻڄاڻائي يا خراب موڊ سبب غلطي يا غلط فهمي ٿي ته نه ويئي آهي، تلخ ڪلامي جي هٿ ٻڌي پيرن پئي ناراضگي جي معافي وٺندو آهيان.

ماڻهو کي پنهنجي غلطين جي خبر نٿي پوي پر جڏهن ڪيس ٻيو ڪو ٻڌائيندو، محسوس ڪرائيندو آهي، تڏهن خبر پوي ٿي، مون ڪڏهن به ڀُلجي به اها دعوىٰ نه ڪئي آهي ته، آئون ڪو عقل ڪُل آهيان، آئون خطا جو گهر وفا جو پُتلو آهيان، ڪڏهن به ڪو مُڪمل ناهي نه ئي پاڻ کي مُڪمل سمجهان ٿو، خامين کان ڪوبه بَني بَشر خالي ناهي .

هجي ڪا ڪاڻ خوبين جي

۽

عيبن کان بنهه آجي

نه پنهنجي زندگي اهڙي

نه پنهنجي شاعري اهڙي

ان ڳالهه جو مونکي ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي ته دوست هڪ ٿانوَ ۾ گڏ کائين ٿا، پوءِ به هڪٻئي خلاف سازشون، شرارتون، حرڪتون، چالاڪيون، ڪري پٺيان کان خنجر ٿا هڻن، گلائون ٿا ڪن، عيب ٿا ڪڍن، مرچ مصالحا ملائي، هِتان کان ٻُڌي اُتي وڃي ٿا ٻُڌائين، دلين ۾ نفرتون پکيڙي فتنو، فساد پيدا ڪري، مائٽن، دوستن، پيارن کي پاڻ ۾ ويڙهائين ٿا، مونکي نفرت آهي اهڙن ماڻهن جي، اهڙن ڪردارن کان جيڪي دوستي جي لباس ۾ مُنافقي ڪن ٿا، آڱرين تي ڳڻڻ جيترا تمام ٿورڙا ئي دوست باقي وڃي بچيا آهن، جيڪي هر بُري ۽ ڀَلي وقت ۾ سچائي سان ساٿ ڏئي مددگار ثابت ٿيا آهن، آزمائش جي هر امتحان ۾ سندن مثال بي مثال آهن، مان خوشنصيب آهيان، مون ناچيز بندي تي مالڪ جا ڪروڙين ڪَرم آهن، جو مونکي محبت ڪندڙ دل گُهربا، همدرد، مخلص ، سچار دوست ڏنا آهن، عزت وقار، خوش اسلوبي ۽ شان شوڪت سان مانائتي شانائتي نت نانگر واري زندگي گذاري آهي، گذري پئي سَفر ۾ هَمسفر جيون ساٿي جي



مُنتخَب به مثالي ٿي آهي، حور پَري ملي آهي، ڀاڳن ڀري آهي، گهر جنت آهي، منهنجي ذات کي نئين ڏات ملي آهي، ذهن جي خوبصورت باغ ۾ سُرها گُل ٽڙيا آهن، ڇا ته بات بني آهي، جنهن جي ساٿ محبت سان منهنجي زندگي کي رهنمائي جا نوان نوان اصول نوان نوان رُخ گس مليا آهن، جنهن مان مونکي سدوري سُلڇڻي سباجهڙي نياڻي راڻي آغا اريبه گُل ۽ روح جو رابيل پُٽ آغا اريب گُل مليا آهن، فرمانبردار اولاد آهن، رت ۽ روح جا رشتا جُڙيل آهن، ڌيءُ، پٽ ۽ پيار منهنجي لاءِ ڪُل ڪائنات آهن، بي فڪر آهيان، مالڪ سائين جا لکين شڪرانه ادا ڪريان ٿو، ڪڏهن به ڪنهن جو محتاج نه بنايو آهي، ڪڏهن به ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگايو آهي، ڏيڻ وارا هٿ ڏنا آهن، وٺڻ وارا نه، هاڻ دل ۾ ذهن تان بار وزن هلڪا ٿيا آهن، سڪون سرور واري ننڊ اچي پئي، ڪنهن کان به ڪابه شڪايت ناهي، ڪنهن سان ذاتي دشمني نه رکي اٿم، ڪنهن زخم ڏنا، ڪنهن تير ڏنا، ڇا وهيو واپريو، سڀ وساري ڇڏيم.

زندگي گُلن سان گڏ ڪنڊن جيان آهي، ڪنڊن واري سيج مان ئي مطمئن آهيان، زندگي مان بيزاري ڏيکارڻ ڪُفر آهي، ڀلي زندگي ڪيڏي به ڪَرب مان ڇو نه گذري، پر پوءِ به ڏاڍي پياري آهي، محبوبه آهي الله جي ڏنل انمول ناياب سوکڙي آهي.

لالچ لوڀ، ناپاڪ غليظ سوچ ، ذهنيت رت جي رشتن ۾ ڏار ٿي وجهي، ڪنهن ۾ به ڪابه لالچ لوڀ نه رکي اٿم، ڪنهن ۾ به ڪا اُميد نه رکي اٿم، جو مايوسي ملي.

ابي، امان کي سَت پُٽيتو جي دعا هئي، پهريانو پُٽ علي گُل ڄائو، ان جي ماءُ گذاري ويئي، جنهن بعد بابا ٻي شادي ايبٽ آباد جي جدون خاندان مان ڪئي، جنهن مان پهريون پُٽ آئون (شير گُل) ٿيس، بابا ڪَن ۾ بانگ ڏئي شير گل نالو رکيو نالي جو به شخصيت تي اثر ٿيندو آهي، امان مامي جي پٽ جي نسبت سان بشير نالو رکيو، ان بعد گدا گل ٿيو، جيڪو بعد ۾ گذاري ويو، اَبي اَمان کي ڇهه پُٽ ٻه ڌيئرون ڄايون اسين سَت ڀائر

آهيون، ست ئي ڳڌ،ڳڌ آهيون، اسان ستن ڀائرن جي پاڻ ۾ محبت مثالي ۽
نرالي رهي آهي، هڪ گهر ۾ ايترا ڀائر گڏ هوندي ڪڏهن پاڻ ۾ تڪا ماٺا به
ٿيندا آهيون، وري ٿوري ئي دير ۾ اُتي جو اُتي ئي ڀاڪرون پائي پاڻ ۾
روئي پوندا آهيون، پڇتاءُ ٿيندو آهي، ايئن ٿيو ڇو؟ نه ٿيڻ کپي ها.

ڀيڻن ۽ ڀائرن جا پٽ پينگهي ۾ لوڏيا آهن، ڀاتين سان گهر ڀريو
پيو آهي، الله جا وڏا ڪرم آهن، جو ست ئي ڀائر جيئرا جاڳندا وينا آهيون،
اڄ يا سڀاڻي پڪيئڙا اڏاڻا خواهش آهي ته بابا ۽ امان پاڻ وٽ پهرين مونکي
ئي گُهرائيندا، امان ۽ بابا جي پير ۾ اڳيئي منهنجي جڳهه رکيل آهي،
اکيون پورجي وڃن وڃي، مڙهه ملير (راڻيپور ڇتن شاه جي قبرستان) ڏي
ڇتن شاه جي قبرستان ۾ پنهنجن پيارن هٿڙن سان پوري، اڇجو ڪفن
کولي آخري ديدار ڪِلي معاف ڪري موڪلائجو، روئجو نه مونکي خبر آهي
ته، اوهان( ڀائر ۽ دوست) روئڻ کان بس نه ڪندا روئجو نه ياد ڪجو، آئون
اوهان سان ڳڏڳڏ هوندس، پل به پري نه هوندس.

مان پکي هان
پيار جو
پيار جي اظهار جو
سارجو نه مارجو
منهنجا ماڻٽ ايندا، مونکي ڏوري ڏسندا اباڻا
منهنجا ڀائر ايندا، مونکي ڏوري ڏسندا اباڻا
منهنجي ماڻٽن جون الا ٻوليون سڃاڻا
منهنجي ڀائرن جون الا ٻوليون سڃاڻا

زندگي جو سڀ کان ڏکائيندڙ حادثو ماءُ پيءُ جو مَرتيو آهي، ٻيو
زندگي جو وڏو واقعو اٿوٽندڙ حالتن سبب راڻيپور شهر کي الوداع ڪرڻو
پيو، پنهنجا گهر گهاٽ پنهنجا گام گُدام پنهنجا پُراڻا ٻَڌ وسندڙ ويڙها ماڳ
مَڪان مُقام ڇَڏڻ ڏاڍو ڏکيو لڳو، عمر ديس پنهنجو وسارڻ ڏکيو آ، جتي
ابو ۽ امان مدفون آهن، جتي ننڍو تي وڏو ٿيو آهيان جتي اسڪولن ۾



پڙهيو آهيان، جتي استاد ٿي رهيو آهيان، ان اباڻي شهر کي ڇڏڻ مهل
هجرت ڪرڻ وقت ڇا ته ڪيفيت هوندي،

هجرت جي رات جڏهن پاڻ سڳورا مڪي مان ٻاهر نڪتا تڏهن
شهر تي نگاهه ڪندي فرمايائون "اي مڪي جا شهرتون مونکي سڀني
جهان کان عزيز آهين پر تنهنجا رهواسي مونکي رهڻ نٿا ڏين."

"غوث بهاؤالحق ملتاني پنهنجي ملتاني شهر لاءِ فرمائين ٿا "اسان
جو ملتان بهشت جي برابر آهي، آهستي آهستي پير رک جو ملائڪ ملتاني
جي مٽي تي سجدو ڪن ٿا" اهڙي طرح منهنجي جنم ڀومي راڻيپور مون
لاءِ مڪو، مدينو ۽ بهشت مثل ئي آهي، ان کي ڇڏڻ ڏکيو لڳو هو، جيئن
ئي حالتون معمول موجب بهتر ٿيون ته ٻن ڀائرن کي واپس راڻيپور ۾
موڪليم، هنيئر پنجن ڀائرن سان گڏ گلشن حديد ۾ رهائش پذير آهيان،
پنهنجن احساسن ،محبتن تي لکڻ ڏاڍو ڏکيو ٿو لڳي، پاڻ تي ٿيل
وارداتن، ڀوڳنائن تي لکڻ جي سگهه ساري ٻه نٿو سگهان شاباش ادا
عبدالڪريم سومرو کي هُجي جنهن ساٿ ڏنو، سٺ سالن جي عمر ۾
منهنجي حافظي ۽ يادگيري کي نظر ۾ رکندي لاڪ ڊائون دوران واندڪائي
وندر ۾ منهنجي دماغ جي ٽيپ رڪارڊ بڻڻ کي آن ڪري مان زبان سان
جيڪي لفظ جملا چوندو پي ويس اهو پاڻ ٽائپ رائيٽر تي لکندو رهيو،
ايئن يادگيري کي سهيڙي محفوظ ڪري ڪتاب جي صورت ۾ آندو اٿم،
بيماري جي بستري تي ادا پرويز گُل کي وصيت ڪيم، جي مري وڃان ته
هي ڪتاب ضرور ڇپرائجو.

غير افسانوي ادب، آتم ڪٿا ادب جي مقبول صنف آهي، هر فرد
کي زندگي جي ڪهاڻي لکڻ گهرجي منهنجي هن ڊائري نما ڪَٿا ۾ مون
پنهنجي زندگي جا سور، سير سفر، دل جا احوال لاها چاڙها، تجربا، مشاهدا
سچائي سان بيان ڪيا آهن، دنيا جي سورن سان گڏ پنهنجا سور بيان ڪيا
آهن، لکيل مواد حقيقت تي مبني آهي، پنهنجي اندر جو ايڪسري ڪيپو
آهي.

ڪيتري وقت کان اندر ۾ آنڌ مانڌ ۽ مچيل هئي تہ پنهنجي آتم ڪٿا جو ڪتاب "ڪندِڻ جي ڪائنات ۾ گل گلزاري" ڪي جلدي شايع ڪرائي، پنهنجي پڙهندڙن جي آڏو آڻيان پر دوستن جي بيحد اسرار تي پهرين شاعري جو مجموعو "پيار جا گل" شايع ڪرايم، تنهن ڪري ڪتاب آڻڻ ۾ دير ٿي منهنجي شخصيت ۽ ڪتاب تي لکڻ لاءِ دوستن، اديبن جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان، ڪتاب جي پروف ريڊنگ ڏسڻ جي ڏکئي ۽ ٿڪائيندڙ ڪم لاءِ ادا عبدالڪريم سومرو ۽ ادا محمد امين سومرو ٻئي ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا، جن ڪتاب جي ڇپائي جو ڪم بہ پنهنجن ڪُلهن تي کڻي منهنجي مٿان بار هلڪو ڪيو، ٻنهي جون مُحنتون مَحبتون وساري نہ سگهندس.

جنين منجهہ مٺيا ،
سي پاٽيهي آهن پٽرا

ان کان علاوه جن جن دوستن منهنجي گذارش ڪي مان بخشيو وقت تي پنهنجون لکٽيون منهنجي حوالي ڪيون خاص طور تي ادا نواز سومرو جا اَڻ ڳڻيا احسان جو وقت ڪڍي تفصيلي مُهاڳ لکي ڏنو، سندن ڏنل محبتن جو تاحيات قرضي آهيان، مان زين سولنگي صاحب ۽ پروفيسر مختيار چنا صاحب جن جو بہ ٿورائتو آهيان، جن ڪتاب تي لکي، منهنجي شخصيت ڪي سگهارو، پيارو ،بنائي مان ۽ مَقام بحشيو آهي، منهنجو ملهہ مان ڪيو آهي. اهو مون لاءِ وڏو اعزاز آهي. مان سنسار پبليڪيشن جي سرواڻ محترم اسلم ڪتياڻ صاحب جو بہ ٿورائتو آهيان، جنهن منهنجو هي ٻيو ڪتاب "ڪندِڻ جي ڪائنات ۾ گل گلزاريون" ڇاپڻ جو ذمو ڪنيو، ان کان علاوه جيڪي بہ دوست لکڻ ۾ ڪتاب شايع ڪرائڻ لاءِ اُتساهيندا رهيا ،مان سندن بہ ٿورائتو آهيان، ايئن چوندس تہ سيني سڄڻن جي سات سهڪار سان ڪتاب ڇپجي سگهيو آهي.

وڙ فقير بابا سائين جا جنهن مونکي زندگي گذارڻ جا گُر انمول اصول سيکاريا،



وڙ پرديسياڻي فقيرياڻي امان سڳوري جا بہ جنهن مونکي جيئڻ جو اُتساهہ ڏنو سندن ڏنل تعليم ۽ تربيت مونکي انسان بنايو،

وڙ منهنجي منڙن پائرن جا جيڪي مونسان بي لوث محبتون ڪن ٿا، هر وقت جيءَ حضوري خدمت ۾ حاضر رهن ٿا.

سٺ سالن جي حياتي جي پورهئي جو ذڪر ڪتاب "ڪندِڻ جي ڪائنات ۾ گل گلزاريون" اوهان جي سڄڻن جي سُهڻن هٿن ۾ موجود آهي، پنهنجي پڙهندڙن مان پُر اميد آهيان تہ، مونکي ماناٽتي موٽ ملندي آخر ۾ ڀچاٽي شاهہ جي هن شعر سان

نڪي منهنجو نانءُ، نڪي منهنجي ذات
سڀ سونهي توڪي، تنهنجي ذات صفات
آءُ ٻندو گندو گنهگار، ڪهڙي ڪيان وائي وات
منهنجي هيٺي ذات، مڙيئي معلوم توڪي

جيئي انسان
اوهان سيني جو دُعاگو

## آغا شير گل سرڪي

ايڊريس:
هائوس نمبر 56 _ A، فيز ون، گلشن حديد، ملير ، ڪراچي
موبائيل نمبر _ 03003119344

# پاڱو/1

# اهي ڳالهيون جيڪي بابا ٻڌايون

اسان جي ننڍپڻ واري دور ۾ اسڪولن کي جون، جولاءِ ۽ آگسٽ جي 15 ڏينهن تائين موڪلون هونديون هيون. ان وقت ٻني ٻاري جي ڪم ۾ اسان سان چاچاالله بخش ۽ ادا علي گل ڪڏهن ڪڏهن بابا سائين به هوندو هو، جڏهن ته ادا حسين گل، ادا سداگل ۽ ننڍا ڀائر فيروز گل، فدا گل ۽ پرويز گل به هٿ ونڊائيندا هيا، هن ڪم ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڀڦات، ماروت ۽ سؤٽ به ساٿاري ٿيندا هيا. ڏاندن پويان هڪ ڊينگر جو ڦرسو ٻڌل هوندو هو، ول جي چوڌاري ڏاندن کي ڦيرائيندا هيا سون. مان گهر جو لاڏلو هوندو هوس، دل چوندي هئي ته ڪم ڪندو هوس نه ته مٿي ۾ سور جو بهانو ڪري پاسو وٺي ويهي رهندو هوس. بابا چوندو هو ته شير گل کي تنگ نه ڪيو، اهو نازڪ طبيعت جو آهي. واهه بابا سدائين توهان جو مون سان پيار نه وسرڻ جهڙو رهيو. انهن ڏينهن ۾ تمام گهٽي گرمي هوندي هئي. چاچا الله بخش ۽ ادا علي گل ٻيانيءَ سان وٽ به ورائيندا هيا ۽ وري ڪٽڪ جي ول (ٻُوهَہ) کي ٻيانيءَ سان ٿوپ به ڏيندا هيا. مان ڪڏهن ڪڏهن ڳاهه ڳاهيندي ڳاهيندي ڦرسي تي ويهي رهندو هوس ته چاچا چوندو هو پٽ ڦرسي تي نه ويهه، ول ڪوڙا ڪوڙا ٿي پوندي. اهي هوندا هيا سٺا دور. ان دور ۾ اسان ڏاڏا محمد مُريد، ڏاڏا محمد فضل، ڦڦاٽن محمد يوسف، غلام اڪبر ۽ ادا غلام شبير (شبن) جي ٻاغن تي مان، ادا امان الله، افسر ۽ پنهنجن ڀائرن سان گڏجي ويندا هئاسين. مان انبن ۽ وڏين وڏين کجين تي چڙهندو هوس، اهي به سونهري ڏينهن هوندا هيا، ان وقت اسين انبن جا باغ به نيڪي تي ڪٽندا هياسون، گهر جي پرسان نبي بخش سرڪي جو باغ ۽ وڏيري رانوت شاهاڻي جو باغ ۽ ٻيا به ننڍا وڏا باغ ڪٽندا هياسون، اهو به



ڪاروبار ڪيو. مان ۽ ادا حسين گل رانوت شاهاڻي واري باغ جي روزانو سار سنڀال ڪرڻ ويندا هياسون، جيڪو اسان جي گهرن کان تقريبن چار يا پنج ڪلو ميٽر پري هوندو هو، روزانو پنڌ ڪري ويندا هياسون، ماني به وڏيري رانوت جي گهران ايندي هئي، واهه جا اهي محبتن جا ڏينهن هوندا هيا، وڏن جو ادب ۽ احترام هوندو هو. مون کي ياد آهي ته بابا سائين جن کي خيراتي ڪم ڪرڻ جو وڏو جنون هوندو هو، اسان جي گهرن کان جيڪو رستو گذرندو هو،جڏهن مينهن وسندو هو ته اهو رستو پاڻي ۾ ٻڏي ويندو هو، ان رستي کي مٿي وجهائڻ ۽ نهرائڻ لاءِ به ڏاڍي جاکوڙ ڪئي هيائين، ڪڏهن پاڻ ته ڪڏهن ڏاڏا محمد مريد کي گڏ وٺي، ڳوٺ وارن کان چندو گڏ ڪري، ڪجهه پنهنجا پئسا وجهي رستو به نهرايو هيائون. ان ڪانپوءِ ابل واهه جي مٿان پل به نه هوندي هئي، پل کي پارڪرڻ لاءِ ڪجيءَ جي ڪاٺي رکيل هوندي هئي، ڪجهه چندو ڪري ڪجهه پنهنجا پئسا وجهي، پل جو سامان مڪمل ڪيو هيائين، رڳو هڪ گادر ڪٽي پيو هو، پوءِ هو گادر سائين ميران سائين کان وٺي آيو هو، ائين پل به ٺهي تيار ٿي وئي، رستي ۽ پل جي مٿان ماڻهو گذري دعائون ڏيندا هئا.

وري الا ئي ڪهڙو واءُ لڳو جو اهي محبتون ئي ختم ٿي ويون. نه اهي رونقون رهيون، نه وري اهي ڳالهيون ۽ نه وري اهي ڦرسائي رهيا آهن، صرف يادون باقي رهيون آهن.

جون، جولاءِ ۽ آگسٽ سخت گرمين ۽ برساتن جا مهينا هوندا هئا، تيز برساتن جي ڏينهن ۾ ڪچن ڪکاون گهرن ۾ زندگي گذارڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي.

جڏهن به زمين يا ٻني ۾ ٻج پوکبو هو. ته ونگار ڪبي هئي. پوک ڪبي هئي ته ڳاهه ڳائبو هو. سيني ڳوٺاڻن ۽ مٽن مائٽن کي اڳوات چئبو هو، جيڪي ان ۾ اچي مددگار ٿيندا هيا، ڳوٺاڻا گڏجي، هڪٻئي جي مدد ڪندا هيا. فقط مٽي پٽ جو ديڳڙو رڌي کارائبو هو، ان ۾ ڏاڍا خوش ٿي ويندا هئا. ان وقت، محنت، مزوري ۽ پئسن ڏيڻ جو رواج نه هو. پئسن ڏيڻ

ڪي گار سمجهندا هيا. ڇا اسان کي ڏاريو ٿا سمجهو، ڏارياٽ جو طعنو ٿا ڏيو، اهڙو هڪ ٻئي سان سهٽو ورتاءُ هو. اها محبت ۽ پريت هئي، اها وڏن جي ريت ۽ جيت هئي، جيڪا هاڻي نہ رهي آهي، نالي ماتر ڪٿي ڪٿي وڃي بچي آهي، باقي مڙئي خير آهي.

هاڻي تہ مشينون اچي ويون آهن. اهي ڏينهن جا ڪم ڪلاڪن ۾ ٿا ٿين، پئسا بہ خرچ ٿا ٿين ۽ ٽائيم بہ بچي ٿو پوي. پراڻو دور ۽ زمانو بدلجي ويو آهي، ماڻهو بہ بدلجي ويا آهن، ماڻهن جا رويا بہ بدلجي ويا آهن. مائٽن، پاڙي وارن، دوستن، يارن مان هاڻي اها اڳوڻي محبت واري خوشبو ئي اڏامي ويئي آهي. اهي ماڻهو ئي الائي ڪاڏي هليا ويا، جيڪي قرب ڏيندا هئا جيڪي سڏي. سچو، پيار ۽ خلوص ڏيندا هيا، جيءُ ۾ جايون ڏيندا هيا. پرهاڻي وري ايئن ڪرڻ سان خطرناڪ نتيجا ڀوڳڻا ٿا پون. حال ڏسون پيا، ٻڌون پيا، ماڻهن مان ماڻهپو ئي موڪلائي ويو آهي. اڳي ڇا هو؟ هاڻي ڇا آهي؟ اڳئي سچا ماڻهو هيا ۽ هاڻي رهزن ۽ منافق ماڻهو آهن، پر اجان بہ دنيا هلي پئي. نيڪ، سچا ۽ مخلص ماڻهو، محبتي، اخلاقي ڪردار ڳائجن پيا، واکاڻجن پيا، هر زبان تي انهن جو ذڪر جاري آهي. معني ماڻهو مري ٿو، ڪردار مري نٿو، ڪردار زنده آهي تہ ماڻهو زنده آهي، پوءِ ڀلي ماڻهو جسماني طرح نہ بہ هجي، پر انهن جون يادون سيني ۾ سانديل هونديون آهن. اسين بہ هر وقت انهيءَ ڪوشش ۾ هوندا آهيون تہ وڏن واري پوک پوکيون پر انهن جهڙا ڪٿي ٿينداسون، ان وقت اسان ڪڏهن مينهون ۽ ڏاند ڪاهي ابل واهہ تي وڃي ڏاندن کي وهنجاريندا هياسون اُهي بہ ڏينهن هيا نہ وسرڻ جهڙا.

سلام آهي انهن پيارن مانجهي مڙس ماڻهن کي جن وڏيون وڏيون تڪليفون ڏسي ٻچن کي پڙهايو ۽ وڏو آفيسر بنايو، اسان سندن ڪڏهن بہ ٿورا لاهي نٿا سگهون پر ڳائي تہ سگهون ٿا.

*****



# ڀاڱو/2

## سچو گهر ٿيو زواري، محبت جي مسافري

ننڍپڻ ۾ جڏهن بابا سائين سان گڏ ويهندو هوس تہ ڪانئس ڪجهہ سوال ڪندو هوس. بابا ڪجهہ ٻڌايو "توهان جي زندگي ڪيئن گذري؟، توهان جو ڳوٺ ڪٿي هو؟، ڳوٺ جو نالو ڇا هو؟، ان ۾ ڪيترا گهر هيا؟" بابا ٻڌايو هو تہ "مان ننڍ پڻ ۾ يتيم ٿي ويو هوس، منهنجا بہ ڀائر الاهي بخش ۽ الله بخش هئا الاهي بخش شادي ڪرڻ کانپوءِ ستت ئي گذاري ويو هو. هٿن تان مينڌي ئي نہ لٿي هيس، نانگ جي ڪکڻ سان گذاري ويو هو، مان ٻن سالن جو هوس تہ منهنجو بابا محمد فريد گذاري ويو. ان کانپوءِ ڇهن ستن سالن جو هوس تہ امان سائڻ بہ گذاري و ئي اسان ان وقت لعل سرڪي ڳوٺ جنهن جو نالو لعل واڻٽي بہ آهي ان ڳوٺ کي، ننڍاسرڪي ۽ ننڍا واڻٽي بہ چوندا آهن،جنهن ۾ اٽڪل 30، 35 گهر هوندا هيا، اهو راڻيپور شهر جي اولهہ طرف ابل واهہ کان اٽڪل هڪ ميل پنڌ تي آهي، راڻيپور جي پهرين وارڊ ۾ ليکيو ويندو آهي. ان ڳوٺ جي خريداري راڻيپور سان آهي، ماڻهو ڪير، مکڻ اناج وغير اتي وڪڻڻ ويندا هيا، ان شهر ۾ جيلاني پير صاحب جي درگاهہ بہ آهي، جتي ماڻهن جو اچڻ وڃڻ جام آهي.

ادا الله بخش جيڪو عمر ۾ مون کان ننڍو هو، اهو بہ مون سان گڏ هو، مان پهرين شادي بہ ان ڳوٺ مان ڪئي. جنهن مان هڪ پٽ علي گل هو ۽ منهنجو ڀاڻيجو محمد مراد بہ گڏ هو، ان جي ماءُ ۽ منهنجي زال توهان جي پهرين ماءُ ۽ توهان جي ڦڦي بہ گذاري وئي هئي، ادا الله بخش، محمد مراد ۽ علي گل انهن کي ساڻ ڪري ڳوٺ کان اڌ ميل پري نئون ڳوٺ اڏيو، اتي زمين جا تقريبن 8 يا 10 جريب هيا ۽ سوٽن جي زمين بہ هئي، اهي اسان سان گڏ زمين تي لڏي آيا ۽ سيني گڏجي نوان گهر جوڙيا، مال ڍڳا،

مينهون بہ هيون. ڪير، ڏڌ، مکڻ، لسي وڪڻڻ کي ان زماني ۾ عيب سمجهيو ويندو هو، اهو بہ جام هوندو هو. اهو گهر ڀاتي واپرائيندا هياسون، پيئڻ جو پاڻي کوهن مان ڀريندا هئاسين. گهر ۾ رات جي اونداهي ۾ بتي لالٽين ٻاريندا هئاسين. هٽ جي بتي بہ هوندي هئي، رات جو نانگن، بلائن جو بہ خوف ٿيندو هو. چوري، چڪاري بہ ٿيندي هئي. اناج بازار ۾ وڪڻندا هياسون، يا پليون ناهي ان ۾ ان رکندا هئاسون. ان زماني ۾ اتي پيهڻ جون مشينون بہ هيون، گهر ۾ وڏڙيون جنڊ ۾ بہ پيهنديون هيون. منهنجو ننڍپڻ مثالي گذريو هو، طبعيت جو ارڏو هوندوهوس. زندگي صاف سٿري گذاريسون.

وڏن جون رهڻيون ڪهڻيون، وڏن جو ادب، اخلاق، لحاظ، ڀائرن جو گڏ رهڻ، چاچن جو گڏ رهڻ، سڀ گهر هڪ ويڙهي ۾ هجن، ڪوبہ دروازو نہ هوندو هو، فقط ڪمرن کي در ۽ دريون هونديون هيون. جڏهن دليون بہ گڏ هجن، گهر بہ گڏ هجن تہ پوءِ مجال آهي ڪڏهن ڪا اٽبڻت ٿئي؟ چا تہ ڳوٺ جون ڳالهيون هيون، اتي اسان جو گهر ۽ منهنجي ٻن سؤٽن علي بخش ۽ غلام علي گڏجي هڪ هنڌ ويڙهو وسايوسون، باقي ٻن سوٽن محمد مريد ۽ محمد فضل اسان کان ٻہ ٽي فرلانگ تي گهر اڏيا، انهن سيني گهرن کي ڳوٺ حاجي محمد مريد سرڪي يا وڏا واطڻي يا وڏا سرڪي چوندا هيا، وقت گذرندو ويو اسين گهر ۾ صرف چار ڀاتي هوندا هياسون، مان ادا الله بخش، محمد مراد ۽ علي گل. اوطاق بہ گهر سان گڏ هوندي هئي، مهمان بہ جام ايندا هيا، هر ڪنهن کي ماني کارا ئيندا هياسون، ڪنهن کي خبر ئي نہ هوندي، ماڻهو چوندا هيا تہ گهر ۾ عورت هوندي جيڪا ماني پچائيندي هوندي، گهر ۾ ڪا عورت نہ هوندي هئي، اسين سڀ ڪجهہ پاڻ ڪندا هياسون، ڪير مکڻ مينهون ڏوهڻ، لسي ولوڙڻ سڀ ڪم ايندو هو، ڪيترا سال ڪم هلندو رهيو، آخر ڪار ٻي شادي ڪئي. جن مان اوهان شيرگل، حسين گل، سدا گل، فيروز گل فداگل ۽ پرويز گل ۽ ٻہ نياڻيون زاهده پروين ۽ ريحانہ پروين ٿيون، پوءِ ڀاڳ وريو.

****



## ڀاڱو 3/

# آئون بابا سائين جو لاڏلو

بابا سائين جي چوڻ مطابق تہ پنج سال نئين اڏيل گهر ۾ گذري ويا. انهن پنجن سالن ۾ منهنجي دل جي آرزو هوندي هئي تہ اوطاق پنهنجي هجي پاڻي لاءِ نلڪو بہ هجي، مسجد بہ پنهنجي نهرا ئجي، ان کان پهريان گهر کان ٻہ فرلانگ کن پريان هڪ لئي جو وڻ هوندو هو، ان جي هيٺان مٽيءَ جي دڪي ناهي ان تي پا ٽي جا دلايا مٽيون ڀري رکندا هئاسون، اها اسان جي زمين هوندي هئي جنهن کي کوهہ واري زمين چوندا هياسون، پاڻيءَ جي مٽين واري جاءِ کان تقريبن اڌ ميل ڀري هئي. ادا الله بخش ۽ ڪڏهن ڪڏهن مان بہ ٽين ڪاني جي ڪاوانٽي ناهي هڪ هڪ پاسي کان ٻڌي تقريبن 18. 18 ڪلو پاڻي ان ۾ پوندو هو اتان ڪٽي ايندا هئاسون، اهي مٽيون ڀريندا هئاسون. جن مان مسافر ماڻهو پاڻي پي دعا ڪندا هيا. انهن جي دعا سان اڄ هن منزل تي پهتل آهيون. نيٺ گهر آڏو نلڪو، مسجد بہ جوڙائي سون، سڀ اميدون پوريون ٿيون، اوطاق، مسجد، پاڻي جو نلڪو، سرنهن ۽ پپل جا ٻہ وڻ بہ پوکياسون جنهن جي ڇانءُ ڏاڍي گهاٽي هوندي هئي، ما ٺهو اتي ويهي ٿڪ بہ ڀٽيندا هيا، پاڻي بہ پيئندا هيا. نماز جي وقت تي نماز بہ پڙهندا هيا. ماني جو وقت هوندو هو تہ بابا ۽ چاچا انهن کي ماني بہ کارائيندا هيا. ماني کائي اسان کي دعائون ڏيندا هيا، ائين وقت گذرندو رهيو، چاچا نماز جو پابند هوندو هو. ان ڪري مسجد هر وقت آباد هوندي هئي، ان گهر ۾ بابا شادي بہ ڪئي، اسان سڀ ڀائر ۽ ڀينرون اتي پيدا ٿياسون، ان ڪانپوءِ بابا کي زواري ڪرڻ جو عشق جاڳيو، هر وقت علي سائين جو ذڪر ڪري ۽ حُسين حُسين ڪندو هو، پنجن، ٻارهن سان وڏو عقيدو رکندو هو، سني هجڻ جي با وجود ماڻهو بابا کي شيعو سمجهندا هيا، ”ڪو ڪئين چوي ڪو ڪيئن چوي مان جو ئي آهيان سوئي آهيان. “ جو ورد ڪندو هو، پوءِ ڪيس پنجن جي عشق ايڏو ستايو جو چار

جريب زمين وڪڻي ڇڏي جن ۾ انبن جو باغ ۽ ڪجهه ڪجيءَ جا وڻ به هيا.
زمين وڪڻي گهر جي سيني ڀاتين کي ساڻ ڪري زواريءَ لاءِ تيار ٿي ويو،
ماڻهو بابا تي کلڻ لڳا ته هاڻي شادي ڪئي اٿائين سڀ زمين وڪڻندو،
ڪنهن جي پرواهه نه ڪيائين. بابا، چاچا، امان، ادا علي گل، مان(شير گل)،
حسين گل ۽ سدا گل به گڏ هياسين، اسان جي دائي امان، ذات جي
ڪلهوڙي ۽ چاچا سبب ذات جو ڪلهوڙو استاد غلام رسول ڪلهوڙي جو
پيءُ به اسان سان ساڻ هيا، وڃي ڪراچي پهتاسون. اتي ستي ڪورٽ جي
پرسان امام بارگاهه ۾ وڃي رهياسون. مهيني ڪانپوءِ ويزا لڳي، پاڻي واري
جهاز ۾ چڙهياسون ان وقت جي پاسپورٽ مطابق مارچ جو مهينو هو، سن
1964ع هو، منهنجي عمر پنج سال هئي، مون کي سانير آهي پر ادا حسين
گل ۽ ادا سدا گل ننڍڙا هيا، انهن کي سانير نه آهي. جهاز جو سفر، پاڻي ۾
ستن ڏينهن جو هيو. جهاز ۾ گهمڻ ڦرڻ جو مزو ئي پنهنجو هو، اتان جون
سڀ ڳالهيون مون کي چڱي طرح ياد آهن. جهاز ۾ ادا علي گل گهمائيندا
هيا، مان ۽ ادا حسين گل خريداري به ڪئي هئي، به رانديڪا ( اُٺ )ورتا
هيا، جيڪي گهڻي وقت تائين اسان وٽ هوندا هيا، ستن ڏينهن ڪانپوءِ
جهاز بصري بندر گاهه تي بندر ڪيو. اسان سڀ ڀاتي خير خوبي سان جهاز
تان لٿاسون، مون کي ڪنهن ماڻهو پنهنجي پٺيءَ تي کنيو هو، اهو جهاز ۾
ناريل وڪڻندو هو، ننڍي ٻارسان سڀڪو پيار ڪندو آهي، مان سڀ ڪنهن
جو لاڏلو هيس، انهيءَ ڪري سڀ ڪو مون کي ڪُلهي تي کڻي گهمائيندو
هو، پوءِ اسين نعرا هڻندا، ياعلي، يا علي چوندا بس تي ويٺاسون. بس
هلندي هلندي اسان کي بقول بابا جن جي اسين بغداد شريف پهتاسون،
اتي وڃي ڪاظمين شريف ۾ رات گذاري سون، هڪ هوٽل جي ڪمري ۾
اتي آرام ڪري امام موسيٰ الرضا عه، جي زيارت نصيب ٿي ته دل کي
سڪون ۽ سرور اچي ويو، سڀ ٿڪ لهي ويا پر منزل اجان اڳتي آهي. اتان
پوءِ بغداد ۾ پير عبدالقادر جيلاني رحه جي زيارت ڪئي ۽ ٻيون به زيارتون
جن جي مون کي سانير نه آهي، اتان وري بقول بابا جن جي وري وڃي نجف
الشرف پهتاسون اتي وڃي مُعليٰ مشڪل ڪشا علي عليه السلام جي زيارت
نصيب ٿي، اتان وري ڪربلا مولا آياسون، امام حسين ۽ غازي عباس جي



روضن مبارڪن جون زيارتون نصيب ٿيون. مون کي ايترو ياد آهي ته
جڏهن امام حسين جي ضريح مبارڪ تي پهتا سون ان کي ڇُمندي هڪ
ڪنڊ کان ادب وچان ڪنڌ جهڪائي عرض ڪيو، جيڪو بابا اسان کي
ٻڌائي رهيو هو، اسان ننڍڙا پتڪڙا هٿ مٿي کڻي عرض ڪيو ته اي
منهنجا مٺڙا امام تنهنجي بارگاه تي عرض آهي ته الله پاڪ جي دربار دعا
گُهرندا ته اسان جي بابا سائين کي ايتري همٿ ڏيندا ته جيڪي زمين
وڪڻي اوهان جي ديدار لاءِ آيا آهيون، اوتري نصيب ٿئي ۽ ڪڏهن به بابا
جن جو هٿ ڪنهن جي اڳيان نه ٽنگجي، محنت واري ۽ پاڪ صاف روزي
عطا فرماءِ، اهو چئي پتڪڙا هٿ پنهنجي منهن تي گهماياسون. اسان کي
مديني شريف به وڃڻو هو پر ايجنٽ چيو اڳتي ويزا نٿي لڳي، پوءِ عراق مان
ئي واپس ٿياسون، هڪ مهينو ڪجهه ڏينهن لڳا وطن واپس ورڻ ۾ اپريل
جو مهينو هو پاسپورٽ مطابق سن 1964ع ڪراچي لٿاسون واپسي جي
ڪا به مونکي خبر نه آهي، بابا سائين چوندو هو ته جڏهن راٽيپور واپس
پهتاسون ته منهنجي کيسي ۾ هڪ رپيو هو، ان وقت ڊاڪٽر قادر بخش
ميمڻ جي اسپتال ۾ هڪ کوهه هوندو هو، ان ۾ ادا الله بخش ۽ علي گل بيل
گاڏي ذريعي کوهه کي مٽيءَ سان ڀريو، هڪ مهينو لڳي ويو. اتان تقريبن
سو رپيا مزدوري ملي، پوءِ اسين ننگر نياز به ڪيو ۽ گهر جو سيدو سامان
به ورتوسين، ٻيون پنهنجون گُهرجون به پوريون ڪيونسين اهڙي طرح
وري زندگي جو گاڏو اڳتي هلندو رهيو. ان سفر ڪانپوءِ بابا کي هڪ پٽ
ڄائو هو، ان جو نالو گدا گل هو، جيڪو ٽن سالن کن جو هو ته گذاري ويو
هو، اسان گهر وارن کي ان جو ڏاڍو ڏک ٿيو هو جيڪا الله پاڪ جي مرضي
انجي رضا ۾ راضي رهڻو آهي، ان ڪانپوءِ 1965ع واري جنگ لڳي هئي،
ان جو به مون کي يادگيرو آهي، ان ڪانپوءِ اسان هڪ يا ٻن سالن ڪانپوءِ
اوتري زمين به ميربحرن کان پيسن تي ورتي هئي، جنهن ۾ انب ۽ ڪجهه
ڪجين جا وڻ به لڳل هيا، جيڪا ٻني اسان وڪڻي هئي اها پاڻي جي پڇڙيءَ
۾ هئي، هيءَ وري پاڻي جي مُنڍ ۾ آهي، جنهن کي اسان ميربحرن واري
زمين ڪري سڏيندا آهيون، اهي هيون پنجتن پاڪ جون دعائون، جيڪي
ڪنهن نصيب واري کي ملنديون آهن.❋❋❋❋❋

## ڀاڱو/4

# پرائمريءَ جو پنڌ، عظيم استاد، نہ وسرندڙ ننڍڙا ننڍڙا واقعا

جڏهن اسان عراق جون زيارتون، زواري ڪري آياسون تہ الله سائين جي ٻاجهہ ۽ پنجن، ٻارهن جي دعائن جي وسيلي رزق ۾ برڪتون پوڻ شروع ٿي ويون. گهر ۾ هر شئي ضرورت واري موجود هوندي هئي، بابا چوندا هيا مون وٽ پيڊل سائيڪل موجود هوندي هئي جنهن تي اوهان ٽنهين پٽن توکي (شير گل)، حسين گل ۽ سدا گل کي ان سائيڪل تي چاڙهي ميلا ملاکڙا گهمائيندو هوس. ان وقت سهراب سائيڪلون ڪنهن ڪنهن وٽ هونديون هيون. هڪ ڏينهن بابا سان گڏ سچل سرمست جي ميلي تي درازه شريف وڃي رهيا هياسون تہ سدا گل جو پير سائيڪل جي پوئين ڦيٿي ۾ ڦاسڻ سبب زخمي ٿي پيو، رت وهڻ لڳو تہ اسان ۽ بابا پريشان ٿي وياسون، پوءِ بابا سرڪاري اسپتال جي ڪمپائونڊر ۽ پنهنجي دوست خاوند ڏني انصاري کان سداگل جي پير جي پٽي ڪرائي، گهر ڏانهن واپس ورياسين، ميلي تي نہ وياسين. امان اسان کي ڏسي پريشان ٿي و ئي، ماءُ هوندي آهي، بابا ان کي دلاسا ڏنا ڪجهہ نہ آهي ٿورو پير زخمي ٿي پيو آهي، ان ڪري واپس موٽي آيا آهيون، اهڙي طرح وقت ويو گذرندو. بابا اتي مسجد جي پرسان عَلَم شريف بہ نصب ڪيو هو، اتي ڏهين محرم جي ڏينهن چاچا گلشير گهانگهري جي اڳواٽي ۾ هڪ جلوس وڏي ڳوٺ واطٽي وڏا (سرڪي وڏا) مان نڪرندو هو، ان جلوس ۾ سرڪي (واطٽي) برادرس، ڪلهوڙا عباسي برادرس ۽ گهانگهرا برادرس گڏ هوندا هيا. مان ننڍڙن هٿن ۾ عَلَم کڻي انهن جي اڳيان هلندو هوس، پوءِ اهو



جلوس اسان جي علم پاڪ تي عزاداري ۾ شروع ٿي ويندو هو، مان بہ هٿ کڻي عزاداري ڪندو هوس، عزاداري ڪرڻ کانپوءِ الله توهار جا نعرا لڳندا هيا، هر ڪنهن جون اميدون پنجتن پاڪ جي صدقي پوريون ٿينديون هيون. ان کانپوءِ نعرا حيدري لڳندو هو، يا علي جو نعرو هڻي پوءِ لنگر، نياز ڪندا هياسون. وري جلوس پنهنجي منزل راٽيپور ڏانهن روانو ٿيندو هو ۽ ان جلوس ۾ ننڍي ڳوٺ ۽ اسان جي ڳوٺ جا ماڻهو بہ شامل ٿي ويندا هيا. ان وقت تمام زوار گڏ هوندا هيا، جن ۾ زوار جهوڙو سرڪي، زوار گلشير گهانگهرو، زوار سلطان سرڪي ۽ بابا سائين زوار ربنواز سرڪي شامل هوندا هيا. جيستائين پنهنجي ڳوٺ ۾ هئاسون، اهو سلسلو جاري رهيو، وقت گذرندو ويو، اسان کي بابا اسڪول ۾ داخل ڪرايو، ڳوٺ سرڪي وڏا ۾ جنهن کي واطٽي وڏا بہ چوندا آهن، اتي بہ درجا پڙهياسون، راٽيپور جا سڀ پير بہ اتي پڙهيا هيا. اهو اسڪول استاد نبي بخش سرڪي پنهنجي زمين تي ٺهرايو هو، جيڪو تمام محنتي استاد هو، ڪيس جس هجي،اتي ٻيا بہ عظيم استاد پڙهائيندا هيا. جن ۾ استاد غلام رسول ڪلهوڙو عباسي، استاد غلام حسين سرڪي، استاد قادر بخش ڪلهوڙو عباسي، استاد عطا محمد سرڪي، استاد عاشق حسين فاروقي درازه شريف وارو ۽ ڪجهہ ٻيا بہ استاد شامل هوندا هيا. تمام بهترين اسڪول هو، امتحان وٺڻ سپروائيزر صاحب اُٺ تي چڙهي ايندو هو، اسڪول ۾ ترٽلو مچي ويندو هو تہ صاحب پهچي ويو آهي. سڄي اسڪول جا ٻار پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندا هيا. بهرحال اسان اسڪولي تعليم سان گڏ قرآن شريف جي تعليم ننڍي ڳوٺ ۾ پنهنجي ڀڳات استاد نياز حسين کان حاصل ڪئي، مان، ادا حسين گل ۽ سدا گل سيارو هجي يا اونهارو قرآن شريف ضرور پڙهڻ ويندا هئاسون، سداگل نہ پڙهي سگهيو، مون بہ پڙهيو، پر ادا حسين گل وڌيڪ هوشيار هوندو هو، ان ڪري مون کان اڳ قرآن شريف پڄائي ويو. مون کي هڪ سال وڌيڪ لڳو. اتي ڳوٺ ۾ ديني تعليم هوندي هئي. اهل علم ماڻهن جو اچڻ وڃڻ بہ هوندو هو، مسجد سان گڏ هڪ کوهہ ۽ هڪ

هجرو بہ هوندو هو ۽ ڪک فقير جي مزار بہ هوندي هئي، حجري ۾ مهمان ايندا ويندا هيا، جن ۾ پيسن وارا بہ ۽ غريب بہ هوندا هيا، حج ڪرڻ لاءِ پيادل قافلا بہ ويندا هيا. سڀ ڪو محبت سان رهندو هو. بابا انهن قافلن سان گڏ ادا حاجي بنگل جي اڳواڻي ۾ ڪجهہ مرد ۽ ڪجهہ عورتون، عورتن مان ادا حاجي بنگل جي گهر واري جنهن کي اسان پيڻ چوندا هياسون ۽ ادا حاجي غلام سرور جي ماءُ جنهن کي بہ پيڻ چوندا آهيون، اهي ادا محمد مراد جون پيڻيون سڏيل هيون، ان ڪري اسين بہ انهن کي پيڻ چوندا هيا سون. بابا جون رشتي موجب پاڻيون ٽين انهن کي بہ ساڻ ڪري زواري ۽ حج لاءِ نڪتا هيا پر ايران تائين سفر ڪيائون، ڪن مجبورن جي ڪري اهو قافلو ايران کان ئي واپس موٽي آيو هو.

قصو ڪوتاه، اتان پوءِ وچي راٽيپور پرائمري اسڪول ۾ پڙهياسون ان وقت بابا، چاچا، ققات مراد، ادا علي گل گڏجي ميلا بہ ڪندا هيا، ان سان گڏ را ٽي پور شهر جي بس اسٽاپ تي ريڙهن، گاڏن تي منائي ۽ فروٽ وڪڻندا هيا، چاچا ۽ ادا علي گل محنتي هوندا هيا، ڪڏهن ڪڏ هن مان وچي ساڻن هٿ ونڊائيندو هوس. مون کي ننيڍڻ کان پئسا جام هوندا هيا، يارن، دوستن کي شئي وٺي کارائيندو هوس. گهر ۾ هر وقت مٺن جي حساب ۾ شيون موجود هونديون هيون، امان سائڻ هر مٺ، عزيز کي پڻ ان شئي مان ڪجهہ حصو موڪليندي هئي، مان وچي سيني کي ڏئي ايندو هوس. بهرحال پنج درجا راٽيپور جي اسڪول ۾ پڙهياسون. تمام سٺا، شفيق، مهربان ۽ قدردان استاد هوندا هيا. انهن مان استاد هادي بخش سومرو تمام محنتي استاد هوندو هو، ٻيا سڀ استاد بہ محنتي هوندا هيا جن ۾ استاد عبدالحليم سومرو، استاد نبي بخش سرڪي، استاد صاحب ڏنو جوٽيجو، استاد غلام رسول راڄپر، استاد هادي بخش ونڊير، استاد غلام رسول شر، استاد عبدالحڪيم سهتو، استاد منور پنجابي، استاد غلام رسول راڄپر ۽ ٻيا شامل هوندا هيا. پنج درجا اتي پڙهياسون سدا گل نہ پڙهي سگهيو. دماغ پڙهڻ ۾ گهٽ هوندو هيس، اهو پهرين درجي ۾ ئي



چڏي ويو، اسڪول ۾ اسان پنهنجي منزل ڏانهن گامزن رهياسون. پڙهائيءَ سان گڏ بابا سائين سان گڏجي ميلن ۾ ناريل جي منائيءَ جا دڪان بہ لڳائيندا هياسون. راٽيپور جو ميلو، سچل جو ميلو، ريجهل شاهہ جو ميلو، بس اسٽاپ تي منائي تہ ڪڏهن چانهہ جون هوٽلون تہ ڪڏهن سبزي جو دڪان، سڀ ڪاروبار ادا علي گل، چاچا ۽ بابا سان ڪياسون ۽ ان سان گڏ پڙهائي بہ جاري رکي. ائين حق حلال جي ڪمائيءَ مان اسان جي مالي حالت ۾ بهتري آئي. اسين اسڪول ويندا هياسون تہ امان مون کي ٻہ آنا يا چار آنا خرچي ڏيندي هئي، حسين گل ۽ سدا گل کي آنڪ يا ڏهہ پيسا ملندا هيا. مون سان امان ۽ بابا جو تمام گهڻو پيار هوندو هو. ان ڪري پئسا هر وقت هوندا هيا. اسڪول مان پنج درجا پڙهي پاس ڪياسون. اسان جا ڪجهہ ڪلاس فيلو هيا. جن جا نالا هي آهن پير صبغت الله شاهہ، پير ممتاز علي شاهہ، فاروق احمد، سعيد احمد، اشرف ميمڻ، زاهد ميمڻ، لطيف سومرو، الطاف سرڪي، شبير سرڪي، عبدالحڪيم سرڪي، افسر سرڪي، خان سرڪي، مقبول ميمڻ، اسلم سومرو ۽ ٻيا بہ هيا. جن جا هاڻي نالا ياد نٿا اچن. اسڪول ۾ چولا مُني شيخ کان وٺندا هياسون، تمام سٺو انسان آهي. اڄان تائين اتي اسڪول ۾ شئي ۽ چولا وڪڻندو آهي، هدايت شيديءَ کان رانهان وٺندا هياسون. چاچا جمن پٽي کان بہ شئي وٺندا هياسون. پنج درجا پاس ڪري پوءِ هاءِ اسڪول داخل ٿيڻ جي انتظار ۾ وينا هئاسون، سر ٽيفڪيٽ ملن تہ اتي وچي داخلا و ٺون.

*****

# هاءِ اسڪول جو سفر، استادن، شاگردن جو احوال

1974ع ۾ اسان پنجون پاس ڪيو ۽ 1975ع ۾ گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ 1979ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪئي. ان دور ۾ ڇهين ڪلاس کان ڏهين ڪلاس تائين اي، بي ۽ سيڪشن هوندا هيا، اسان کي اي ڪلاس مليو، جنهن ۾ گهڻا ئي هوشيار شاگردن جي هئي، ڇهين درجي ۾ استاد جمال الدين ملاح مليو جيڪو انگلش پڙهائيندو هو. تمام اڇو، اجرو، محنتي استاد هيو ۽ تمام پيارو انسان هو. ستين ڪلاس ۾ پڻ ساڳيو استاد رهيو. ان ڪانپوءِ اٺين درجي ۾ استاد گل محمد چامڙو صاحب مليو جيڪو نيڪ نمازي ۽ وڏو پرهيز گار هو. هو تمام محنتي هو. انگلش، مئٿس ۽ اسلاميات جو سٺو استاد هو، ان کان بعد نائين ڪلاس ۾ استاد غلام رسول منگي صاحب مليو اهو پڻ تمام شفيق، هوشيار، محنتي ۽ نازڪ طبعيت وارو هوندو هو، سندس انگلش تمام سٺي هوندي هئي، اسان کي انگريزي پڙهائيندو هو. ڏهين ڪلاس ۾ استاد قربان سولنگي ڪلاس ٽيچر مليو جيڪو ٽنگ کان معذور هوندو هو. جيڪي به استاد راٽيپور ۾ هيا انهن مان اڪثر جو استاد هو. ان کي گهوڙو بگي هوندي هئي. ان تي چڙهي ايندو هو. ان جو گهوڙي سوار به رکيل هوندو هو، پنهنجي ڳوٺ جو وڏيرو به هوندو هو، تمام سٺو انسان هو، جناح ڪيپ پائيندو هو. اسان جو ڏهين ڪلاس جو استاد هو، انگلش پڙهائيندو هو. انهن سڀني استادن جي جيتري ساراهه ڪجي گهٽ آهي ۽ اهڙي طرح سبجيڪٽ ٽيچر پنهنجن مضمونن جا ماهر هوندا هيا. ڪجهه استادن جا نالا



هي آهن: استاد عطا محمد وساڻ، استاد گلبهار وساڻ، استاد شفيع محمد سولنگي، استاد محمد اڪرم هنگورو، استاد در محمد هنگورو، استاد مولوي محمد ڪامل منگريو، استاد محمد صفر تنيو جيڪو بهترين پي ٽي ڪرائيندو هو، استاد محمد اقبال سولنگي اهو به پي ٽي ڪرائيندو هو، استاد غوث بخش وُڊ ورڪ جو استاد هو، تمام سٺو انسان هو، استاد سائين ڏنو ملاح ڊرائينگ جو ماهر استاد هو، اڇو اجرو ڪڏهن ڪڏهن پٽڪو به پائي ايندو هو. محبتي انسان هو، استاد غلام نبي ونڊيير صاحب به هو، سٺو هوشيار ۽ نفيس طبيعت جو هوندو هو محنتي استاد هو،سندس سنڌي ۽ انگلش تمام سٺي هوندي هئي، تمام پيارو هوشياري ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. استاد غلام نبي منگي صاحب سائنس جو ماهر فزڪس، ڪيمسٽري ۽ بائلاجي جا سبجيڪٽ پڙهائيندو هو. ان جي سمجهاڻي تمام سٺي هوندي هئي، هو تمام محنتي استاد هو. استاد ولي محمد سرڪي مئٿس ۽ انگلش جو تمام سٺو استاد هو، استاد غلام رسول راڄپر قابل استاد هو، استاد هادي بخش سومرو به هو. ان اسان کي پرائمري اسڪول ۾ به پڙهايو هو، تمام سٺو انسان هو، انهن سڀني استادن اسان کي محنت سان پڙهايو. هاڻ انهن سڀني مان صرف ٻه حال حيات آهن ٻيا سڀ وفات ڪري ويا آهن. الله پاڪ سندن مغفرت فرمائي، آمين.

اسان جا هيڊ ماستر به تمام سٺا ۽ تجربيڪار هوندا هيا، آذر صاحب ۽ امداد حسين گهانگهرو صاحب پنهنجو مٽ پاڻ هوندا هيا، اڪثر ڪري ڏهين ڪلاس ۾ انگلش پوئيٽري (Poetry) پڙهائيندا هيا، اسڪول ۾ تقريري مقابلا به ٿيندا هيا سنڌ ۽ پاڪستان ليول تي شاگرد حصو وٺندا هيا، پاڪستان جا قومي ڏينهن به ملهائيندا هياسون. اسڪول جو تمام سٺو ماحول هوندو هو، راندين ۾ به حصو وٺندا هياسون.

اهي سڀ مثالي استاد هيا. اعليٰ انسان هيا، ڇا ته عظمتون هيون؟ ڇا ته انهن ۾ پاڪايون ۽ پرهيزگاريون هيون، ڇا ته انهن جو علمي قد ڪاٺ ۽ معيار بلند هو.

بادشاهن کي بہ ايئن جهڪي سلام ۾ پيرن تي هٿ نہ رکجي پر
اسان نيڪ نيتي، دل ۾ روح سان سندن عزت ڪندا هياسون. جهڪي سلام
ڪندا هياسون. پيرن پئي هٿ چمندا هياسون. اڄ بہ جتي پنهنجو استاد
ڏسندا آهيون. ادب، احترام ۾ اٿي بيهندا آهيون. ان جي اڳيان پاڻ کي
ڪجھ بہ نہ سمجهندا آهيون. ڀلي ڪيترا بہ ڀلا ۾ وڏا ڇو نہ ٿي ويا هجون، پر
استاد جي اڳيان اڃان بہ اهي ئي ساڳيا ٻار آهيون. اهو خدا استاد کي زمين
تي رتبو، مان ۾ عزت ڏني آهي. استاد کي سائين جو لقب مليل آهي.
سندن پڙهائي ۾ سمجهاڻي جا طور طريقا ڏاڍا سٺا هوندا هيا. جو
هر گهٽ ذهن شاگرد بہ آساني سان سمجهي سگهندو هو. استادن وٽ
غريب ۾ امير شاگردن جو فرق نہ هوندو هو. سڀ شاگرد برابر هوندا هيا.
ڪوبہ والدين پنهنجي اولاد جي طرفداري ڪٽي استادن تي هلان نہ ڪرڻ
ايندو هو. نہ وري استادن ۾ غير انساني حرڪتون، شرارتون هونديون
هيون، نہ وري استادن جون تنظيمون ۾ گروپ بنديون هونديون هيون.
اهڙن عظيم استادن کي اڄ بہ نمي سلام پيش ڪيون ٿا.

رسيس دوران شيون وٺي پاڻ کائڻ ۾ سنگت کي کارائڻ بہ
ڪڏهن وسري نٿو سگهي. ننڍپڻ جون حرڪتون بہ وسري نٿيون سگهن.
دوستيون بہ وسري نٿيون سگهن. ماضي جي قصن، ڪردارن ۾ يادگيرين
کي ميڙي تسلسل سان گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هي زبردست
ادبي ڪم آهي، ساراهڻ جوڳو عمل آهي، ماضي جي قصن ۾ ڪردارن مان
سٺي ڄاڻ ملي ٿي. نوجوان نسل، خاندان کي بہ خبر پئي ٿي تہ اسان جو
ماضي ڇا هو؟، ڪيتري قدر غريب هئاسين؟ ڪهڙا ڪهڙا ڏک ڏٺاسين؟
ڪهڙين ڪهڙين تڪليفن، مرحلن مان گذرياسين، پار ٿياسين. ڪالھ ڇا
هئاسين؟، اڄ ڇا آهيون؟ اهو ٻڌائڻ چاهيون ٿا، لڪائڻ نٿا چاهيون.

ڪلاس فيلوز پاڻ ۾ ملي ڪري شرارتون بہ ڪندا هياسون، هڪ
دفعي جو قصو هو، مان سر جي نڙن کي پٽيوالن هٿان باھ ڏياري هئي،
وري باھ باھ بہ پاڻ پيو ڪيان. اڙي ڀڄي اچو، سر کي باھ لڳي وئي آهي.



سموري سر جا نڙ سڙي ويا هيا، وڏا شرارتي هوندا هئاسون. هڪ دفعو
ٽاٽي واري پاسي جي پٽ ڪيرائي هئي تہ استاد قربان سولنگي جو گهوڙو
رسو ڇنائي ڀڄي ويو. هڪ گهوڙي سوار روڊ تان ان کي پڪڙي آيو هو، ان
دفعي استاد شفيع محمد سولنگي صاحب سڀني شاگردن کي مار بہ ڏني
هئي، انهن ڪلاس فيلوز مان ڪجھ نالا هي آهن، اشرف ميمڻ، ادا بهادر
لاڙڪ، ادا لياقت لاڙڪ جو وڏو ڀاءُ، زاهد ميمڻ، مقبول ميمڻ، لطيف
سومرو، پير صبغت الله شاھ، امير پٽي، رمز علي شاهاڻي، نور محمد
سرڪي، ستار آرا ئين، حميد آرائين شگر مل ڪان ذات شڪراني نالو ياد
نٿو اچي، محبوب راڄپر، ضمير راڄپر، فاروق احمد، سعيد احمد، عظيم
عباسي، اسلم سومرو، فقير قاسم شاهاڻي، غلام حيدر شاهاڻي ٻيا بہ
ڪيترا شاگرد هيا جن جا نالا ياد نٿا اچن. واھ جا اهي ڏينهن هوندا هيا، ان
ڪان سواءِ ٻي ڪلاس ۾ بہ ممتاز علي شاھ ۾ مير وساڻ دوست هوندا هئا. ادا
عبدالحڪيم سرڪي، ادا علي حسن عباسي ٻين جا نالا نٿا ياد اچن، اسان
ڪان سينيئر ادا حسين گل، پيرحاجن شاھ، عبدالعزيز وساڻ، بدرالدين
چامڙو، حبيب ميمڻ، عابد عباسي، قربان ميمڻ، حضور بخش ميمڻ،
جونيئرن مان بشير احمد قادري ڪلهوڙو عباسي، قربان سرڪي، فيض
محمد سرڪي، پليو سرڪي ۾ ٻيا شامل آهن. اسڪول ۾ فٽ بال راند بہ
ٿيندي هئي، سنڌ ـ پنجاب جا رانديگر حصو وٺندا هيا، جن ۾ راٽيپور جا
پير صاحب مشهور هوندا هيا. پير ابو سائين، پير منل سائين، پير بگن،
پورل سائين، ان ڪان سواءِ نظير شيدي، چاچا غوث بخش خاصخيلي، الله
وڏايو سرڪي، استاد غلام نبي منگي، استاد غلام رسول منگي، استاد غلام
شبير منگي، سهيل قاضي، قاضي نياز ۾ ٻيا بہ ڪيترا ئي رانديگر هوندا
هيا، انهن بہ راند ۾ حصو ورتو هو، انهن کي داد ڏيڻ وارا سٺي انداز ۾ داد
ڏيندا هيا، اهي ڏينهن ۾ شينهن هيا، راٽيپور جا پير صاحب بہ هن اسڪول
۾ پڙهيا هيا، جيڪي اڳتي هلي سياست جي ميدان ۾ ايم پي اي، ايم اين
اي ۾ منسٽر بہ ٿيا، اهي بہ هن اسڪول مان پڙهيا هيا، هن شهر تي پير

صاحبن جو وڏو اثر هو، فيصلا بہ انهن وٽ ٿيندا هيا. پير ميران شاهہ ۽ عبدالقادر جو وڏو اثر رهيو. هن شهر تي سياسي ميدان ۾ تمام سٺيون شخصيتون رهيون آهن. پيري مريدي بہ انهن جي سنڌ، بلوچستان تائين هوندي هئي، پير سائين ميران شاهہ جيلاني جو مان بہ مريد رهيو آهيان. تمام سٺا انسان ۽ راڄ ڀاڳ سان سٺي نموني پيش ايندا هيا، را ٽي پور ڪاروباري شهر آهي، ان جي آس پاس وڏا ڳوٺ ۽ گهڻين ذاتين وارا ماڻهو رهن ٿا، شهر جي چوڌاري هي ڳوٺ آهن، جن ۾ واطٽي سرڪي وڏا ۽ ننڍا، لعل ڳوٺ سرڪي، حاجي لقمان سرڪي ڳوٺ، حاجي مريد سرڪي ڳوٺ، موسيجي ڳوٺ، عباسي ڪلهوڙا، وڏيرو بلاول عباسي ڪلهوڙا ڳوٺ، سالار ماڇي سولنگي ڳوٺ، وساڻ علي آباد ڳوٺ، سوڍڙن جو ڳوٺ شاهاٽي برادريءَ جا ڳوٺ، راڄپرن جا ڳوٺ، ان کان سواءِ گهانگهرا، ڪلهوڙا، عباسي، ونڊير، سهتا، چنا، جتوئي، لاڙڪ برادري، پيرزاده بولو بادشاهہ وارا متولي جن مان اسان جو پيارو دوست بهاول الدين پيرزادو پنهنجو مٽ پاڻ آهي ۽ شهر جي اتر پاسي کان سچل سائين جو روضو مبارڪ بہ آهي. درازه شريف ۾ سچل جي خاندان ۽ راٽيپور جي جيلاني خاندانن جا بہ پاڻ ۾ گهرا ناتا هيا. هاٽي اسان جو پيارو دوست فاروقي بشير سياسي ميدان ۾ اڳڀرو آهي، يارن جو يار آ، اسان جي وڏن جا بہ هن خاندان سان پرا ٽا واسطا آهن. اسان جي وڏن مٿان هن خاندان جو شفقت ڀريو هٿ رهيو آهي، جتي بہ هجن، خوش هجن، جوٽيجا، فاررقي، ملاح، ميمڻ، سومرا، انصاري، شيدي، بروهي، هانبي، جوڳي، اسلامي شيخ، هندو برادري عيسائي برادري، پنجابي برادري، اردو برادري وغيره ذاتين جا ماڻهو هن شهر سان تعلق رکن ٿا، هن شهر سان ڪاروبار ۾ سلهاڙيل آهن، بهرحال ان دور ۾ جيئن سو تيئن ڪري ميٽرڪ پاس ڪئي سون. دوستن مان ڪو ڪاڏي هليو ويو تہ ڪو ڪاڏي، ولر مان سپ وچڙي وياسون.

*****



# ڀاڱو/6

# ميلا، مزدوريون، محنتون

منهنجو ڇهين ڪلاس کان ڏهين ڪلاس وارو دور (1975ع ـ 1979ع) ياد گار آهي، هن دور ۾ پڙهائي سان گڏ بابا سائين، چاچا الله بخش ۽ ادا علي گل سان گڏ جي ميلن ۾ دڪانداري بہ ڪئي آهي، ميلو راٽيپور دستگير جو هجي يا سچل سرمست، ريجهل شاهہ، مهدي فقير سائين، شاهہ شڪيرو، ناگو دفتري، گڏيجي وارو تل، پير حيات شاهہ، نواڙي وارو ميلو، امام شاهہ پير گڏي وارو ميلو، شاهل ڏٽي ڀرلو خيرپور وارو ميلو، نصير فقير جلالاٽي وارو ميلو، گنبل شاهہ جو ناري وارو ميلو (بودلو بهار) حاجن سائين، ڇتن شاهہ بخاري، جتي اسان جي وڏن جون قبرون بہ آهن، ان کان سواءِ ٻيا بہ ننڍا وڏا ميلا هوندا هيا، جتي مان وڏن سان گڏجي دڪانداري بہ ڪئي آهي، اهو ڪم وڏي محنت ۽ مشقت وارو ڪارو بار هو، انهن ميلن تي اسين ناريل جي مٺائي جا دڪان هڻندا هياسون، ڪڏهن ڪڏهن ڪشمش جا دڪان، تہ ڪڏهن وري پڪي مٺائي جا دڪان تہ، ڪڏهن وري چانهہ ۽ بوتلن جا اسٽال ۽ ڪڏهن ٺادل شربت، پڪوڙا ۽ سگريٽن جي مانڊلي جا اسٽال بہ هڻندا هياسون، مون کي انهي ڪم ڪرڻ جو سٺو تجربو هو جيڪو مان پنهنجن وڏن وٽان سکيو هو، انهن سڀني ڌنڌن کان سواءِ اسان جو انهن ميلن ۾ ٺيڪو هو تہ ميلي وارن کي لڪڙا، صندل، ڪٽون وغيره بہ اسان ڏيندا هيا سون. ان سامان جي سار سنڀال ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هوندو هو. بابا ان ڪم ۾ بہ ماهر هو، هر پاسي ميلي وارن جي زبان تي زوار، زوار جو نالو گونجندو هو، بابا تمام مهمان نواز ۽ يار ويس انسان هو، ميلي ۾ جيڪي پرديسي پنڌ ۽ ٻيا دور کان ايندا هيا تہ انهن جو وڌيڪ خيال رکندو هو، انهن لاءِ صبح جو ماني مکڻ،

لسيءَ سان ڪٽي ايندو هو، ڏاڍو ايماندار هو، ان جي منهن ۾ تمام وڏو رعب
تاب هوندو هو، ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪڍڻ وارو برجستو انسان هو، وڏي
ايمانداري سان وقت گذاريائين، ڪنهن جي بہ ڪاڻ نہ ڪڍندو هو، پر ڇا
ڪجي حق حلال رزق ۾ تڪليفون ضرور آهن پر، برڪتون تمام وڏيون
هونديون آهن، انهن برڪتن جي ڪري ئي اڄ هن منزل تي پهتا آهيون. وڏا
چوندا هيا تہ حق حلال رزق ڪمائڻ سان ماڻهو کي امير ٿيڻ ۾ دير لڳندي
آهي، پر حرام ڪائڻ وارو تہ هڪ ڏڪ يا هڪ رات ۾ امير ٿي سگهي ٿو،
بهرحال الله پاڪ حرام کان بچائي، حق حلال جو رزق نصيب ڪري (آمين).
ميلن ۾ گهڻو ڪري ناريل جي منا ئي جو دڪان هوندو هو، ناريل جي شئي
چاچا الله بخش ۽ ادا علي گل ڪڏهن بابا ۽ ڪڏهن ڪڏهن رحيم بخش
سرڪي جيڪو بابا جو شاگرد هيو اهو بہ ناريل جي شئي ناهيندو هو. وقت
هلندو رهيو، دڪان ۾ چار يا پنج آسڻ هيا، بابا هر رات واپس گهر هليو
ويندو هو، پوءِ وري اهو سارو ڪاروبار مان سنڀاليندو هوس، سڄي رات
اوجاڳو ڪندو هوس، ڇو جو شئي ڪپائڻ ۾ سيني کان وڌيڪ ماهر هوندو
هوس. شڪل صورت جو بہ سهڻو ننڍڙو ۽ پيارو هوندو هوس. اڪثر ڪري
ماڻهو مون کان شئي وٺندا هيا، منهنجي اڳيان وارو دڪاندار بہ ڏاڍو تيز
هوندو هو، محمد صادق ڀڳميو تمام سٺو انسان هو، مون کي ننڍن ڀائرن
وانگر ڏسندو هو، ڪڏهن ڪڏهن ان کان وڌيڪ گراهڪ مون وٽ اچي
ويندا هيا تہ ڪلي پوندو هو چوندو هو تہ ڀاڳ سان ريس نہ آهي. سڄي رات
جا اوجاڳا ٿڪائي ڇڏيندا هيا. ان وقت ڪڏهن بابا جا ڀاٽيجا اسان جا ققات
بہ اسان سان گڏجي هٿ ونڊا ئيندا هيا، ادا حاجي بنگل ادا محمد بخش، ادا
احمد، ادا عبدالرحمان، ادا محمد يعقوب ۽ چاچا محمد حسن بہ هوندو هو،
جن کي بابا پنهنجي مزوري ڏيندو هو، ڪڏهن ڪڏهن ادا وڏيرو ڏٽي بخش
بہ ساٿ ۾ ساٿاري ٿيندو هو. بابا صبح جو پنجين بجي پهچي ويندو هو، پوءِ
مون کي آرام جو موقعو ملندو هو. بس آرام صرف ٽي يا چار ڪلاڪ ڪندو
هوس تہ بابا کي آسڻ تان اٿاري وري سڄو ڏينهن ۽ رات ڏنڌي سان لڳي



ويندو هوس، ميلن ۾ ملاڪڙو، سرڪس، ٿيٽر، موت جا کوهہ، سينيما ۽
ميجڪ شو بہ هوندا هيا تہ، ان سان گڏ ڪوڏي ڪوڏي، رڇ ڪتي جي ٻچ ۽
ڪوتن ۾ سوئر بند هوندا هيا، انهن تي بہ ڪتن جي ٻچ ٿيندي هئي، جڏهن
ملاڪڙو ۽ ٻيا شو ختم ٿيندا هيا تہ اچي ماڻهن جي شئي وٺڻ تي رش ٿيندي
هئي، ڪو چوندو هر ڪو چوندو هو تہ مون کي ڏي، تارازيءَ ۾ شئي توري
توري ٿڪجي پوندا هياسون پر منهجي آسڻ تي رش جام هوندي هئي، ڇو
جو منهنجو آسڻ چونڪ وارو هوندو هو، اها رش بہ ڪلاڪ هوندي هئي،
پوءِ آهستي آهستي گهٽبي ويندي هئي ۽ ساري رات ڏنڌو هلندو رهندو
هو، انهي وچ ۾ رات جو يا ڏينهن جو منهنجا ڪلاس فيلو بہ ايندا هيا، جن
کي مفت ۾ شئي کارائيندو هيس ۽ خرچي بہ انهن کي ڏيندو هيس، يار
دوست، اوڙي پاڙي وارا بہ ايندا هيا، انهن کي بہ شئي ڏيندو هوس ۽ خرچي
بہ، دعا ڪندا هيا، دل جو سخي هوندو هوس، بابا کان لڪائي شئي جا پيسا
دوستن کان نہ وٺندو هوس. بابا کي خبر پوندي هئي تہ بہ ناراض نہ ٿيندو
هو، منهنجن دوستن جو تمام گهڻو خيال رکندو هو، ڇو جو پيءُ، ماءُ ۽
سيني گهر ڀاتين جو لاڏلو جو هيس، ان ڪاروبار کان سواءِ پنهنجي ڳوٺ
زوار حاجي ربنواز ۾ مسجد اوطاق جي پرسان ڪرياني جو دڪان بہ هوندو
هو، ان مان بہ چڱي روزي ملي ويندي هئي، اوڙي پاڙي ۽ رستي وارا بہ
مون کان سامان خريد ڪندا هيا، فصل جي مند ۾ چڱو خاصو ڪارو بار
ٿيندو هو. ڪٽڪ، ڦتيون ۽ جوئر بہ سني مقدار ۾ گڏ ٿي ويندي هئي،
وري اهو مال ڏ ئي ٻيو سامان دڪان ۾ وجهندو هوس، ست اٺ سال
ڪرياني جو دڪان بہ گهر پرسان هلايو هو، اتان سني آمدني ملندي هئي،
پنهنجي اسڪول ۽ گهر جو خرچ بہ ڪجهہ ان مان ڪيندو هوس، اتي
دڪان تي ڪڏهن پير رمضان شاهہ ايندو هو تہ ان کي جوئر جو ان ڪڪڙن
لاءِ مفت ۾ ڏيندو هوس، ان کان پيسا نہ وٺندوهوس، تمام سٺو انسان هو،
اوڙي پاڙي کي پنهنجن ٻچن وانگر ڏسندو هو، مون سان سني لڳندي
هيس، مان بہ ان جو خيال ڪندو هوس. انهيءَ وقت سيني ڀائرن ٻني ۾

ڏاندن سان هر بہ ڪاهيا هيا، ڳڏجي وڏيون محنتيون ڪيون. وڏن ۽ ننڍن سان ملي ڪري تمام گهڻي محنت ڪئي، اسان جو گهراڻو وڏو محنت ڪش هو، جنهن جو صلو اسان کي مليو آهي، ڇو جو اسان جي استادن ۽ والدين سڻي پرورش ڪئي، جو اڄ اسان هن منزل تي آهيون، جڏهن مان ميلن تان مو ٽندو هوس تہ امان جي هٿ تي ڪوڙ سارا پيسا ۽ ان لاءِ سڀڻيون ۽ ڪوڙ ساريون سو ڪڙيون وٺي ايندوهوس، دعائون ڏيندي هئي، چوندي هئي تہ جڏهن تون ڪمائڻ جهڙو ٿئين تہ مون وٽان ڪڏهن بہ پيسو نہ ڪٽو پٽ تون وڏي ڀاڳ وارو آهين، والدين جي دعائن سان هن منزل تي آهيون، استادن کي بہ شيون، خرچيون ۽ سو ڪڙيون ڏيندوهوس.

اسان جا استاد اسان شاگردن لاءِ فخر جو باعث آهن، اسان جا والدين بہ جس لهڻن، جن محنت ۽ مشقت ڪري اسان کي پڙهايو ۽ ڏنڌي ڪرڻ جا گر سيکاريا، ڇيائون تہ ڏنڌو ڪرڻ ۾ ڪو عيب ناهي اها نبين جي سنت آهي حلال رزق جي ڳولا ۾ لڳي وڃو.

*****



# ڀاڱو/7

## امان، بابا جي حج لئہ روانگي، تعلقات ۽ عيد

منهنجي عمر 10 يا 11 سال هوندي تہ ان دوران اسان جو راڻيپور ٿاٽي جي پرسان چانهہ جو هوٽل هوندو هو، ان سان گڏ سگريٽن جي مانڊلي پڻ هوندي هئي. مان اڪثر ڪري اتي دخل تي ويهندو هوس. اتي ريڊيو ٻڌندو هوس. اهو 1971ع واري جنگ جو زمانو هو، راڻيپور جي بازار ۾ رضاڪارن کي سکيا ڏني ويندي هئي، نون رضاڪارن جي پرتي بہ ڪندا هئا. جنهن ۾ منهنجو ڀقات محمد بخش سرڪي، محمد يعقوب ۽ عبدالرحمان سرڪي سکيا وٺندا هيا، ان سان گڏ ٻيا بہ پاڙي وارا هيا. مونکي بہ شوق جاڳيو پر ان وقت آئون عمر ۾ ننڍو هوس.، روز جنگي صورتحال ريڊيو تي ٻڌندا هئاسين، شام جو هڪ پروگرام هلندو هو"پٽ جنبورا" سچ سمورا هلندو هو. هندستان جي هندن تي ٺٺولي ڪندا هيا. اچانڪ اهو پروگرام هڪ ڏينهن بند ٿي ويو. خبر پئي تہ بنگلاديش تي هندستان جو قبضو ٿي ويو آهي. بهرحال قصو تہ وڏو آهي. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ هوٽل بند ڪري ان جڳهہ تي بابا سائين ڊ ڪاٺڪو دڪان ڪوليو. اتي ٻہ ڪاريگر جن سان بابا سائين جو تمام گهڻو پيار هوندو هو. چاچا ارباب سومرو ۽ ان جو پٽ محمد حسن، جيڪي تمام سٺا ڪاريگر هيا. اتي اسان جو ڪاروبار سٺو هلندو هو. اوچتو ٿاڻي وارن نوٽيس ڏئي دڪان خالي ڪرائي ڇڏيا، اسان انهن مان ڪجهہ ٺهيل ۽ ڪجهہ اڻ ٺهيل سامان جنهن ۾ پينگهو ۽ پلنگ بہ هئا، جيڪي منهنجي سنت طهر لاءِ بابا سائين ٺهرايا هيا ڪٽي گهر رکياسين. ان وقت بابا پئسي ڏوڪڙ ۾ اڳيرو ٿي ويو هو، ان

ڪانپوءِ منهنجي، حسين گل ۽ سدا گل جي طهرن جي تياري ۾ لڳي ويو. اها
تياري مهينو کن اڳ ۾ کپي هئي. اهي سڀ تياريون مڪمل ڪري سڏ
ڏيڻ شروع ڪيائين. جن ۾ مٽن، مائٽن ڪانسواءِ جيڪي اوڙي، پاڙي
واريون ذاتيون هيون. سرڪي واطڻي، ڪلهوڙا، عباسي، جوڻيجا، لاڙڪ،
گهانگهرا، وساڻ، سومرا، پنيرا، هنگورا ۽ ٻيون بہ ذاتيون هيون، ان
ڪانسواءِ پري پري وارن دوستن جهڙوڪ، سکر، خيرپور، نري ميرواهہ،
سوئي گيس، گمبٽ، کهڙا، درازه شريف، سوپو ديرو ۽ ٻين علائقن جا
دوست بہ سڏيائين، ڏام ڏوم سان سنت طهر جو بندوبست ڪيائين. ان
وقت ماڻهو اڪثر ڪري ڏاند گاڏين تي هڪ ٻئي ڏانهن شادين تي ايندا
ويندا هيا، جنهن ۾ حسين گل، سدا گل جو طهر، مون کان اڳ ۾ ٿيو. آخر ۾
جڏهن منهنجو طهر ٿيو تہ مان پوئي کي طهر دوران ٿڦڙ هنئي. خبر پئي تہ
مان جوان آهيان. ڏڃڻو ناهيان، ڪوڙ ۾ پوئو بيهوش ٿي ويو. چوڻ لڳو تہ
مونکي مينهن ڏيو تہ پوءِ آئون اٿان. بهرحال بابا جو دوست هو. بابا چيو تہ
اٿ آئون توکي گهڻا پئسا ڏيندس، پوئو پوءِ اٿيو. پوءِ وري خوشي مان
جهمريون دهل وڄي ويا. اسان ٽنهي ڀائرن کي ڪٽي پينگهي ۽ پلنگ ۾
سمهاريو ويو. پوءِ ڪائڻ پيئڻ جا دور شروع ٿي ويا. بهرحال تقريب پڇاڻي
تي پهتي، هرڪو پنهنجي گهر روانو ٿي ويو. ڪجهہ وقت کان وري بابا
کي حج ڪرڻ جو شوق ٿيو. ان وقت ڀٽي صاحب جي حڪومت هئي. جنهن
ڪراچي کان حج لاءِ بسون هلايون هيون، بابا، پنهنجو ۽ امان جو پاسپورٽ
ٺهرائي، حج لاءِ تيار ٿي ويو، اسان گهر ڀاتين کان موڪلائي امان کي ساڻ
ڪري سکر، شڪارپور ڦاٽڪ وٽ هڪ هوٽل هئي. اتي سڀني مسافرن کي
انتظار ۾ ويهاريو ويندو هو تہ جيئن بسون اچن روانا ٿيون. مان وري
پنهنجي گهر ڳوٺ ۾ هيس، مٿان اچي فقير مهدي سائين جو ميلو آيو،
ميلي جي تياري ۾ لڳي وياسون. چاچا الله بخش، ادا علي گل ۽ مان ان
ميلي تي ناريل جي منائي جو نہ پر ڪشمش جو دڪان کوليو، مان وري
لاهوري گجرون وٺي آيو هوس. هڪ ٻوري، جنهن کي ٽين ۾ پڇائي،



پنهنجي شوق مطابق ٿالهہ ۾ رکي ملاڪڙي ۾ اندر وڃي وڪڻندوهوس. ٽي
ڏينهن ميلو هلندو هو. رات ڏينهن اتي هوندا هئاسين. ڪشمش جو بہ
ڏنڌو هليو، ان ڪانسواءِ منهنجون سڀ گجرون بہ کپي ويون. مان ان وقت
سو روپيا ڪمايا ۽ ڏاڍو خوش ٿيس. بابا کان سواءِ ميلي ۾ مزو ئي نہ آيو.
ان جا نصيب ئي پنهنجا هيا. اڳئين سالن جي پيٽ ۾ ان سال ڪمائي گهٽ
ٿي. ميلو ڪمائي واپس گهر موٽي آياسين، مون جيڪي پئسا ڪمايا هيا.
سوچيو هوم تہ اسڪول جو يونيفارم وٺندس، پر اهو نہ ورتم. امان ۽ بابا
جي تمام گهڻي سڪ لڳي هئي. بابا جو دوست چاچا محمد حسن مونکي
پٽ وانگر ڀائيندو هو، هو گهوڙو بگي هلائيندو هو. مونکي ننڍپڻ ۾ ڏاڍو
گهمائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن گهوڙن جي ريس ۾ پنهنجن سٺن گهوڙن
جو مقابلو ڪرائيندو هو. چاچا کي چيم تہ مونکي سکر بابا سائين جن
ڏانهن وٺي هل، پوءِ ان سان گڏ بس تي چڙهي سکر پهتاسون. بابا، امان
سان ملي ڏاڍو خوش ٿيس. انهن کي ميلي مان ڪمايل سو روپيا ڏنم. سڪ
وچان ڀاڪر پائي روئي ڏنم. امان پنهنجي ڇاتي سان لاتو. بہ ٽي ڏينهن
انهن سان بسن اچڻ جو انتظار ڪيو. اهي نہ آيون انهن جو نالو عظيم بس
ٽرانسپورٽ هو، پر ايجنٽ چيو تہ اسان کي ڪوئيٽا هلڻو آهي. اتي ٻين
بسن جو انتظام ٿيل آهي، پوءِ ان ڏينهن تي رات جو بابا، امان کي وٺي
سکر اسٽيشن تي وياسون. انهن کي ريل گاڏي ۾ چاڙهي، ڀاڪر پائي
موڪلايو، پليٽ فارم تي ڏاڍو رنس. سڀ ماڻهو مون ڏانهن نهارڻ لڳا.
اهڙي ئي ڪيفيت ۾ واپس گهر موٽي آياسين. وري پنهنجي پڙهائي ۽ گهر
سان گڏ ڪرياني جو دڪان هوندو هو. انهي ڪم ۾ لڳي ويس. بابا، امان
وارن جي سڪ ۾ سندن راهون تڪيندو رهيس. بابا جي چوڻ مطابق خبر
پئي تہ ڪوئيٽا کان بسن تي سفر ڪري اسين ايران قم شهر پهتاسون.
ايتري سردي هئي جو هر فروٽ جيڪو وڻن ۾ لڳل هو، برف ٿي ويو هو.
ايتري ٿڌ هئي جو اسان جي بسن هلڻ ڇڏي ڏنو. اتي قم ۾ اسين هڪ جڳهہ
۾ رهياسون. ان ڪمري ۾ ٿورو ننڍڙو سوراخ هيو. ان سوراخ جي ڪري

ڪمرو ايترو تہ ٿڌو ٿي ويو جو اسان ٿي ٿي ڪمبل مٿان وڌاسون پر پوءِ بہ ٿڌ نہ ويئي. ان دوران سفر ۾ اسان سان گڏ ڪراچي جو مهاجر نور محمد سموسا ڪچوري وارو اسان جو رفيق هو. اسان جو وڏو خيال ڪندو هو. مون کي پنهنجو پاءُ ۽ تنهنجي امان کي پيڻ ڪري سڏيو هو. تمام سٺو انسان ۽ سخي مرد ماڻهو هو. بهرحال اسين اڳتي نہ هلي سگهياسون. جيڪي اسان کان اڳ ويا هيا، اهي سعودي عرب پهتا ڪين حج نصيب ٿيو. اسان جو دوست جلال الدين قريشي جيڪو راڻيپور درگاه واري مسجد جو پيش امام ۽ خدمت گذار هيو، ٻارن کي قرآن شريف بہ پڙهائيندو هو، کيس حج نصيب ٿيو. ايران جي شهر قم ۾ جيڪي زيارتون هيون، اسان اهي سڀ ڪيون، واپس ڪوئيٽا پهتاسين. منهنجي سڃاڻپ وارو غلام رسول شاهاڻي جيڪو اتي چيف انجنيئر ايريگيشن هو. اسان جي ڳوٺ پرسان شاهاڻين جي ڳوٺ جو رهاڪو هو، جنهن جي مونسان سٺي دعا سلام هئي. ان جي ايڊريس هئي، ان کي ڪوئيٽا ۾ ڳولي لڌم، پوءِ ساڻس گڏجي پنهنجن ٻچن لاءِ سوکڙيون، پاکڙيون ۽ هڪ تاڪيو ثمر جي ڪپڙي جو ورتو، جيڪو ان دور جو تمام سٺي ۾ سٺو ڪپڙو هوندو هو. شاهاڻي صاحب اسان جي سٺي خدمت بہ ڪئي. ڪانئس موڪلائي، اسين ٽرين تي چڙهي پنهنجي ڳوٺ ڏانهن روانا ٿياسين. اچي پنهنجن ٻچن سان ملياسين. انهن کي ڏسي سفر ۾ پيش آيل تڪليفون يڪدم وسري ويون. ان ڪانپوءِ اسين پنهنجي ڪم ڪار ۾ لڳي وياسون. ڪجهہ سال گذرڻ ڪانپوءِ وري بابا سائين کي شوق ٿيو تہ پٽ جي شادي ڪرايان، مان ان وقت پنجين درجي ۾ پڙهندو هوس، ڇا ڪيان، امان بہ راضي نہ هئي. بابا کي ڪير چوي، زور اڳيان زاري آهي نہ چاهيندي بہ منهنجي ڪنڌ ۾ زوري ٿوڙهو وڌو ويو. ننڍپڻ کان ئي منهنجي خواهشن کي ماريو ويو. ان دور ۾ پنهنجو پاڻ ۾ وڏن جون محبتون هونديون، خير خيراتون ٿينديون هيون. عيدن ۾ وڏيون خوشيون هيون، عيد نماز پڙهڻ لاءِ بابا سان گڏجي راڻيپور ميران سائين وٽ ويندا هئاسون. بابا، چاچا ۽ ادا علي گل ڏاڍا محنتي هوندا هيا. ناريل



جي مٺائي ناهي، اها بہ گڏ کڻي ويندا هئا. عيد نماز پڙهي پوءِ ماڻهو هڪٻئي کي مبارڪون ڏيندا هيا. پوءِ جتي اسان جي مٺائي خريد ڪندا هيا. ڪلاڪ جي اندر سڄي مٺائي وڪامجي ويندي هئي، عيد سان گڏ پئسا بہ ڪمائي گهر ايندا هئاسين. عيد جا ٽي ڏينهن شهر ۾ رونقون ئي رونقون هونديون هيون. ملاکڙو، ڪوڏي ڪوڏي، رڇ، ڪتي جي ٻچ جا مقابلا ٿيندا هيا. پري پري کان شوقين اهي رانديون ڏسڻ ايندا هيا. اهي هئا ڏينهن ۽ شينهن جيڪي وري نہ ورٽا آهن.

*****

# پنهنجن جي پچار،
# سامونڊي سفر، واقعا، زيارتون

ايران کان واپس اچڻ کانپوءِ وري بابا سائين پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ لڳي ويو. اسان به اسڪول جي پڙهائي ۾ لڳي وياسون. ان سان گڏ ڪاروبار به هلندو رهيو. ان وقت حج تي ڪي ماڻهو پنڌ ته، ڪي وري بحري جهازن ذريعي ويندا هيا. چاچا الله بخش ۽ ادا محمد مراد کي به تمام گهڻو شوق هوندو هو. اهي ٻئي ادا حاجي ٻنگل جي اڳواڻي ۾ سفر لاءِ روانا ٿيا، ڇو جو اهو پهريان به قافلا وٺي ويندو هو. ان سان گڏ ڪراچي کان پيادل سسئي پنهون ۽ لاهوت واري رستي کان تربت، ڪيچ، مڪران، گوادر کان لانچن وسيلي سمنڊ پار ڪري يمن ويندا هئا ادا ٻنگل ٻڌايو يمن ۾ حاتم طائي جي دربار به آهي، جنهن جا چاليهه دروزا هيا، انهن سيني دروازن مان خير به ورتو هو، ائين پوءِ عُمان، مسقط جي رستي کان وڃي دُبئي پهچندا هيا. رستي ۾ محنتون، مزوريون ڪندا، دُبئي پڙاءُ ڪندا هيا. اتي گهڻو رهندا هيا، ڇو جو اتي رهڻ جي آزادي هوندي هئي، پوءِ اتي ڪڏهن دبئي ته ڪڏهن وري ديرا دبئي ۾ مزوري ڪري پئسا ڪمائيندا هيا. انهن ٻنهي شهرن جي وچ ۾سمنڊ هوندو هو. سمنڊ جي ٻنهي پاسن کان اهي شهر جڙيل هيا. جنهن کي گڏي ڪري دبئي چوندا هئا. هڪڙي پاسي کان مڇي مارڪيٽ ته ٻئي پاسي کان ڍڪ بازار هئي. دبئي ننڍو شهر هيو، جتي سينيمائون ۽ رنگ رلين واريون بازاريون به هونديون هيون. ادا مراد سينيمائن جي فلمن ڏسڻ جو ڏاڍو شوقين هوندو هو. تمام گهڻيون انڊين فلمون ڏٺائين. چاچا چيو ته هڪ دفعي اسين ٻئي ماما، پاڻيجا لانچن وسيلي



سمنڊ پار ڪري ايران ڏانهن وڃي رهيا هئاسون ته سمنڊ ۾ ايڏو وڏو تيز طوفان لڳو جو لانچ واري اسان کي اڌ ڪلوميٽر سمنڊ جي اندر لاٿو، ڇو جو اهي چوري چوري ويندا هيا، لانچن جي پڪڙ ٿيندي هئي. اسان کي به خالي پاڻي جا گيلن هيا. جيڪو هڪ مان سيني هيٺان رکيم، ٻيو محمد مراد رکيو. چاچي جي چوڻ مطابق ته سمنڊ جون لهرون ايتريون زور شور سان هيون، جو اسين هڪٻئي کان جدا ٿي وياسين. هڪ اهڙي لهر آئي، جنهن مونکي ان طرف ڌڪيو مان ڏٺو ته منهنجي اڳيان هڪڙو پهاڙ هو، مان سمجهيم ته انهي سان ٽڪرائجي ٻڏي مري سگهان ٿو، پر ويجهو اچي لهر اهڙي اٿل ڪاڏي جو پهاڙ وچان هڪ لنگهه ۾ وڃي ڌڪي ڇڏيائين. پوءِ پنڌ ڪندو، اڳيان ننڍا، وڏا ڳوٺ آيا. مزوريون ڪندي، ايران، عراق ۽ شام جي رستي مهينا لڳي ويا. وڃي سعودي عرب ملڪ ۾ نڪتس. پوءِ سوچيم ته محمد مراد بچيو، الائي مري ويو. مان وڃي مديني پهچي ويس. حج ۽ عمرو ڪري، مڪي شريف، ڪعبته الله جو ديدار ڪري اچي مديني جي شهر ۾ رهياسون. روزانو مُحمد منٿي جو سلام پڙهندا هئاسون، ڇو جو اسان جي ذات وارا اڪثر ڪري اتي رهندا هيا. جن مان حاجي نهال فقير حاجي، محمد ڪامل، حاجي محمد، ٻنگل ۽ ٻيا به هوندا هيا. اهي گڏجي اتي محنت مزوري ڪندا هيا، نهال فقير روضي مبارڪ ۾ اندر صحن جون صفايون ڪندو هو. وقت گذرندا ويا. سال ٻن کانپوءِ محمد مراد مون کي مديني ۾ مليو. ٻڌايائين ته مان ڪناري تي پهچي، وري لانچ ذريعي دبئي واپس ويو هوس. سال به اتي پئسا ڪمائي. وري واپس رستي ۾ ڏک ڏولاوا ڏسندو هتي پهتو آهيان. ڪعبت الله جون زيارتون ڪري وري اچي آستانو مديني ۾ ڪيائين. ائين مزوري سان لڳي ويو. چاچا الله بخش حج ڪري واپس پاڪستان وريو. محمد مراد سالن جا سال اتي رهي پيو. اسان جي ڳوٺ جو حاجي محمد مجيد اتي رهيل هو. هيڏانهن راڻيپور مان بابا کي حج ڪرڻ جو شوق جاڳيو. ان وقت پئسي ۾ اسين ڪجهه خاصا هئاسون، ڪجهه پئسا گڏ ڪري، ڪجهه سنگت ساٿ کان پنِي ستي تياري ۾ لڳي

ويو. ان وقت اسان جي اوڙي، پاڙي وارا ٻيا ٻـ تيار هئا. مان ان وقت ستين ڪلاس ۾ پڙهندو هوندس. بابا، امان سميت فقراءُ استاد جلال الدين گهرواري سميت، طالب حسين سرڪي پنهنجي پيڻ سميت، وڏيرو رحيم بخش وساڻ گهرواري سميت، چاچا يونس وساڻ. وڏيرو شفيع محمد پيلار، چاچا صوفن سرڪي، عبدالستار سرڪي، وساڻ ۽ ڪجھ ٻيا ماڻهو بـ شامل هيا. گهڻن جا نالا تہ وسري ويا آهن. اهو سڄو قافلو مولود ۽ نعت شريف جي گونجن ۾ راڻيپور اسٽيشن کان ٽرين تي چڙهي، مٺن، مائٽن کان موڪلائي ڪراچي طرف روانا ٿيا. وڃي حاجي ڪئمپ ۾ پڙاءُ ڪيائون. اتي سفر واريون سڀ گهرجون پوريون ڪري وڃي ڪياماڙي بندر گاه تان الشمس جهاز ۾ چڙهيا، جيڪو. صفينہ عرب ۽ صفينہ عابد بحري جهازن کان بعد ۾ نهيو هو، انهن کان ننڍو هو. ان ۾ تقريبن ڇهہ سو ماڻهن جي گنجائش هوندي هئي. انهن کان رفتار ۾ تيز هوندو هو. بابا چيو تہ جڏهن مان جهاز تي پير رکيم تہ خدا سان واعدو ڪيم، هاڻي نبي جي سنت ڏاڙهي رکندس، انهيءَ ڪي ڪڏهن نہ لاهيندس. اهو سامونڊي سفر جاري رهيو. جتي ست ڏينهن لڳندا هيا. اهو الشمس جهاز جي ذريعي ڇهن ڏينهن ۾ سفر طئي ٿيو. جهاز وڃي جدي بندر گاه تي لنگر انداز ٿيو، اسان جهاز مان لهي، سڪ وچان، مديني سرڪار جون نعتون پڙهندا، الله ڪي ياد ڪندا بسن تي چڙهي وڃي مڪي شريف پهتاسون. عمرو مڪمل ٿي ويو، پوءِ وار لهرائي، هوٽل ۾ پنهنجن، پنهنجن ڪمرن ۾ رهياسون. حج جي انتظار ۽ اوسيئڙي ۾ هئاسون. انهيءَ وچ ۾ جيڪي بہ زيارتون هيون، جبل ثور هجي، جبل نور جتي غار حرا آهي، ان غار ۾ نبي سائين ڪي وحي نازل ٿي، روز وڃي عبادت ڪندا هئا. جبل ثور ۾ اها غار، جتي پنهنجي بستر تي علي سائين ڪي سمهاري، پاڻ حضرت ابوبڪر ڪي ساڻ ڪري مڪي کان مديني هجرت ڪرڻ دوران انهي غار ۾ رهيا هيا، اها بہ زيارت نصيب ٿي. ان ڪانپوءِ جنت المالا ۽ جن مسجد، نبي ڪريم ﷺ جو گهر مبارڪ ۽ ٻيون زيارتون ڪيون. روزانو ڪعبتہ الله جو طواف، پنج وقت نمازون ۽



عمره ڪياسون. پيءُ ماءُ لاءِ دعائون گهراندا هياسين ۽ روزانو آب زم زم جو پاڻي پي اندر ڪي صاف سٿرو ڪندا هئاسين. ان وقت خط و ڪتابت جو سلسلو هوندو هو. بابا جا خط اسان وٽ پهتا. اسان جا خط بابا جن وٽ پهتا. پڙهي دل باغ بهار ٿي ويندي هئي. روئي ٻچن ڪي ياد ڪندا هئاسين.

مٿان حج بہ اچي ويو، مسجد نمره ۾ نمازون پڙهيون ۽ عرفات ۾ جبل رحمت ۾ وڃي نفل پڙهياسون جتي ڏاڏي آدم جي دعا قبول ٿي هئي جنهن ڪانپوءِ ڏاڏو آدم ۽ ڏاڏي حوا پاڻ ۾ گڏيا هيا. سڄو ڏينهن عرفات ۾ عبادتون ڪري بہ پهري، تہ پهري گڏ نماز پڙهي سون. سج لٿو ۽ سومهڻي جي نماز گڏ پڙهي. ٿوٽل حاجي خيمن مان نڪري مزلفہ ڏانهن روانا ٿياسين. اتان سڀ ڪنهن حاجين ننڍڙيون. ننڍڙيون پٿريون ڪنيون. رات اتي مزلفہ ۾ گذاري. فجر جي نماز پڙهي، قافلو مِنيٰ طرف روانو ٿيو ۽ شيطان ڪي پٿريون هڻڻ جو سلسلو جاري ٿي ويو، جيڪو تقريبن ٽي ڏينهن هليو. ان ڪانپوءِ قرباني ڪئي. ڪعبتہ الله شريف جوطواف ڪري، وار ڪوڙائي ڪمرن تان صاف سٿرا ٿي، احرام لاهي، ڪپڙا پائي واپس مِنيٰ آياسين. حج جا سڀ احڪام پورا ٿي ويا، اسان حاجي ٿي وياسين. پوءِ مڪي شريف واپس ورياسون. هوٽل ۾ رهي آرام ڪري، وري پنهنجي عبادت ۾ شروع ٿي وياسين. ان ڪانپوءِ اڳتي مديني شريف جو سفر شروع ٿيو. رستي ۾ مولود پڙهندا وڃي. مديني سرڪار جي شهر پهتاسون. مٿي محمد تي درود پڙهي سلام ڪيوسون. ان وقت اکين مان نار وهي رهيا هيا، پوءِ اتي رهي چاليهہ نمازون پوريون ڪيوسين. رهيل زيارتون جن ۾ جنت البقيع، مسجد علي، مسجد ابوبڪر. مسجد عثمان، مسجد عمر، مسجد بيبي فاطمتہ الزهره. مسجد بلال ۽ جنت البقيع ۾ احد جنگ جا شهيد، بي بي سانئڻ فاطمتہ الزهره، امام حسن، امام زين العابدين، امام باقر، امام جعفر صادق ۽ نبي صلي الله جي پٽ ابراهيم، حضرت عثمان، ان ڪانسواءِ نقشي مطابق جيڪي بہ زيارتون هيون، ڪيون. اهو زيارتن جو سلسلو جاري رهيو. مسجد قبا جيڪا نبي ڪريم ﷺ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ٺاهي، جتي نماز پڙهڻ ٻن عمرن جو ثواب آهي، مسجد غمامہ، مسجد

قبلتين، جتي اچانڪ نبي سائين جن ڪي وحي نازل ٿي هئي تہ اوهان هاڻي پهريون ڪعبو قبلو مسجد اقصيٰ جي بدران هاڻي منهن ڦيرائي ڪعبت الله شريف ڏانهن نماز پڙهو، پوءِ سائين جن ائين ڪيو، جبل احد، جتي نبي سائين جن جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو، اها جڳهہ ڏٺي سين، جبل احد جو ميدان جتي جنگ احد لڳي هئي. ان ميدان تي حضرت حمزه جيڪو نبي پاڪ جو پيارو چاچو هو. تمام دلير ۽ بهادر هو، اهو احد واري جنگ ۾ وڙهندي، وڙهندي شهيد ٿي ويو هو. ان جي شهادت تي نبي ڪريم جن تمام ڏکارا ٿيا هيا، ان جي قبر بہ اتي هئي. ان جي زيارت ڪري علي سائين وارو کوه، حضرت عثمان وارو کوه، حضرت سليمان فارسي وارو باغ، خاڪ شفا واري جڳهہ، جتان خاڪ شفا واري مٽي کنئيسون، ان کانسواءِ بہ ٻيون ننڍيون وڏيون سڀ زيارتون ڪري، نبي پاڪ جي روضي، مسجد نبوي ۾ عبادت ڪرڻ ۾ لڳي وياسون، ان وقت حج ڪرڻ ۾ چار، پنج مهينا لڳي ويندا هيا. پوءِ اچي ٻچن جي ياد ستايو، ٻچن ٻارن لاءِ سوکڙيون ورتي، کجور ۽ آب زم زم جو پاڻي محفوظ ڪيوسين، اسان کان پهرين جيڪي حاجي اتي رهندا هيا، انهن سان ملاقاتون ٿيون، پوءِ اتي منهنجو ڀاٽيجو محمد مراد، بابا چيو ان سان ملياسون، سالن کانپوءِ ملاقاتون ٿيون، ڏاڍي خوشي ٿي، ان بہ سوکڙيون، پاکڙيون ورتي ڏنيون، ڏاڍي خدمت ڪيائين، ڪجهہ اهڙو سامان هو، جيڪو اسان وٽ پئسا گهٽ هيا،سو هن ورتي ڏنو، سال ٻن کانپوءِ بابا ان کي پئسا واپس ڏنا، بهرحال حج، عمرو ڪري واپسي جون تياريون ٿي ويون، مديني سرڪار کان موڪلائي، اکين مان نير وهائي، واپس، جدي طرف ورياسون، بندر گاه وٽ ساڳئي جهاز ۾ چڙهي، ڇهن ڏينهن جو سفر سمنڊ ۾ ڪري، ڪراچي بندرگاه تي اچي لنگر انداز ٿياسين، پوءِ ٽرين ذريعي راڌيپور ڏانهن سفر جاري ڪيو. هوڏانهن راڌيپور ۾ اسان کي خبر پئي تہ حاجي سڳورا اچن پيا، جيڪي بہ حاجي حج تي ويا هيا، جنهن جا نالا پهرين مان ڪٽي چڪو آهيان، سڀني جا مٽ، مائٽ اچي راڌيپور اسٽيشن تي پهتا ۽ ان کانسواءِ ٻيا بہ اوڙي، پاڙي وارا ماڻهو ايتري قدر جو اسڪولن وارن آڌر ڀاءُ لاءِ ٽائيم کان اڳ موڪل ڪري ڇڏي.



نيٺ ٻارهين بجي ڏينهن جو ٽرين راڌيپور اسٽيشن تي پهتي. سوَن جي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿي چڪا هئا. جيئن ئي حاجي سڳورا ٽرين تان لٿا، مٽن، مائٽن ۽ عام ماڻهن بہ انهن جا هٿ چمڻ، پيرين پوڻ، ڀاڪر پائڻ شروع ڪيو، ڪين هار وڌائون، نهايت خوشي جا لمحا هئا، حاجي ۽ انهن جا مٽ، مائٽ سڪ وچان روئي رهيا هئا، تقريبن پنجن مهينن جو وڇوڙو هو، پوءِ مولود ۽ نعتون چوندا، ڪو پنڌ تہ ڪو ٽانگن ۾، ڪو پنهنجين سوارين ۾ گهرن ڏانهن روانا ٿيا، خوشي مان سڀ ڪنهن خير خيراتون ڪيون، سڀني حاجين هڪ ٻئي جون دعوتون ڪيون، ايتري قدر محبتون وڌي ويون جو ڄڻ هڪ گهر جا ڀاتي ٿي وياسين. بابا جڏهن حج ڪري واپس وريو هو تہ ادا علي گل ڏاڍو بيمار هو، ان امان کي ڏسي روئي ڏنو هو، ان جي شادي بہ ٿيل هئي پر پوءِ بہ ان جي گهر واري سهي سار سنڀال نہ ڪئي. امان ان جي حالت ڏسي ڏکايل ٿي وئي، ان جي خدمت ۾ لڳي وئي. ان کي بہ سڳن پٽن وانگر ڏسندي هئي، اهو ڪجهہ ڏينهن ۾ صحت مند ٿي ويو. چوڻ لڳو امان امان تون نہ هجي ها تہ مان مري وڃان ها. اسان جون ادا علي گل وڏيون خدمتون ڪيون آهن. ان کانپوءِ بابا کي پٽ جي اولاد ٿي. ان جو نالو الشمس جهاز سان تشبيهہ ڏئي شمس گل رکي ها پر پيدا ٿيندي ئي وفات ڪري ويو هو، اسان کي ڏاڍو ڏک ٿيو هو پر الله جي شئي هئي ان جي رضا تي راضي رهڻو آهي.

وڏن جون محبتون اسين اجان تائين قائم رکيون اچون پيا، هڪٻئي ڏانهن عيدون ڏيڻ جو سلسلو اجان تائين جاري آهي. مونکي ياد آهي تہ مرحوم چاچا يونس وساڻ، امان سائڻ کي ۽ حاجي رستم جي ماءُ کي ڏيءَ ڪري سڏيو هو، جيستائين پاڻ جيئرو هيو، ڪابہ عيد ڏيڻ کان نہ وساري هيائين، پر نہ هاڻي اهي مزا ۽ قربتون، ڪچهريون ۽ محبتون نہ رهيون آهن. هاڻي انهن حاجين مان سڀ گذاري ويا آهن. ڪجهہ اهڙا گهراڻا آهن جن جي اولادن کي سوٽ، سوٽ ڪري سڏيندا آهيون، وڏن جي پوکيل پوک سان نينهن جون ناتو نڀائيندا اچون پيا.*****

# ايبٽ آباد کان پھريون ڀيرو ماما آيو، امڙ بيماريءَ جي بستري تي

باباسائين حج کان واپس اچي، خير خيراتون ڪري واندا ٿيا. گرمين جي مند ۾ جڏهن جون، جولاءِ جون اسڪول جون موڪلون ملنديون هيون تہ اسان کي ڏاڏو گھمائيندو هو، ڪڏهن ڪراچي، ڪڏهن حيدراباد، ڪڏهن لطيف سرڪار، ڪڏهن قلندر سائين، سکر، لاڙڪاڻو ۽ ٻيا ننڍا، وڏا شهر گھمائيندو هو. زواري واري سفر جي پنهنجي دوست حاجي نور محمد صاحب ڪچورين واري جي گھر ڪراچي ويندا هئاسون، جنهن جو گھر سٽي ڪورٽ ڪراچي جي سامهون هوندو هو، هن بعد ۾ حج بہ ڪيو هو. هاڻ چاچا نور محمد پاڻ تہ گذاري ويو آهي، پر ان جا پٽ اتي اهو ئي ساڳيو اباڻو ڌنڌو سموسا، ڪچورين وارو ڪاروبار هلائيندا پيا اچن. جڏهن اسان چاچا نور محمد وٽ ڪراچي ايندا هئاسين تہ، اهو خوشي وچان ٻهڪي پوندو هو، پنهنجن عزيزن کي چوندو هو تہ منهنجي راڻيپور واري پيڻ، ڀاڻيجا ۽ ادا زوار ربنواز جن آيا آهن، مهاجر تي ڪري ايتريون خدمتون ۽ مانٽن ڏانهن بہ دعوتن جا سلسلا ڪرائيندو رهندو هو. اسان کي وڪٽوريا بگي تي ٽاور کان صدر تائين سير ڪرائيندو هو، تمام سخي ۽ مهمان نواز انسان هو. ان جي گھر واري ۽ اولاد مان پٽ ۽ ڌيئرون بہ اسان کي پنهنجن سڳن ڀائرن وانگر ڏسنديون هيون. ان دور ۾ ڪراچي ۾ اُٺ گاڏا، گڏهہ گاڏا، سنگل ۽ ڊبل ڊيڪر بسون، سرڪلر ٽرين ۽ ٽرام بہ هلندي هئي، جن تي اسان بہ سفر ڪيوسين. موسم ايڏي پياري، وڻندڙ هوندي هئي، جو گرمين جي مهينن ۾ ٿڌيون، ٿڌيون هوائون ڏينهن رات مينهن



جي ڦُڙ ڦُڙ جو وڻندڙ نظارو لڳاتار هوندو هو، ڪڏهن ڪلفٽن، منهوڙو، ڪياماڙي ۽ سمنڊ جو سير بہ ڪندا هئاسون، بهرحال اهو سلسلو جاري رهيو، هڪٻئي ڏي ڪراچي، راڻيپور اچڻ، وڃڻ گھڻو ٿيندو هو، اهي جڏهن اسان ڏي گھمڻ ايندا هيا تہ فيملي ساڻ ڪري پندرهن، ويهہ ماڻهو هوندا هئا، رستي ۾ کائڻ لاءِ ديڳيون پچائي، سٽي اسٽيشن ڪراچي کان ٽرين تي چڙهي، سڌو راڻيپور اسٽيشن تي لهنداهيا، پوءِ پنجن، ستن ٽانگن تي چڙهي راڻيپور شاهي بازار کان ٿيندي، اسان جي گھر پهچندا هئا. راڻيپور شهر ۾ اسان جي سڄي اوڙي، پاڙي ۾ خبر پئجي ويندي هئي تہ ڪراچي وارا مهمان چاچا زوار ربنواز جن وٽ آيا آهن، بابا سميت اسين سڀ ڏاڍا خوش ٿيندا هئاسون، انهن کي گھمائڻ، ڦيرائڻ، خدمتون ڪرڻ، سچل سائين، بودلو بهار، درگاهہ جيلاني ۽ ڪوڙسارا ٻيا تاريخي ماڳ مڪان ۽ پنهنجي زمينن جا خوبصورت، دلڪش نظارا جن ۾ باغ باغيچا ۽ کوهہ ڏيکاريندا هئاسين، انهن کوهن ۾ رسي ذريعي وهنجندا هئاسين، پوءِ وري کائڻ، پيئڻ ۽ دعوتن جا دور شروع ٿيندا هيا، ڪڏهن ننڍي ڳوٺ حاجي رفيق وارن ڏي، ڪڏهن حاجي رستم تہ، ڪڏهن حاجي گل شير وڏو ڳوٺ، تہ ڪڏهن اسان جي دوست حاجي مست علي جوٽو ڏي زمينن جا خوبصورت نظارا ڏسڻ ويندا هياسين، ٻہ ٽي ڪلاڪ رهي واپس اسين پنهنجي گھر موٽي ايندا هياسون. ائين وقت گذاري، کائي پي، گھمي ڦري، سوکڙيون پاکڙيون ڏئي، واپس ڪراچي ڏانهن ورندا هيا. اهو محبتن جو سلسلو ڪيترن ئي سالن تائين جاري رهيو، جيڪو اڄ بہ ان جي اولاد سان نڀائيندا اچون پيا، واهہ جا اهي ڏينهن هيا. ان کانپوءِ وري پهريون دفعو ايبٽ آباد کان اسان جو سڳو ماما راڻيپور اسان سان ملڻ آيو. ان سان ملي ڪري بہ ڏاڍي خوشي ٿي، ڄڻ تہ گھر ۾ عيد جو سمان هو، گرمين جو مهينو هو، رمضان شريف جا روزا هلن پيا، سچل سائين جو ميلو بہ شروع هو، ان سال اسان پنهنجو دڪان ٺيڪي تي ڏئي ڇڏيو هو، پوءِ بابا، ماما ۽ اسان ڀائرن کي ٽانگي تي چاڙهي، ميلي تي وٺي ويو، ميلو خوب

گهميوسون، تقريبن مهينو کن ماما سائين اسان وٽ ترسيل هو، گهر ۾ خوشيون ئي خوشيون هيون، مهيني کانپوءِ جڏهن واپس ورڻ جي تياري ڪيائين، پيهر پنهنجي بابا سائين يعني اسان جي نانا عيسيٰ خان جدون کي به وٺي اچڻ جو واعدو ڪيائين، ائين سوکڙيون ڏئي ريل ذريعي روانو ڪيوسين. مامن جي سڪ ايتري هوندي هئي جو امان ۽ اسين سڀ گهر جا ڀاتي راهه تڪيندا هئاسين، ان کانپوءِ اسين پنهنجن ڪمن، ڪارن ۽ پڙهائي ۾ لڳي وياسون، هڪ ڏينهن ڏهين محرم جو ڏينهن هو، ننگر نياز ڪري هر سال وانگر بابا ۽ اسين ڀائر جلوس سان گڏجي راڌيپور آيا هئاسون، چاڪين جي پاڙي ۾ نياز هو، اتي نياز پئي ڪيوسون ته ڪنهن مائٽ ٻڌايو ته اوهان جو نانا ۽ ماما اوهان جي گهر آيا آهن، پوءِ ته خوشي جي انتها ٿي ويئي، جلدي جلدي نياز ڪائي بابا سان گڏجي واپس گهر پهتاسون ته نانا کي ڏسي ان سان ڀاڪرين پئجي وياسون، امان لاءِ ته خوشي جي انتها هئي، پيءُ ڏيءُ ۽ ڀاءُ، ڀيڻ، سڪ وچان هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي روئي رهيا هيا، ڇو ته ان وقت امان جي طبيعت تمام ناساز هئي، پورا ڇهه مهينا بيماري جي حالت ۾ هڪ کٽ تي هئي، ڄنگهن ۾ تمام گهڻو سور هوندو هئس، ڊسمبر جو مهينو هو، چلهي تي ويهي ووڻئڻ جي سنگرين مان ڦٽيون ٻه ڪڍندا هئاسين، چلهي تي ويهي مگيرا به کائيندا هئاسين. سڀ گهر ڀاتي نانا، ماما، بابا، ڀائر ڀينرون، اوجاڳو ڪري امان کي سڄي رات زور ڏيندا هئاسون، گڏجي الله پاڪ کان دعا گُهرندا هئاسون ته منهنجا مالڪ مٺا، منهنجي امڙ سائڻ کي صحت ڏي، اهو تڪليف جو سلسلو سڄو سيارو هليو، انهي وچ ۾ نانا سائين ۽ ماما سائين اسان کان روئي موڪلائي هڪٻئي کي سوکڙيون ڏئي روانا ٿيا. اسان وري امان جيجل جي خدمت ۾ لڳي وياسون، علاج لاءِ ڏاڍا ڏکيا سفر ڪياسين، ڪڏهن ڪراچي ته، ڪڏهن شڪارپور ۾ پر فائدو نه پيو ٿئي، سکر ۾ هڪ عيسائين جي مشن هاسپيٽل هئي، مان ۽ بابا سائين امان کي اتي داخل ڪرايو، مان امان سان گڏ رهيس، علاج جاري رهيو، هڪ ٻن ڏينهن ۾ امان جي صحت سڌري ويئي،



رب پاڪ جا ڪروڙين ڪرم ٿي ويا، واپس گهر ورياسون، امان کي خوش ڏسي سڀ گهر ڀاتي خوشي ۾ ماپون نه پيا، امان پنهنجن پيرن تي پنڌ ڪري رهي هئي، پوءِ الله جو شڪر ڪيو، بابا سائين وڏي خير خيرات ڪئي، جيڪا اوڙي، پاڙي وارن ڪائي دعائون ڏنيون، ان کانپوءِ وري اسان جو ماما جن ڏي اچڻ وڃڻ جو سلسلو جاري رهيو، وري جڏهن ماما اسان جي ماميءَ کي ساڻ ڪري اسان وٽ آيو، ان کي نانا سائين موڪليو هو، ڪيس ان وقت جا ويهه هزار روپيا به ڏنا هيائين، اها رقم گورنمينٽ پاران ڪانئس خريد ڪيل زمين جي هئي، ان وقت گورنمينٽ انهيءَ زمين تي ايوب ميڊيڪل ڪمپليڪس ٺهرائي رهي هئي، جتي هاڻ ڪينسر جي بيماري جو وارڊ ٺهيل آهي. نانا سائين اها رقم ماما کي ڏئي چيو هو ته هي منهنجي ڌيءُ جو حصو آهي، ان کي ڏئي اچ، تون ان سان اتي گڏ رهي پئجان، ڇاڪاڻ ته هوءَ تمام گهڻي بيمار آهي، تڏهن گرمين جا سخت ترين ڏينهن هوندا هيا، محبت جا مانداڻ اسان جي گهر ۾، هر وقت متل هوندا هيا، هڪ ئي صحن ۾ کٽون وجهي، ٻاهر سمهندا هئاسون، مڇرن کان بچڻ لاءِ مڇردانيون به استعمال ڪندا هئاسون، بابا سائين جو مليريا کاتي ۾ غلام قادر شيخ دوست هو، ان کان هر سال گهر کي اسپري ڪرائيندو هو، بيماري کان بچڻ لاءِ سرڪار جنهن به قسم جا ٽڪا ڪڍيا هيا، اهي اسان سڀني ڀائرن کي هڻائيندو هو، پنهنجو ۽ گهر ڀاتين جو بيمارين کان بچاءَ لاءِ هر اپاءُ وٺندو هو، اوڙي، پاڙي وارن کي به ان بابت چوندو هو. سڀ مٽ، مائٽ گڏجي ڏکئي وقت ۾ هڪٻئي کي ڪم ايندا هئاسون، ان دور ۾ بودلي بهار جو تل لڳندو هو، هر مهيني جي پهرين سومر واري رات، تمام پري پري کان خلق ايندي هئي، اتي ٻوڙ، ماني، ناريل جي مٺائي ۽ ٻوتلن جو اسٽال بابا سان گڏجي هڻندا هياسين، چاچا الله بخش ۽ ادا علي گل به هوندا هيا، گڏجي سڏجي سڀ محنت ڪندا هئاسون، اتي ڏاڍيون ڌمالون به لڳنديون هيون، سائين يار محمدپيرزادو ۽ ميان غلام حيدر نغارا وڄائيندا هيا، پوءِ بابا اسين، ميان بهاول الدين پيرزادو، عاشق جلالي، ٻيا

دوست ۽ عام ماڻھو گڏجي ڏمالون ھڻندا ھئاسين. اھو پٽي صاحب جي حڪومت وارو دور ھو، ماڻھو چنڊ ۾ تلوارون ۽ گھوڙا ڏسندا ھيا، پٽو زنده باد جا نعرا ھڻندا ھيا، سڄي رات ميلو ھلندو ھو، ميلي ۾ عورتن ۽ مردن جا جن ڪيڻ وارا پوپا بہ ايندا ھيا، خاصو ڪمائي گھر موٽي ايندا ھئاسون. معمول مطابق بابا سائين، ھر ميلي ڪمائڻ ڪانپوءِ خير خيرات ڪندو ھو، بابا سائين جو اسان اولاد سان ۽ امان سائڻ سان بيحد پيار ھوندو ھو، سپني زيارتن تي، زواري، حج، عمره، امان سائڻ کي گڏ وٺي ويندو ھو ۽ ان سان گڏ اسان کي بہ لطيف سائين ۽ سيوھڻ شريف جون زيارتون ڪرائيندو ھو، ماما جن کي بہ اھي سموريون زيارتون ڪرائيندو ھو، وقت گذرندو ويو. ھڪ ڀيري ماما ۽ مامي اسان وٽ آيل ھيا، واپسي تي پھريون دفعو مان ۽ ادا حسين گل انھن سان گڏجي ريل ذريعي ايبٽ آباد وياسين، رات جو گھر پھتاسون، تڏھن اسان ستين يا اٺين ڪلاس ۾ پڙھندا ھئاسون، گرمين ۾ بہ سيءُ لڳي پيو، برساتون ھر وقت پون پيون، مامي اسان کي گرم پاڻي ڪري ڏيندي ھئي، اسين وھنجندا ھئاسين، بھرحال پھريون دفعو اتي پھچڻ سان نانا سائين، ماما، ماميون، ماسيون، ماسات ۽ ماساتين، ماروٽن ۽ ماروٽين سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي، انھن کي بہ انتھا درجي جي خوشي محسوس ٿي، اتي بہ چڻ اسان انھن جا لاڏلا ھياسون، اتان جا پوڙھا، ٻڪا، نوجوان، مرد، عورتون، سڀني وڏ ۾ وڏ خيال ڪيو، اسان جو پيارو نانا سائين عيسيٰ خان جدون تمام فقير منش انسان ھو، سندس جيڪي بہ مٽ، مائٽ ھيا، انھن سان ملياسون، ان دور جون شخصيتون نانا ۽ ماما جن جا ويجھا عزيز نانا فقيرا خان، نانا لعل خان جدون، ماما اسلم، ماما بشير، ماما تاج، ماما يونس، ماما سليم، ماما افسر، مستري روشن دين، ماما عبدالرزاق، ماما اقبال، ماما اسلم خان، ماما لعل خان ۽ ٻيا ڪيترائي مٽ مائٽ، دوست طارق جدون، سليم، نثار، شھزاد، ماروٽ ساجد خان، واجد خان ۽ ماسات لياقت، نثار، ماما سليمان، محمد فريد، فردون، جاويد، نسيم، بھرحال ڪيترا لکي ڪيترا لکان، تمام وڏو اسان جو



ناناڻو خاندان ايبٽ آباد ۾ آھي. اسان سرڪي خاندان ۽ جدون خاندان جو پاڻ ۾ وڏو پيار ۽ مٽي، مائٽي آھي، اسان جي مٽن مائٽن اتي وڏيون دعوتون ڪيون، ماما اسلم جيڪو ادا طارق جدون جو پيءُ ھو، اتي مردان ڪان بہ اسان جا مائٽ جدون پٺاڻ آيا ھيا، انھن سان بہ ماما اسلم اسان جون ملاقاتون ڪرايون، مون کي ۽ ادا حسين گل کي ڪپڙا بہ وٺي ڏنا ھيا، تمام پيارو انسان ھيو، رعب تاب وارو، بابا سائين سان بہ تمام سٺي لڳندي ھيس، پوءِ ماما جن اسان کي ڏاڍو گھمائيندا ھيا، ايبٽ آباد مانسھره، ھري پور، حويليان، قلندر آباد جو مشھو رچپلي ڪباب بہ ڪارائيندا ھيا، اسان کي ڏاڍو مزو اچي ويو، آخر گھر گھر آھي، پندرنھن ويھن ڏينھن ڪانپوءِ اسان جا اسڪول کلڻا ھيا، پوءِ مٽن، مائٽن تحفا طوائف ڏنا، ماما ۽ مامي سان گڏجي واپس ڳوٺ سنڌ ورياسين. اسان جي سڪ ۾ ماما يونس خان پنھنجي نوڪري ڇڏي ھئي، گھڻو وقت مامي سميت پنھنجي ڀيڻ يعني امان جي محبت ۾ اسان وٽ رھندو ھو. اسان سان گڏ ميلن ملاڪڙن ۾ ھٿ ونڊرائيندو ھو جيئن تہ ماما يونس کي اولاد نہ ٿيو، تنھن ڪري ھن اسان کي اولاد جيان سمجھيو، ھو اسان جو تمام گھڻو خيال ڪندو ھو، ڏاڍو پيائيندو ھو، ان جو پيار بہ ڏسڻ وٽان ھوندو ھو، ھونئن بہ ماما معنيٰ ڊبل ماءُ جيترو پيار، واقعي بہ ماما ڊبل ماءُ جيترو ئي پيار ڏنو، ڇا ڳالھہ ڪجي ماما يونس جي.

*****

# باڳو/10

# حسين گل ۽ منهنجو تعليمي سفر

جيئن ته ماما يونس اسان وٽ رهيل هوندو هو، ان جي موجودگي ۾ زندگي جو سفر جاري هو، ننڍا، وڏا ميلا ڪندا رهندا هئاسون، هن وقت پئسي ۾ اسان سڻا پاڻ پرا ٿي ويا هئاسون، بابا، امان ۽ اسين ساري فيملي ماما جن سان گڏجي ايبٽ آباد ويا هئاسون، اتي اسان جي جيڪا به جدون فيملي هئي، ان سان ملاقاتون ٿيون، امان، بابا ۽ اسان کي ڏسي سڀ مٺ، مائٽ ڏاڍا خوش ٿيا، امان، بابا ۽ اسان جي تمام وڏي عزت ڪيائون، زندگي جا سڀ ڏک، درد ساڻن ملي دور ٿي ويا، دعوتن جا دور شروع ٿي ويا، محبتن جا مانڊاڻ مچي ويا، بابا جي ايتري عزت هوندي هئي، جو سڀ ننڍا، وڏا، بابا کي، بابا، بابا چوندا هيا، بابا جو اڳ ذڪر ڪيل بزرگن سان ڪچهرين ۽ ملاقاتن جو سلسلو جاري رهيو، ڇو جو بابا جي ڪچهري ۾ ۽ اتان جي بزرگن جي ڪچهري جو مزو ئي ڪو پنهنجو هو، محفل ۾ ويهي ڪڏهن، مايا راڳ ڳائڻ جو دور به ٿيندو هو، جن ۾ غم ۽ خوشي جا گيت ٿيندا هيا، ڪڏهن کلڻ ته ڪڏهن روئڻ ۾ غمگين ٿي ويندا هئاسون، بهرحال اهو اچڻ، وڃڻ جو سلسلو اسان جو جاري رهندو هو، ڪڏهن، بسن تي، ڪڏهن ٽرين تي، ڪڏهن هوائي جهاز تي، بابا اتي اسان کي پنهنجن دوستن، مانسهره ۾ غلام حسين سونارو ۽ اوگي ۾ ٻين دوستن سان ملاقاتون ڪرايون، ان ڪانسواءِ ايبٽ آباد ۾ ٻيا ڪيترائي ماڳ، مڪان ۽ خوبصورت نظارا ڏيکاريندو هو، سير، تفريح ڪرڻ لاءِ ٻيا به ڪيترائي شهر گهمايائين.

هڪ ڏينهن نانا جي گهر ويٺا هئاسون، اچانڪ نانا عيسيٰ خان جدون ڪلهي تي چادر رکي بابا کي چيائين ته اُٿي هل ۽ منهنجي ڏيءُ کي



به ساڻ ڪر، ته روينيو آفيس هلي توکي ڪجهه زمين لکي ڏيان، جتي اوهان اڳتي هلي پنهنجا گهر ناهيو، پوءِ اتي گهر اڳيان جيڪو پلاٽ هيو، اهو وراڱن وسيلي ماپڻ لڳو، بابا کي چيائين ته هي پلاٽ مان توهان کي ڏئي ڇڏيو، بابا چيس ته بابا مون کي نه کپي، مون کي الله جو ڏنل گنج آ، مان روينيو آفيس نه هلندس، جنهن تي نانا ڏاڍو ڏڪايل ٿيو، گهڻي ايلاز، منٿون ڪيائين، بابا مور نه مڃيو، چيائين ته منهنجي مرڻ ڪانپوءِ منهنجي اولاد اوهان کي ڏئي الائي نه، واه نانا سائين تنهنجي اسان سان محبت، جي انتها. پوءِ مان، باباءِ امان گڏجي نانا کي روينيو آفيس بدران ڪالا پل طرف سيدن جي دربار ڏانهن وٺي وياسين. جن سان نانا جن جو اچڻ، وڃڻ گهڻو ٿيندو هو، اتي دربار تي وڃي دعا گهريسون، بابا ۽ نانا جي هڪ جهڙي فقيري طبيعت هوندي هئي، الله لوڪ ماڻهو هيا، امان سائڻ هوندي ته فقيراڻي طبيعت جي مالڪ هئي، بابا کي چيائين ته، هاڻي، فقير ات ته بابا جن جي گهر هلون، ڇو جو بابا ۽ امان هڪٻين کي فقير ۽ فقيراڻي چوندا هيا، واه جي بابا ۽ امان جي محبت جي پريم ڪهاڻي هئي، ڪهڙيون ڳالهيون لکي؟، ڪهڙيون ڳالهيون لکان؟، بابا جو ايبٽ آباد به پنهنجو وڏو شان شوڪت هوندو هو، ماما جن ۽ اتان جي مٽن، مائٽن ۾ بابا جي وڏي عزت هئي، پوءِ اتي گهمي ڦري، هڪٻئي کي تحفا طواف ڏئي، وٺي جنهن مهل واپس پنهنجي ڳوٺ ڏانهن روانا ٿياسين، ان لمحي، نانا، بابا کي چيو ته راٽيپور دستگير گيٽ اڳيان به تي ايڪڙ جيڪو پلاٽ هيو ( جنهن جي ان وقت قيمت به اڍائي لک ڪن هئي) ان جي مالڪ مهاجر باقر شاه کان ان جي قيمت پڇي ٻڌائجان. مان پيسا موڪليندس، اها خريد ڪجانءِ، اها زمين هن وقت ڪروڙن روپين جي آهي، پر نصيب نه ٿي، چاڪاڻ ته پويان نانا سائين جي وفات ٿي چڪي هئي. الله سندس مغفرت فرمائي. ان ڪانپوءِ اسان جو هڪ ٻئي ڏانهن اچڻ، وڃڻ جاري رهندو هو، ڪڏهن بابا سائين اسان سميت ته ڪڏهن مان اڪيلو امڙ سائڻ کي، ڪڏهن مٽن، مائٽن کي، ڪڏهن ننڍي ڀاءُ پرويز گل کي ساڻ ڪري اهي زندگي جا ڏکيا سفر

راڻيپور ۾ ايبٽ آباد جا ڪٽياسين. ڪيترين ئي سواريون بدلائيندا ايندا ويندا هئاسون، ان دوران اسين، مان ۾ ادا حسين گل ميٽرڪ پاس ڪري چڪا هئاسين.

راڻيپور جي ميلي جو آخري ڏينهن هو، اتي سائين عبدالمجيد شاه شڪارپور وارو، جنهن جي بابا سائين سان ڏاڍي سٺي دوستي هئي، بابا سان سندس ڀائرن جهڙي دوستي هوندي هئي، پاڻ راڻيپور ۾ سائين ميران سائين دستگير واري ميلي جي سارسنڀال، ماڻهن کي دڪان ٽڪي ڏيڻ ۾ ميلي وارن دڪانن جي مسواڙ جي اوڳاڙي ڪندو هو، انهي بابا کي صلاح ڏني ته ادا زوار هاڻي دڪانداري کي ڇڏي ڏي، تنهنجا خوبصورت ۽ فرمانبردار ٻچڙا آهن، انهن کي اڳتي تعليم ڏانهن گامزن رک، بابا کي اها دل سان ڳالهه لڳي ويئي، جيئن ته بابا کي، اسان اولاد کي پڙهائڻ جو اڳيئي شوق هو، جڏهن ماما جن کان خط ايندا هيا ته اهي خط محمد صديق کان پڙهائيندو هو، جيڪو ادا علي گل جو مامون هو، بابا جو اڳيون سالو هو، تمام سٺو، بابا جي حد کان وڌ عزت ڪندو هو. بابا کي تڏهن ئي شوق هو ته مان پنهنجي اولاد کي پڙهايان. لک پڙهه به انهن کان ئي ڪرايان، اها باباسائين جي دل جي خواهش هوندي هئي. بابا پڙهيل ته گهٽ هيو، پر قرآن شريف لاڙڪاڻي واري حافظ امام بخش، جيڪي ذات جا سومرا ۽ مخدوم سڏبا هيا، سندن ٻن پٽن محمد جنهن کي نالي مِٺو ۾ ٻئي جو نالو محمد عثمان هو، سان گڏ قرآن شريف جي تعليم ورتائين. اهڙي طرح نالي مِٺي وارن ڏانهن، اسان جو فيملي سميت شادين، غمين ۾ اڪثر اچڻ، وڃڻ ٿيندو هو. سائين حافظ امام بخش اسان جو وڏو خيال ڪندو هو. امان کي پنهنجي ڌيئرن وانگر سمجهندو هو، تمام نيڪ نمازي، پرهيزگار انسان هوندو هو، ساڳئي مدرسي ۾ پاڻ جنن کي به قرآن شريف پڙهائيندو هو، نالي مِٺي وارن جو اسان جي ننڍي ڳوٺ ۾ ماما حافظ محمد جي اوطاق تي تمام گهڻو اچڻ، وڃڻ هوندو هو. ڳوٺ ۾ چوپول تي ويندو هو ته سائين نالي مِٺي وارا آيا آهن، چو جو ان وقت اسان جي ذات وارا اتي ئي ديني



تعليم حاصل ڪندا هيا، اتي منهنجون ۾ بابا سائين جون به ملاقاتون ٿينديون هيون، بابا سائين قرآن شريف ڪانسواءِ ناظره قرآن خيرپور پرسان شادي شهيد روڊ تي ڪنڌرا ۾ شادي شهيد پرسان لونگ فقير جي مدرسي ۾ پڙهيو، جتي هڪ دفعو بابا مونکي به گهمائڻ وٺي ويو هو. ادا حسين گل مون کان هڪ سال اڳ ۾ سپريئر سائنس ڪاليج ۾ داخلا ورتي هئي. مان به مئٽرڪ پاس ڪري هنڌ بسترا ڪٽي ادا حسين گل سان گڏ تيار ٿيس ته بابا دعا ڪري چيو ته مان الله جي دعائن سان اوهان جي عزتن جو محافظ رهيس، هاڻي الله اوهان جي مدد ڪندو. پنهنجن عزتن ۾ منهنجن عزتن جو خيال رکجو، اهڙو ڪو ڪم نه ڪجو، جو مونکي تڪليف اچي، پوءِ بابا کان موڪلائي، پيرن تي هٿ رکي، امان سائنڻ شفقت پريا هٿ ڦيرائي خرچيون به ڏنيون، دعائون ڪيون. سامان ڪٽي بس اسٽاپ راڻيپور پهتاسون، جتي اڳ ۾ ئي اسان جو سبزي جو دڪان هوندو هو، جتي ادا علي گل ۽ ادا فيروز گل انهيءَ ڪاروبار ۾ ڏينهن رات مصروف هوندا هيا. اسان جي پڙهائي خاطر بي انتها محنتون ۾ پورهيا ڪيائون، جنهن منزل تي اڄ اسين پهتا آهيون، انهن ۾ هنن ٻنهي ڀائرن جو وڏو هٿ ۾ ڪردار آهي.

سبزي واري دڪان وٽ منهنجو دوست ادا هدايت الله شاهاڻي جيڪو اتي اسٽاپ تي چوڪيداري ڪندو هو، مون سميت اسان ڀائرن جو وڌ ۾ وڌ خيال رکندو هو، جهيڙن جهڳڙن ۾ ڏکن، سکن ۾ سدائين گڏگڏ هوندو هو، انهي ڪري بابا به ان کي پٽ وانگر ڏسندو هو، الله ان کي خوش آباد رکي، پوءِ ڀائرن کان موڪلائي خيرپور پهچي، داخلا ته پهريائين ورتل هئي، هاسٽلن جا ماحول صحيح نه هوندا هيا، اسان جڳهه ڪرائي تي وٺي، ڪڏهن ڏبر، ته ڪڏهن پنج هٽي پُٽا محلا، ڪڏهن لقمان، ڪڏهن مير علي بازار خيرپور ۾ رهندا هئاسون. تعليم جو سفر جاري و ساري هو، اتي اسين هي دوست گڏ رهندا هئاسين، مان، ادا حسين گل، غلام حيدر وساڻ، عبدالعزيز وساڻ، اهي چارئي ته پڪا ميمبر هوندا هئاسين. ٻيا به دوست

يار ايندا، ويندا، رهندا هيا، جنهن ۾ خادم پنهور، علي مراد عباسي، علي حسن عباسي، عظيم عباسي، بدر ڄامڙو، مرتضيٰ وساڻ، منظور وساڻ، الله وڏايو راڄپر، علي محمد شنباڻي، يونس ڪوڙڪاڻي، اختيار وساڻ ۽ ٻيا شامل آهن، ان کان سواءِ ٻه ڪيترائي دوست يار، ڪلاس فيلو هڪٻئي ڏي، ايندا ويندا هئاسون، جن ۾ خان محمد ننگريجو، علي محمد عباسي، دلاور وساڻ، عبدالجبار پتي، خوش محمد سوهو، مشتاق منگي، امان الله شيخ، جن ۾ سينئر ۽ جونيئر ٻه هوندا هيا، ڪي پڙهاڪو تہ ڪي ڪامريڊ ٻه هوندا هيا، مان وڏيڪ سوشل قسم جو هوندو هيس، ان وقت ڪاليج ۾ ڦولنگ تمام گهڻي ٿيندي هئي، پر مان ياري باشي وارو هئس، منهنجا سڀ دوست هيا، ڪڏهن ٻه ڪا تڪليف نہ آئي، ڪڏهن هاسٽل تي ٻہ دوستن وٽ رهندا هئاسون، گهمڻ، ڦرڻ، ميلا ملاکڙا، سياسي، سماجي پروگرام، لطيف ڏي ۽ ٻيا ٻہ جيڪي قومي ڏينهن، ڏهاڙا ملهائبا هيا، تن ۾ حصو وٺنداهئاسون، تمام نالي وارو ڪاليج هوندو هو، بي ايس سي تائين پڙهائي ٿيندي هئي، ان وقت پرنسيپال طاهر صاحب سٺو استاد، بهترين ايڊمنسٽريٽر، تمام خوبصورت، سهڻو، فزڪس سبجيڪٽس ٻہ پڙهائڻ ۾ هوشيار هوندو هو، تمام ذهين ۽ قابل هوندو هو، انهي ڪانسواءِ ٻيا ٻہ ڪيترائي نالي وارا استاد جهڙوڪ رحيم بخش ننگريجو، وزير مهر، غلام رسول گوپانگ، غلام رسول ميمڻ، اهي پڙهائي ۾ مشهور استاد هيا، ٻيا ٻہ خيرپور جا ۽ ٻاهريان استاد هيا، جن جا نالا وسري ويا آهن، ان وقت فوجي ٽرينينگ اين سي سي ٿيندي هئي، انهن سان ٻہ منهنجي ڄاڻ، سڃاڻ هئي، ڪڏهن ڪڏهن ميجر يا صوبيدار ايندو هو، تمام سٺي ٽريننگ ڪرائيندا هيا،شادي شهيد پهاڙ ڏانهن وٺي وڃي ريفل هلائڻ ٻہ سيکاريندا هيا، هر هفتي گهر واپس ايندا هئاسون، ان وقت ٽيهہ يا چاليهہ رپيا پڙهائي جي خرچ لاءِ ملندا هيا، هفتو پورو ان مان گذارو ٿي ويندو هو. اهو سلسلو ٻہ ٽي سال هليو، ڀاءُ علي گل ٿورو پڪو هوندو هيو، پئسن ڏيڻ ۾ ڪجهہ ڪيٻائيندو هو، ادا فيروز گل تہ ڏيڻ ۾ دير ئي نہ ڪندو هو، انهن پئسن کان



سواءِ منهنجي لاءِ ٻي خرچي ٻہ گڏ ڪري رکندو هو، ڇو تہ مونکي پيارو هوندو هو، منهنجو ٻہ گهڻو خيال رکندو هو ، مان ٻہ ان جو وڏ ۾ وڏ خيال ڪندو هوس، ڀين پائرن جي پيٽ ۾ رنگ جو ٿورو سانورو، وار گُهنڊيدار هوندا هيا، گهر وارا پوڳ، پوڳ ۾ ڪڏهن ان کي شيدي، شيدي ڪوٺيندا هيا. مان انهن سان وڙهي پوندو هوس، ادا کي تنگ نہ ڪيو، ان کي پڙهائڻ لاءِ مون وڏا وس ڪيا، پر ادا علي گل سدائين مخالفت ڪندو هو، چوندو هو تہ مان اڪيلي سر ڏنڊو ڪري نٿو سگهان، نيٺ اها قرباني ادا فيروز گل اسان جي ڪري ڏني، انهي ڪري مون وٽ پئسا جام هوندا هيا، منهنجو سدائين ادا فيروز گل ايئن ئي خيال ڪيو، پئسا ڀاءُ علي گل کان لڪائي ڏيندو هو، اهو سلسلو سالن جا سال هليو، انهي ڪري پڙهائي دوران منهنجي زندگي شهنشاهن وانگر گذري، پئسي جي مونکي ڪڏهن ٻہ ڪوٺ نہ ٿي، اٿو ٻاٺ پنهنجو ڪٽي ويندا هئاسون، ماني پاڻ پچائيندا هئاسون، ڪڏهن هوٽل تي ٻہ کائيندا هئاسون، رپيو، ڏيڍ ئي خرچ ايندو هو. مان صفائي جو تمام گهڻوخيال ڪندو هوس، مونکان دوست ڪم نہ ڪرائيندا هيا، منهنجي حصي پتي جو ڪم ادا عبدالعزيز وساڻ پاڻ ڪندو هو، مان پڙهائي ۾ وچٿرو هوندو هئس، ادا حسين گل مون کان وڌيڪ هوشيار، ذهين ۽ محنتي هوندو هو، پر پوءِ ٻہ مان هوشيار شاگردن ۾ ليکيو ويندو هوس، ڪپڙن جي پوشاڪ تمام سٺي هوندي هئي، چڱا ڀلا وڏيرا ٻہ مونکي پاڻ کان وڌيڪ پئسي وارو سمجهندا هيا، ان ڪري دوستن کي کارائڻ، پيارڻ، ڪڏهن فلمون ڏيکارڻ، منهنجو پسنديده مشغلو هو. اوڙي پاڙي، ڳوٺ وارن دوستن سان ٻہ اٿڻ، ويهڻ ۽ دعا سلام سٺي هوندي هئي، انهي دور ۾ هڪ ٻہ دفعا بابا سائين ٻہ اسان ڏانهن ۽ ادا هدايت الله شاهاڻي، حيدر شاهاڻي ۽ ٻيا مٽ ٻہ محمد يعقوب سميت ايندا هيا، ڪڏهن ڪڏهن ڪاليج ۾ يا آرٽس ڪائونسل ۾ راڳ رنگ جون محفلون ٻہ ٿينديون هيون، تہ پوءِ ادا فيروز گل ۽ ادا علي گل ٻہ ايندا هيا، انهن کي کارائيندو، پياريندو هوس، ادا فيروز گل پئسا ڏيندو هو، ادا علي پوءِ ٻہ پڪو. راڳ

رنگ ٻڌي، ڪڇريون ڪري واپس اچي جڳهه تي ادا علي گل جن کي سمهاريندو هوس، جڏهن سمهي ٿڪجي پوندو هو ته انهي جي کيسي مان سون جا نوٽ چوري ڪيندو هوس، ادا فيروز گل اهو سچو منظر، لقاءُ اکين سان ڏسي کنگهندو هو ته ادا هٽ ڪيو، پوءِ ان کي هٽ هٽي، زوري چُپ ڪرائيندو هوس، سخي ۾ شوم جو حساب ساڳيو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ ادا علي گل کي ٻڌائيندو هوس، اهي حرڪتون، وارداتون ڪيترائي دفعا ان سان ڪيون هيون، ان کي خبر به پوندي هئي پئسا گهٽ آهن، ڪيئن چوي ته کُٽل آهن، بابا چوندو هو ته تون پئسا ڪيرائين ٿو، گهر جي بدران ايترا پئسا ڪيسي ۾ چو ٿو رکين؟، پئسو ان جي ڪمزوي هئي، پوءِ چپ ڪري ويهي رهندو هو، بابا نه ٻڌي، ڪجهه وقت ڪانپوءِ ان کي وري گهر پاتين جي آڏو اهي ڪهاٽيون ٻڌائيندو هوس، ڪلي پوندو هو. چوندو هو ته وڏو ڪو شرارتي آهين، پوءِ مان چوندو هوس ته ادا تون وڏو ٿي جو نه ڪارائيندو هئين، پوءِ اهي تنهنجا پئسا، توتي ئي خرچ ڪندا هئاسين، پوءِ امتحان شروع ٿي ويا، فرسٽ ايئر ۾ فرسٽ ڪلاس آيس، ادا حسين گل به انٽر ۾ فرسٽ ڪلاس آيو، تڏهن پڙهائي تمام ڏکي هوندي هئي، ڪاپي ڪلچر جو به دور هيو، پر ڪاپي به هوشيار ئي ڪري سگهندا آهن. ان دفعي ادا حسين گل جي ميڊيڪل ۾ سليڪشن ٿي نه سگهي، خيرپور ڊپلوما ۾ داخلا ورتائين. مون اڳتي پڙهائي شروع ڪئي، اهو سلسلو جاري هيو. ٻارهين جي امتحان جا فارم ڀرجڻ لڳا، مان ادا حسين گل جو زوري فارم امپرومينٽ لاءِ ڀرائي ڇڏيو، انهي دوران گرمين جي ڪري اسڪولن کي موڪلون ٿي ويون، اسان واپس گهر آياسون، ان دوران پنهنجي پوئين زندگي تي سوچي سوچي تمام گهڻو بيمار ٿي پيس، عاشق مزاج ماڻهو هيس، ايترو سوچيم جو دماغ جا پردا ئي خشڪ ٿي ويا، زبان منهن کان به ٿي انچ ٻاهر نڪري آئي، هڪ دفعو ته الائي ڪاڏي وڃان پيو، سچ لڻي جو ٽائيم هجي، ادا وارن جي اوطاق تان نظر پئي ته اهو ادا شير گل ته ناهي جو جهنگ ڏانهن وڃي پيو، اتان پڪڙي آيا، گهر پهچايائون، امان ۾ بابا



منهنجي اهڙي حالت، ڪيفيت ڏسي، ڏک وچان ڏاڍو رنا، نڊيو هيس، ڪنهن سان سليان سور، بس چُپ پلي آهي، پوءِ ٻئي ڏينهن ساڳئي زبان ٻاهر، شام جو پنجين جو ٽائيم، ٽاٽو هيو، بابا ڪنهن مهل پنڊ ته ڪنهن مهل ڪلهي تي ڪٽي، راٽيپور ڏانهن اچي رهيو ته رستي تي ادا غلام شبير ملاح ۽ ادا فيضل ملاح جيڪي مونسان پيار ڪندا هيا پنهنجن پٽرن وانگر سمجهندا هيا، گهوڙو بگي هلائڻ جا شوقين هوندا هيا، منهنجي اها حالت ڏسي، حيرت ۾ پئجي، پريشان ٿي ويا. مونکي پنهنجي پٺي تي ڪٽي ٽانگي تي ويهاريائون، بابا کي بابو چوندا هيا، ان جي پيءُ جيتري عزت ڪندا هيا، بابا به انهن کي پنهنجي اولاد وانگر ئي ڏسندو هو، ڏک، سک جا ساٿاري هيا، ادا فيصل ملاح به اسان سان ڪڏهن ڪڏهن ميلن ۾ منائي جو ڪم ڪندو هو، انهن چيو ته ڪو حسابن جو چڪر آ، چو جو امان سائڻ کي به حسابي چڪر هوندو هيو، اتان مونکي رفيق شاه وٽ ڪٽي آيا، جنهن ڪانپوءِ وري ميران سائين وٽ، سائين اتي مونکي حسابي نقشو ڏيڪاريو، مونکي حساب هجي ته مان جهولان، مونکي ته مرض ئي ڪو ٻيو لڳل هو، سائين چيو ته بابا زوار، پٽ کي ڪٽي اسپتال ۾ ڊاڪٽرن کي ڏيکار پوءِ بابا اتان وٺي مونکي سرڪاري اسپتال راٽيپور ۾ داخل ڪرايو. ان ڪان پهريائين مان خانگي اسپتالن مان علاج ڪرائي چڪو هوس، فائدو نه ٿيو هو، ان وقت سرڪاري اسپتالن ۾ وڏو ڊاڪٽر ڪريم بخش پٽي گمبٽ وارو هو، انهي منهنجي اهڙي حالت ڏسي اها رات اسپتال ۾ داخل ڪرايائين، هو پنهنجي ڊاڪٽري پيشي جو ماهر هو، هن ڪجهه انجيڪشن هنيا، جنهن سان مونکي سڪون ۽ گهري ننڊ اچي ويئي. انهي دوران الائي ڪيترن چاهيندڙن جي خلق ڏسڻ لاءِ اسپتال پهچي ويئي. مان سوشل ته اڳ ۾ ئي هئس. اسپتال ڀرجي ويئي هئي. جڏهن ٻئي ڏينهن مان گهري ننڊ مان اٿيس. چوطرف ماڻهن جا ميڙ ڏسي، وائڙو ٿي ويس ته ڪٿي آهيان؟ ڪي دوستن مونکي حيرت ڀريل نگاهن مان ڏسي، اکين مان لڙڪ به لاڙي رهيا هيا. ادا ڏٽي بخش سرڪي مونکي ڀاڪر پائي، چمي ڏئي ڪن ۾ چيو

تہ ادا چو پاڻ کي ايڏي تڪليف ڏني اٿئي؟. چاچو محمد حسن ۽ ڏٽي بخش ڪجھہ ڪجھہ منهنجا رازدار هوندا هيا، ڊاڪٽر ڪريم بخش منهنجي سڌريل حالت ڏسي، بابا کي مبارڪون ڏنيون، ڪلي چيائين تہ ادا توهان جي شرافت ۽ اوهان جي پٽن جي خبر آهي پوءِ بہ ايڏي خلق شاهاڻي، ڪلهوڙا، گهانگهرا، وساڻ، سولنگي، ميربحر ۽ ٻين ڪيترين ئي ذاتين ۽ برادرين جا ماڻهو آيا آهن. انهن ۾ وڏيرا، غريب، شريف، بدمعاش، جهيڙيڪار، چور، چڪار، پاٿاريدار، هر قسم جا ماڻهو شامل هئا. بابا جي شرافت ۽ منهنجو انهن سڀن سان اٿڻ، ويهڻ جو واسطو هيو. ڊاڪٽر بابا کان پڇيو تہ تنهنجو پٽ ڇا ڪندو آهي؟بابا چيس تہ خيرپور ڪاليج ۾ پڙهندو آهي. بعد ۾ اهو ڊاڪٽر بابا جو ڇڻ تہ دوست ٿي ويو، اسان ٻئي ڏينهن شام جو اسپتال مان ڊسچارج ٿي گهر پهتاسون، گهر ۾ خوشي جو سمان ٿي ويو، امان روئي سيني سان لاتو، بابا سائين ٿي ڏينهن وڏي خيرات ڪئي، پهرين ڏينهن اوڙو پاڙو، ٻئي ڏينهن پنهنجي ذات، پهريائين جن ذاتن جا نالا ڪٽي چڪو آهيان، غريبن کي گهرائي وڏو ڏاند ڪُهي سڄو ڏينهن الله جي نالي ديڳيون لاهي خيرات ڪيائين، مونکي ياد آهي، ان ڏينهن نئون ڳاڙهي رنگ جو ڪپڙن جو جوڙو سبرائي مونکي پارايوهيائين، اڳ ۾ ئي مان سهڻو، وري ڳاڙهي رنگ جي ڪري ويتر نکري پيس. مان انهن ٻن، ٽن ڏينهن اندر تمام ڪمزور ٿي چڪو هئس، ماڻهو خير خيرات ڪائي، منهنجي صحت ۽ وڏي ڄمار لاءِ دعائون ڪندا رهيا. ٽئين ڏينهن تي وري ميران سائين جن جي وڏي دعوت ڪيائين، ميران سائين جي بورچي محمد بچل شيدي کي گهرائي، ڪائنس الائي ڪيترائي طعام ٺهرايائين، جن ۾ ويجها دوست ۽ مائٽ ادا فيضل ملاح ۽ ادا غلام شبير ملاح بہ موجود هيا، جيڪي سائين جي خدمتن ۾ پيش پيش هيا، اسان جي سامان جو بہ خيال پي رکيائين، مٿان ڪو پيرن جو نوڪر، چاڪر چوري ڪري نہ وڃي، هڪڙي نوڪر رلي خوبصورت ٽُڪ واري لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، ان وقت ادا غلام شبير جي نظر پئجي ويس، ڇو



جو اهو پاڻ بہ پيراڻو ماڻهو هو، ان کي نوڪرن جي ڪردار ۽ ڪرتوتن جي خبر هوندي هئي، اهي رليون بابا سائين ڪوٽ جي ٻاهرين گيٽ کان وٺي سائين جي ويهڻ جي آستاني تائين وڇرايون هيون، مرشد جي اچڻ جي ڪري وڏي خوشي هئي، سائين دعا جاهٺ ڪنيا، ننگر نياز ڪاڏائون. بابا سائين ڪجھہ گهر لاءِ بہ انهن کي ساڻ ڪري ڏنو، ميران سائين کي پئسن جا هار پارائي، نذر نياز ڏئي روانو ڪيائين.

بابا سائين يا علي ۽ دم دستگير جا زوردار نعرا هڻندو رهيو. سڄو گهر نعرن جي گونج ۾ گونجي ويو. چوٿين ڏينهن وري چاچا الله بخش پنهنجي مرشد سائين نجيب شاه جيڪو درگاه تي هر جمعي تي نماز پڙهائيندو هو، هر دعا ۾ چاچا الله بخش جو نالو ڪٽي چوندو هو تہ منهنجا الله مونکي مديني شريف ۾ مارجائين، جڏهن جنت البقيع ۾ دفن ڪن تہ منهنجو مريد الله بخش پنهنجن پيرن سان مٿي وجهي مونکي دفنائي، نجيب سائين فقير طبيعت ۽ ڳالهائڻ جو جلالي هوندو هو، انهي جي دعوت ڪري هار ۽ نذر نياز ڏنوسين، پوءِ ان بہ هٿ ڪٽي اسان جي گهراڻي کي دعائون ڏنيون. ٻن، ٽن ڏينهن کانپوءِ بابا سائين ڊاڪٽر ڪريم بخش پٽي ۽ ٻيا راٽيپور جا پنجابي سونارا جن کان امان لاءِ سون ٺهرائيندو هو، چاچا عنايت الله بابا جو پاءُ سڏيل هو، سيالڪوٽ ڊسڪا جو رهاڪو هو، راٽيپور ۾ ان جو گهر هوندو هو، اسان جو ننڍي هوندي انهي جي فيملي ڏانهن اچڻ، وڃڻ هوندو هو، انهي کي بہ دعوت ۾ گهرايائين، ڊاڪٽر صاحب کي ۽ پنهنجن دوستن کي دعوت ڪارائي، ڊاڪٽر کي پئسن جا هار پارايائين. ائين پوءِ آهستي آهستي منهنجي طبيعت سڌرڻ لڳي، مٿان امتحان بہ اچي چڪا هيا، ادا حسين گل ۽ مون ٻارهين ڪلاس جا گڏجي امتحان ڏنا، ادا حسين گل جي امتحان ڏيارڻ ۾ مون وڏي مدد ڪئي، پنهنجو بہ امتحان ڏيندو هوس، منهنجا بہ يار دوست هيا، جن امتحان ڏيارڻ ۾ وڏي مدد ڪئي، مان پري انجنيئرنگ ۾ ادا حسين گل پري ميڊيڪل ۾ فارم ڀرايو هو، اهڙي طرح هڪ ڏينهن ميڊيڪل جو ۽ ٻئي ڏينهن

انجنيئرنگ وارن جو پرچو هوندو هو، امتحان ڏئي فارغ ٿياسون، ان کانپوءِ جڏهن رزلٽ آيو تہ ادا حسين گل جي رزلٽ پهرين کان بهتر هو، انهي وقت خيرپور ضلعي جون ٽوٽل پنجيتاليهہ سيٽون هونديون هيون جنهن ۾ ادا جو چاليهون نمبر هو، پوءِ ڊپلوما ڇڏي چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، جنهن ڪي پنج ڇهہ سال پڙهڻ ۾ ٽائيم لڳي ويو، هيڏانهن وري منهنجو ٻارهين ڪلاس جو رزلٽ آيو، پر پنجن پوائنٽن تي انجنيئرنگ ۾ رهجي ويس، پوءِ سنڌ يونيورسٽي شاهہ عبداللطيف ڪئمپس خيرپور ۾ اسٽيٽسڪس ڊپارٽمينٽ ۾ داخلا ورتي، مونکي بہ ڊگري ڪرڻ ۾ پنج سال لڳي ويا، انهي وچ ۾ مان انٽر ٻيهر امپروو بہ ڪئي هئي، پر سليڪشن تي نہ سگهي، ادا ۽ منهنجي پڙهائي جو سلسلو جاري رهيو.

*****



# ڀاڱو/11

## سفر، شاديون، فونگيون

جڏهن ادا حسين گل چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ پڙهندو هو، تڏهن مان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هئس، انهي دوران ادا محمد مراد واپس ڳوٺ پهچي چڪو هو، بابا، امان ۽ ڀين گهر ڀاتين سان گڏ ادا محمد مراد کي ايبٽ آباد گهمائڻ وٺي ويا هئا، ماما جن سان ملايو هيائون، انهن کي چيائون تہ توهان راضي هجو تہ مان پنهنجي نياڻي ڀاٽيجي کي ڏيان، ڏارين جو الائي ڇا رويو؟ پوءِ توهان جي ڀاٽيجي توهان سان ملائين الائي نہ، ماما جن غور فڪر ڪري چيو تہ جهڙو بہ آ، پنهنجو آ، سندس عمر وڏي ۽ ڀيڻ جي عمر ننڍي هئي، سيني ملي چيو تہ اسان کي منظور آ، جوڙ نہ ملڻ جي صورت ۾ بہ پنهنجائپ وارو ڪردار ڏيکاريو، گهمي ڦري، بابا جن واپس موٽي آيا. ادا محمد مراد جي شادي جي تاريخ رکي، وهانءُ جون سڀ گهرجون پوريون ڪري، هتي مٽن، مائٽن کي سڏ ڏئي، ماما جن کي بہ شادي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ گهرايوسين، جن مان نانا لال خان جدون، ماما يونس خان، ماما اقبال خان، مستري روشن الدين، ماما اسلم خان، ماما سليمان ۽ ماسيون، ماميون ۽ رشتي منجهہ نانيون لڳن، تقريبن ڪجهہ ڏهن تان لهي ويا آهن، تقريبن پندرهن، ويهہ ماڻهو، حويليان هزاره ريلوي اسٽيشن جيڪا پاڪستان ريلوي جي آخري اسٽيشن آهي، اتان چڙهي، چٽيهن ڪلاڪن جو ڏکيو سفر طئي ڪري اچي راڌڻپور اسٽيشن تي لٿا. اتان پوءِ ٽانگن تي چڙهي، سڌو اسان جي گهر پهتا، انهي وقت اسان جا گهر بلڪل پڪا نهيل هيا، انهن کي هڪ پاسي وچ تي جڳهہ ڏئي، بابا وچ تي پردي لاءِ هڪ ڪنات هٽي ڇڏي، ان جي پردي جو بہ خيال رکيو ويو، وهانءُ شروع ٿي ويو. هيڏانهن سنڌ جا سهرا ۽ هوڏانهن سرحد کان آيل

اسان جي مامن ۽ مامين پنهنجي زبان ۾ ماهيا پئي ڳايا، ڏاڍو مزو هو، وهانءُ ۾ خير سان متن، مائٽن کي کارائي، پياري، شادي جي پڄاڻي ڪئي سين. آيل مهمانن کي گهمائڻ، ڦيرائڻ، سنڌ جا تاريخي ماڳ مڪان ۽ پيرن، فقيرن جي درگاهن جون زيارتون ڪرايون سي، سڀ ڏاڍا خوش ٿيا. ڪجھ ڏينهن رهڻ کانپوءِ واپس روانا ٿيا، پوءِ وري اسين پنهنجن ڌنڌن سان لڳي وياسين. ادا مراد ڪڏهن هتي، ڪڏهن سعودي عرب جنهن کي بعد ۾ ٻن ٻچن جي اولاد ٿيو، هڪ پٽ ۽ ٻي ڌيءُ، پٽ جو نالو عمران حسين آهي، جيڪو هن وقت فوج ۾ ميڊيڪل ڪور ۾ ميجر ڊاڪٽر آهي، ان کانپوءِ ادا محمد مراد واپس سعودي ويو هو. هيڏانهن وري بابا جن کي حج جو شوق ٿيو، پنهنجا، امان ۽ ادي جا ٽڪيٽ لاءِ بئنڪ ۾ پئسا جمع ڪرائي ڇڏيا هيا، ڪجھ وقت کانپوءِ حج لاءِ ڪٽا نڪتا، پر ان دوران امان سخت بيمار ٿي پئي، لوڪل ڊاڪٽرن کي ڏيکاريوسين، پر فرق نہ پيو، راٽيپور بس اسٽاپ تي اسان جو دڪان، ڪرائي تي ڏنل هيو، امان جي علاج لاءِ، پئسن جي گهرج هئي، ان وقت اهو دڪان ٻارهن هزار رپين ۾ وڪڻي، بابا پئسا مونکي ڏنا، امان کي وٺي، شيخ زيد هاسپيٽل لاڙڪاڻي پهتس، ادا حسين گل اتي پڙهندو هو، هو اڳيئي انتظار ۾ هيو، امان کي اسپتال ۾ داخلا جا سڀ انتظام ڪري ڇڏيا هيا، هوڏانهن وري حج لاءِ وڃڻ جو ٽائيم ٿي ويو، مجبورن امان رهجي ويئي، بابا، ادي کي ساڻ ڪري هوائي جهاز جو سفر ڪري منڙي ملڪ مدني پهتو، پاڻ بہ شگر جي ڪري ڪجھ بيمار رهندو هو، هڪ دفعو ڪعبتہ الله شريف ۾ نماز پڙهندي، بيهوش بہ ٿي ويو هو، ان دوران پويان سبزي جو ڪاروبار ادا علي گل، ادا فيروز گل کي ڏئي، پاڻ مديني شريف ڪمائڻ ويو هو، انهي ڪري بابا جن سان گڏ هو، بيهوشي دوران بابا کي ڪٽائي، اتان جي انتظاميا سان گڏ هاسپيٽل پهتو، هڪ ڏينهن کانپوءِ بابا جي طبيعت سڌري ويئي، ان کانپوءِ بابا، ادي ۽ ادا وارن حج گڏ ڪري مديني شريف موٽيا، اتان جون زيارتون ڪري، عبادت ۾ مشغول هيا، ان دوران ادا محمد مراد جي طبيعت بہ تمام گهڻي خراب



هئي، بابا اهو ڏسي ڏاڍو غمگين ٿيو هو، بهرحال حج ڪري واپس پنهنجي ڳوٺ راٽيپور پهتا. هيڏانهن امان جو آپريشن ٿيو، ڪينسر جي پهرين اسٽيج هئي، لينار هاسپيٽل مان شعاع هٽايا ويا، آپريشن ڊاڪٽر سڪندر شيخ ڪيو هو، خير خيريت سان انهي مرحلي ۾ بہ ڪامياب ٿياسون، امان بابا ۽ ادي گهر ۾ هڪٻئي کي خوش ڏسي، ڏاڍا سرها ٿيا. الله سائين وري پنهنجن محبتي پريمين کي پاڻ سان ملايو. پي، ماءُ کي ڏسي اسين ڀائر ۽ گهر ڀاتي ڏاڍا خوش ٿياسين، معمول موجب بابا خير خيراتون ڪيون. هوڏانهن منهنجي يونيورسٽي ۾ پڙهائي هلي رهي هئي تہ خبر پئي تہ ادا حسين گل بہ لاڙڪاڻي ۾ بيمار ٿي پيو آهي، ان کي سائي ٽي پئي هئي، امتحان بہ مٿان هئس، مان وڃي اتي پهتس، اڳ ۾ ئي اتي ان جا دوست ڊاڪٽر عنايت عباسي، علي محمد عباسي، عظيم عباسي، خان محمد ننگريجو، عبدالشڪور ڀٽي، خان محمد سولنگي، خوش محمد سوهو، ڪجھ ٻيا بہ جن جا نالا نٿا اچن، سندس ڪلاس فيلو ۽ ڪجھ سينئر دوست خدمت ۾ رڌل هئا، ادا ڊاڪٽر عنايت علي عباسي سڀن کان اڳي هو، جنهن امان جي بيماري ۾ بہ وڏي مدد ڪئي هئي، پنهنجو بلڊ بہ ڏنو هيائين. امان ان کانپوءِ کيس پٽ ڪري سڏيندي هئي، انهي دوران ادا حسين گل کي ٽيھ، چاليھ گلوڪوس جون ٿيلهيون لڳي چڪيون هيون، بيماري ۾ ڪمزور ٿيل هو، مان بہ ٽي ڏينهن ساڻس گڏ رهي دوستن جي خدمت ڏسي مطمئن ٿي، واپس اچي پنهنجي پڙهائي ۾ لڳي ويس، هوڏانهن ڏهن، پندرهن ڏينهن کانپوءِ ادا جي بہ طبيعت ٺيڪ ٿي، پوءِ امتحان ڏيڻ شروع ڪيائين، هيڏانهن منهنجا بہ امتحان شروع هيا، ٻنهي جا امتحان پورا ٿيا تہ اسين گهر واپس آياسون، ادا حسين گل سان، بابا، امان جن سان ملي ڏاڍو خوش ٿيو، مان تہ هفتي، هفتي ۾ گهر ايندو هوس. ان کانپوءِ رزلٽ آيو تہ ٻئي ڀائر امتحانن ۾ سٺن نمبرن ۾ پاس ٿياسين، وري اهو پڙهائي وارو سلسلو جاري رهيو، هوڏانهن وري بابا سدا گل جي شادي جي تياري ۾ لڳي ويو، اها شادي بہ ڏاڍي ڌام ڌوم سان ڪيائين. ان دوران ايبٽ آباد

ڪان اسان جي وڏي ماسي بہ آيل هئي، بجلي نہ هوندي هئي، مان وڏو
جنريٽر گهرائي وڏا وڏا شاميانا هڻائي، سڄي گهر، اوطاق ۾ پنڊال کي
بجلي جي جهالرن ۾ ٽيوب لائيٽ سان رات جو جنريٽر هلائي، روشني
ڪري ڇڏيندو هوس، اهو وهانءُ بہ ٻہ ٽي ڏينهن هليو، پنهنجا مٽ، مائٽ ۾
اوڙي پاڙي واريون ذاتيون شامل هيون، ادا حسين گل، منهنجا
يونيورسٽي وارا ۾ ان کان پهريان وارا ڪلاس فيلوز توڙي ٻيا پيارا دوست
چاچا غوث بخش خاصخيلي، چاچا خضر حيات ملاح ۾ ادا هدايت الله
شاهاڻي، جنهن راڳ لاءِ مشتاق مگڻهار کي بہ گهرايو هو، سڄي رات کائڻ،
پيئڻ ڪانپوءِ راڳ رهاڻ جون محفلون هيون، سڀني مٽن، مائٽن دوستن کي
وهانءُ ڪارائي، ٻئي ڏينهن دعوت جو پروگرام رکيل هو، جنهن ۾ پنهنجا
اڳيان پويان ۾ اسان جا پڙهندڙ ڪلاس فيلو، راٽيپور وارا توتل دوست
لکيل، پڙهيل، ڪاروباري شخصيتن جي دعوت ڪئي هئي، سڀ دوست
دعوت ۾ شريڪ ٿيا، اها يادگار دعوت هئي، ڏاڍي خوشي ٿي دوستن سان
ملي. بابا سان گڏ، مِٽن، مائٽن بہ ڏاڍيون جهمريون هنيون، بابا جهمرين ۾
پنهنجو مٽ پاڻ هوندو هو، وڏا وڏا علي سائين جا نعرا بہ هڻندو هو، سدا
گل جي شادي جي ٽئين ڏينهن تي بابا سائين پير عبدالقادر جيلاني جي بہ
دعوت ڪئي هئي، بهرحال وهانءُ خير خوبي سان سهرن ۾ راڳن جي
گونجن ۾ پڄاڻي تي پهتو، انهي وچ ۾ بابا سائين زمين وڪڻي پنهنجي ڀاءُ
چاچا الله بخش جون ٻہ دفعا شاديون بہ ڪرايون هيون، پر اهي ان سان
جٺادار نہ ٿيون، پوءِ وري بابا پنهنجي اڳوٽي سالي محمد صديق وٽان ان
جي شادي ڪرائي، جنهن مان ڪيس ٻہ ڌيئرون، ٻہ پٽ پيدا ٿيا، هڪ ڌيءُ
ننڍي هوندي گذاري ويئي هئس. هو اڪثر بابا سائين لاءِ مسئلا پيو پيدا
ڪندو رهندو هو، ڇو تہ هو دماغي طرح ڪمزور هو، ڀين جي ڳالهين تي
جلدي لڳي ويندو هو، تمام نمازي ۾ پرهيزگار هوندي بہ، ميلن ملاڪڙن ۾ بہ
بابا سان وڏا ڳن ڏنائين، هڪٻئي کي ادو، ادو پوندي هئن، آخر تائين
هڪٻئي کي ايئن ئي پيار مان سڏيندا هيا، ان دور ۾ اسان راٽيپور ۾ پلاٽ



وٺي دڪان نهرايو هو، ادا روشن بہ ان دڪان تي مزدوري ڪئي هئي،
جڏهن ڪم تان لهندا هياسون تہ بابا کي نلڪي هيٺان تڙ بہ ڪرائيندا
هئاسون، ان دوران مان بابا جي کيسي مان هزارن جا نوٽ بہ ڪيندو هوس،
پوءِ دڪان بہ نهي ويو. مان، ادا روشن ۾ چاچا الاهي بخش پيٽ وارن سان
گڏجي ڪوئٽا وياهئاسون ان وقت اتي ادا نظير پيٽ درزڪو ڪم
ڪندوهو، انهن سان گڏجي ڪوئيٽا گهمي هئي، اتان جا سڀ ماڳ مڪان
گهمي، واپس آيا هياسون، اهو 1982ع جو دور هو. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ
اسين راٽيپور ۾ هڪ واٽڪي تمام وڏي جڳهہ ورتي، ماما فقراءُ جي
دڪان تي سودو ٿيو هو، نبي بخش شيخ کان ورتي هئين، ان جي مڪمل
مرمت ٿيل هئي، تقريبن 85-1984ع ۾ پنهنجي گهر راٽيپور ۾ شفٽ
ٿياسين. ڳوٺ واري گهر ۾ چاچا الله بخش جيڪو اسان کان ڌار ٿي چڪو
هو، ان کي گهر ۾ زمين مان پنهنجو حصو ڏنوسين. ادا علي گل پنهنجي
گهر واري سميت مال متاع جي ڪري اتي رهي پيو، ان کي مهيني کن
ڪانپوءِ مزو نہ آيو، ان کي مال متاع سميت واپس وٺي آياسون، گهر جيئن تہ
تمام وڏو ۾ ڪشادو هيو، هڪ پاسي ڏانهن مينهن لاءِ لانڍي ٺاهي هئي.
اسان جي پڙهائي ۾ ٻني ٻاري جو سلسلو بہ هلندڙ هيو، ادا علي گل وري
واپس سعودي عرب ڪمائڻ هليو ويو، پويان ادا فيروز گل کي بہ مزو نہ
آيو، اهو بہ ڪاغذن ۾ ڪنهن ٻي مائي جو پٽ ٿي ننڍي عمر ۾ وڃي مديني
پهتو، ٽي ڏينهن تہ پنهنجن سان نہ ملي سگهيو، ٽن ڏينهن ڪانپوءِ ادا علي
گل ۾ ان جي مديني جي روضي ۾ ملاقات ٿي، پوءِ گڏجي، اڇي محنتون
ڪيائون، هيڏانهن سدا گل بہ انهن ڏانهن ڪمائڻ لاءِ ويو، ٽنهي ڄڻن
ڏينهن رات هڪ ڪري ڪمائڻ شروع ڪيو، پويان وري ادا فدا گل بہ انهن
وٽ پهتو، انهيءَ بہ محنت ڪئي، پر پڙهائي جي ڪري سال رهي واپس
موٽيو، پوءِ جيئن تہ ان دوران ادا محمد مراد جي طبيعت ٺيڪ نہ هجڻ
ڪري هو واپس ڏيهہ وريو، جڏهن گهر پهتو تہ ان جي بيماري سبب حالت
تمام خراب ٿي چڪي هئي، ٻئي ڏينهن ئي ادا حسين گل لاڙڪاڻي علاج

لاءِ وٺي ويو، جڏهن ڊاڪٽر کي ڏيکاريائين تہ هن چيو تہ هن جون ٻئي
بڪيون ختم ٿي ويون آهن، پوءِ اتان ايمبولنس ڪري، ادا حسين گل،
ڊاڪٽر عنايت عباسي، ڊاڪٽر بهاول الدين چاڻڙو، ايمبولنس تي ڪٺي سول
هاسپيٽل ڪراچي ۾ وارڊ نمبر ٻئي ۾ داخل ڪرايوسين، هوڏانهن مان بہ
اچي راٽيپور ڪان اسپتال پهتس، علاج شروع ٿي ويو، هر ٻئي ڏينهن
ڊائيلاسز ٿيندي هئي، انهي سان گڏ وري نيورو جو مسئلو ٿي پيو، ان جو
بہ علاج هلندڙ هيو. رات ڏينهن جا اوجاڳا، دوستن يارن سان رات جو پٽ
تي سهمندا هئاسون، جيڪي نالا ڪٺي آيو آهيان، اهي سمورا دوست ساٿ
۾ ساٿاري هيا، علاج تمام ڊگهو هليو، جيئن تہ ادا حسين گل سميت سڀ
ڊاڪٽر واپس هليا ويا، جيئن تہ انهن جا امتحان ٿيڻا هيا، مون کي جون،
جولاءِ جي موڪل هئي، پوءِ مونسان ٻيا دوست رهيا، جيڪي آخر تائين
ساٿاري رهيا، انهي ڏيڍ مهيني جي عرصي ۾ الياس وساڻ، غلام رسول
هنگورو، ادا نيڪ محمد شيخ، ڪڏهن ڪڏهن علي مراد صاحب بہ ملڻ
ايندو هو، انهي وچ ۾ مٺ، مائٽ دوست ملي ڪري واپس ٿيندا هيا، ماني
صبح، شام چاچا نور محمد ڪچوري واري جي گهران ايندي هئي، ان جي
پٽ جا نوڪر ڏئي ويندا هيا، ڪائڻ، پيئڻ جي تڪليف نہ هئي، پوءِ مان
اڪيلي ادا مراد سان پئي نڀايو. صفايون سٿرايون، وهنجارڻ، ڪپڙا بدلائڻ،
ڏينهن رات اوجاڳا ڪري سندس خدمت ڪيم، جيتوڻيڪ ان دوران
ڏاڍيون تڪليفون آيون. هوڏانهن وري بابا بہ بيمار ٿي پيو، انهي کي ادا
حسين سول اسپتال ڪٺي آيو، انهي کي هرنيا جو چڪر هيو، ان کي
لاڙڪاڻي وچي علاج ڪرايائين، مان وري ادا محمد مراد سان گڏ هئس،
هوڏانهن اسان سيني ڪلاس فيلوز جو آل پاڪستان ٽوئر لڳو، جنهن ۾ ادا
محمد مراد جي بيماري سبب مان نہ وچي سگهيس، ان دوران ادا مراد جو
دماغ جو آپريشن بہ سول اسپتال جي مشهور ڊاڪٽر محمد علي شاہ کان
ڪرايو، آپريشن ڪانپوءِ ادا محمد مراد ڪوما ۾ اچي ويو، ان لاءِ بلڊ حلال
احمر ليبارٽري تين تلوار تان وٺي ايندو هوس، ڪڏهن دوستن، يارن کان،



ادا نيڪ محمد شيخ بہ بلڊ وٺرائي ڏنو هو، هڪ دفعو ايمبولينس ڪرائي،
ادا جو آغا خان مان بہ ايڪسري ۽ الٽرا سائونڊ ڪرائي آيو هوس، بهرحال
جڏهن ادا هوش ۾ هيو، مون کي چيائين تہ ادا مان بچندس ڪونہ، پئسا
مون تي خرچ نہ ڪر، منهنجي اولاد لاءِ بچاءِ، منهنجي گهر واري ۽ ٻچن جي
پارت اٿئي، ڪوما ۾ وڃڻ ڪانپوءِ مان سندس تمام گهٽي صفائي جو خيال
رکندو هئس، پٺيءَ تي تمام گهڻو پائوڊر هڻندو هئس، تہ پٺي نہ پچيس.
ڊاڪٽرن ۽ نرسون مونکي نازڪ، نفيس ۽ سهڻي صورت وارو ڏسي حيرت
ڪائيندا هئا، هڪ ٻئي سان چوٻول ڪندا هئا تہ ڪيئن مان پنهنجي مريض
جي ايڏي خدمت ڪريان پيو. اردو ۾ هڪ ڀيري مون کان پڇيائون تہ ادا
هي اوهان جو ڇا ٿئي؟، مون کين ٻڌايو تہ هي منهنجو ڀڦات ۽ ڀيٽويو آهي،
اچرج مان نهاري چيائون تہ اوهان کي شاباس آهي، ايتري خدمت ڪير بہ
ڪنهن جي نہ ڪندو آهي، پوءِ هو بہ ادا جو وڌيڪ خيال ڪرڻ لڳا. رات جو
ادا الياس وساڻ بہ پنهنجي نوڪري ڪري گوليمار کان ايندو هو، مونکي
چوندو هو"ادا تون هاٽي، پنهنجن دوستن سان ڪجهہ ڪچهري ڪر ۽
وچي آرام ڪر"، انهيءَ بہ مونسان گڏ وڏي ڊيوٽي ڏني، هوڏانهن راٽيپور
ڪان ڪجهہ مٺ، مائٽ، ادا حاجي پنگل جي گهر واري، ادا غلام سرور جي
ماءُ، اهي ٻئي ادا مراد جون ڀينرون سڏيل هيون، اسان بہ انهن کي ڀيڻ، ڀيڻ
ڪري سڏيندا آهيون، جن مان هڪ گذاري ويئي آهي، ادا غلام سرور جي
ماءُ، جيڪا اجان تائين اسان سان ساٿ ۾ ساٿاري آهي، انهن سان گڏ، اسان
جي ڀيڻ، ننڍڙن ٻچڙن سميت اچي پهتيون، جيئن ئي وارڊ ۾ پهتيون
هيون، ڏينهن جا اڍائي يا ٽي ٿي رهيا هيا، ادا محمد مراد کي سڏ ڪري، ان
ڏانهن نهاريائون، ادا مراد ڪوما جي صورت ۾ ادي ۽ انهن ڏانهن ڏٺو، پوءِ
اکيون بند ڪيائين تہ پکي ويا پنهنجن آکيرن مان اڏامي، سڀ روئڻ لڳا،
مان چيم، صبر ڪريو، الله جي شئي آهي، ان جي رضا ۾ راضي رهو، پوءِ
مان ادا نيڪ محمد ۽ منهنجا دوست ايمبولينس ۽ ڊيٿ سرٽيفڪيٽ وٺڻ ۾
لڳي وياسون، سڀ مرحلا پورا ڪري، ميت ايمبولينس ۾ رکي، ادا نيڪ

محمد کي ڊرائيور جي اڳيان ويهاري، پنهنجي ننڍو ڀاڻيجو عمران حسين
کيس هنج ۾ ڏنو، پوءِ مان، منهنجي ڀيڻ، ننڍڙي ڀاڻيجي ۽ ادا سرور جي
ماءُ ان ايمبوليس ۾ ويناسون، ايمبوليس سوزڪي هئي، ٻين کي چيم تہ
توهان ٻين سوارين ۾ اچو، اتي ٻيا دوست، چاچا نور محمد جا پٽ بہ پهتا،
انهن کان موڪلائي، اسپتال کانپوءِ پنهنجو سفر راٽيپور ڏانهن
ڪيوسون، سڄي رات سفر ڪندي، تقريبن رات جو ٽي يا چئين بجي
راٽيپور گهر پهتاسون. هوڏانهن ادا نيڪ محمد کي چيم تہ اوهان
ايمبولينس واري کي چانهہ پياري، پئسا ڏئي روانو ڪيو، جڏهن گهر
پهتاسون تہ اسان جا سڀ مٽ، مائٽ، ڪنهن جا نالا ڪٿي ڪنهن جا ڪٿان،
ادا منٺار، ادا محمد نواز، ادا عبدالحسين، ادا شبن، ادا جڙيو، ادا عاشق
سرڪي سميت سڀ موجود هئا، پوءِ روڄ ۽ راڙو ٿي ويو، سيني جو روئڻ
بند ڪرائي، صبح ٿيو تہ تدفين جي مرحلن ۾ لڳي وياسين، جن مٽن،
مائٽن، يارن، دوستن ٻڌو، سڀ اچي جنازي ۾ شامل ٿيا، جنازي نماز پڙهي،
پنهنجي اباڻي قبرستان چٽن شاه بخاري ۾ مٽي ماءُ جي هنج ۾
سمهاريوسين، خير جي دعا گهري، واپس گهر آياسون دعا جو سلسلو
شروع ٿيو، ڪيترائي مٽ، مائٽ، دوست، سڀ شهر وارا پير فقير دعا ۾
شامل ٿيا، ٽئين ڏينهن تي ٽيجهي جي خيرات ڪري ٽڏو کنيوسون،
ڪجهہ وقت تائين گهرن جي مٿان ڏک جي ڪيفيت طاري هئي، تہ مٿان
چاليهو بہ اچي ويو، چاليهي تي سڄو ڏينهن خير خيراتون ڪري، الله پاڪ
کان دعائون گهريون سين. انهي عرصي دوران گرمي ۽ ٿڪاوٽ سبب
ڪجهہ ڪمزور بہ ٿي ويو هوس. ڪجهہ عرصي کانپوءِ وري معمول موجب
زندگي گذارڻ جو سلسلو جاري ٿي ويو.

*****



# ڀاڱو/12

## پڙهائي،دوستيون، سياسي سرگرميون

بهرحال زندگي جو وهنوار تہ هلائڻو آهي، ان کانپوءِ مان ۽ ادا
حسين گل وري پڙهائي ۾ لڳي وياسون، ان دوران جڏهن مان ٻارهين پاس
ڪري چڪو هوس، منهنجي دوست مشتاق منگي جي طبيعت خراب ٿي
وئي هئي، مان، ادا حسين گل، ادا عبدالعزيز وساڻ ۽ منور رند ڪانئس
پڇڻ سندس ڳوٺ شڪارپور ۾ ڊکڻ جي علائقي چتو منگي وياسين، رات
ان وٽ رهي ڏک، سور سلي وري واپس آياسين، پنهنجي پڙهائي ۾ مشغول
ٿي وياسون. جڏهن يونيورسٽي ۾ پڙهندو هوس تہ ڪجهہ وقت ادا
عبدالڪريم عباسي وٽ واپڊا ڪالوني جي هاسٽل ۾ رهيس، اتي هو سڀ
انجنيئر هو، اتي ان جي دوستن سان بہ ملاقاتون ٿينديون هيون، ڪڏهن
اتي ماني کائيندو هوس تہ ڪڏهن هوٽل تي جنهن کي اسين يونيورسٽيءَ
وارا ڪبوتري هوٽل سڏيندا هئاسون، هي هوٽل واپڊ ڪالوني جي سامهون
۽ يونيورسٽي جي پرسان هئي، اتي بہ دوستن سان گڏجي گريبي مٿان
گريبي وٺي ڏاڍو ڊئو ڪندا هئاسين، يونيورسٽي ۾ اسان جا استاد بي ايس
سي کان وٺي ايم ايس سي تائين تمام سٺا ۽ بهترين هوندا هيا، هيڊ
چيئرمين عبدالغني ميمڻ، نظاماڻي صاحب، غلام قادر قلپوٽو صاحب،
معروف خشڪ، اسحاق انصاري، مرغوب صاحب، اسماعيل تارا، لال چند ۽
ٻيا بہ جن جا نالا وسري ويا آهن، تمام بهترين استاد هوندا هيا، مون سان
سيني جو دوستاڻو رويو هو. ڪلاس فيلوز مان ڪجهہ نالا هي آهن، ممتاز
مهر، نواز جلباڻي، جيڪي هڪ سال سينئر هئا، جن بعد ۾ هڪ سال اسان
کي پڙهايو هو ۽ ٻيا نياز مري، مظهر نوناري، قدير ميمڻ، جيڪي هن وقت
اتي پروفيسر آهن، ان کانسواءِ عبدالعزيز وساڻ، دلاور ملاح، منور رند، غلام

الله شر، بشير ميمڻ، بخشڻ شاھ، بسم الله شاھ، جن سان گڏجي پير ڳوٺ بہ رجب جي عيد تي ويندا هئاسون، ان ڪانسواءِ مخدوم اختر، عباس بوزدار ۽ ٻيا بہ ڪيترائي هيا، جن جا نالا ذهن تي ناهن، ان وقت خيرپور ڦاٽڪ جي پرسان ڪمپري هينسيو اسڪول جي هاسٽل هوندي هئي، جنهن جي هيٺان هڪ پاسو، ووڪيشنل ڪاليج جو هوندو هو، باقي هيٺان ۽ مٿان سڄي بلڊنگ لطيف يونيورسٽي ڪي مليل هئي، ان جي هاسٽل تي مان روم نمبر پندرهن ۾ گل حسن ميمڻ، خدا بخش سامٽيو، محمد علي چنو، غلام شاھ بخاري سان روم پارٽنر ٿي رهيس، وڏي سياسي هلچل هوندي هئي، اتي مرحوم اياز سومرو، جيڪو ان وقت سنڌ سپاف جو صدر هو، ان سان بہ ملاقاتون ٿينديون هيون، جيڪو بعد ۾ قانون جو وزير ٿي رهيو، گل محمد جکراڻي بہ يونيورسٽي آيو هو، ان جو بہ پُر جوش استقبال ڪيو هو. جڏهن سينٽرل جيل سکر ۾ هو تہ سڀ دوست گڏجي ان سان ملاقات ڪرڻ جيل بہ ويا هئاسون، ٻيا ڪيترائي دوست، ادا راز علي گل پٽو، جيڪو پهرين هن روم ۾ رهي ويو هو، نوريجا وارا سيد، حيدر شاهاڻي ۽ ٻيا ڪيترا ئي اديب ۽ سياسي ماڻهو بہ اسان جي روم تي ايندا هيا، ان دور ۾ جيئي سنڌ ۽ سپاف وارن جا پاڻ ۾ جهيڙا، جهگڙا بہ ٿيندا هيا، پر پڙهاڪو ۽ نظرياتي شاگرد ايس ايس ٽي ۽ ڊي ايس ايف وارا ڪارڪن هوندا هيا. دوستن يارن سان گڏجي ڪڏهن سکر، ڪڏهن حيدرآباد، ڪڏهن ڪراچي، ڪڏهن سن ۾ سائين جي ايم سان گڏ روح رهاڻيون ٿينديون هيون، لاڙڪاڻي ۾ ڀٽي جي ورسي ۾ بہ شامل ٿيندا هئاسون، لطيف سرڪار، سچل سائين ۽ قلندر سائين، ڪڏهن ٻونگ مسجد ۽ گدو ٽرمل، موهن جو دڙو ۽ سنڌ جي ٻين ماڳن جا بہ تعليمي سيرسفر ڪندا هئاسين، ايم ايس سي دوران ايم اي اڪنامڪس بہ پرائيويٽ ڪئي هئي، ان وقت پڙهائي دوران غلام شاھ بخاري جو ننڍو ڀاءُ نانگ جي ڏنگڻ سبب فوت ٿي ويو هو، رات جو سکر کان لاڙڪاڻي ڏانهن سواري بند هوندي هئي، اسين سوزڪي ڪرائي ادا گل حسن ميمڻ، مان، غلام شاھ بخاري ۽ ڪجهہ ٻيا دوست



خيرپور کان سوڀي ديري، ڳوٺ ڀونيٽ پور ادا امداد ڀاڳت جي اوطاق تي پهتاسين. هو ۽ ٻيا ڪجهہ دوست بہ هيا، تقريبن ڏهہ، ٻارهن دوست جن مان ڪن جا نالا ياد نٿا اچن، رات جو ڏهين بجي لٿيون، ڪهاڙيون ۽ هٿ واري بتيون ڪٽي وچ دريائي ڪچي مان سُنسان ميدانن ۽ جهنگلن مان چورن ۽ ڌاڙيلن جي پرواهہ نہ ڪندي، ڪلهوڙن ۽ چنن جي ڳوٺن وچان گار واهہ وٽان دلن تي تري پار ڪيوسين. ياري دوستي ۾ اهڙي تڪليف وارو سفر پهريون ڀيرو ڪيو هيو، نازڪ ۽ نفيس طبيعت هوندي بہ دوستي رکڻ ۽ نڀائڻ جا شينهن هوندا هئاسين، چاڪاڻ تہ پنهنجي بابا کان اها سکيا مليل هئي، ان سفر ۾ اسان کان سواءِ ڪو ماڻهو نظر نہ آيو، چارئي پاسا رات جو مال متاع جهنگ ۾ چري رهيو هو، اتان جا ماڻهو مال جي چوري نہ ڪندا هيا، اهو زندگي جو مون لاءِ پهريون پيادل سفري نظارو هو، پوءِ ڪجهہ پنڌ ڪري، وچي دريا جي ڪنڌي تي پهتاسون، اتان جا ماڻهو ملاحن کي سڃاڻندا هيا، انهن کي ڪُوڪ ڪري سڏ ڪيائون، ٻيڙي وارن جي ڪن تي پڙلاءُ پيو، ٻيڙي ڪاهي اسان وٽ پهتا، سڀ مڙس ٻيڙي تي چڙهي پتڻ پار ڪري وچي ٻي ڪنڌي تي پهتاسون، اڳتي اجان سفر جاري هو، ڳوڙهي جيڏي واري، مون لاءِ پنڌ مشڪل، تيز تيز وکون وجهندا وچي رات جو ٻي بجي هنڙي غلام شاھ ڪڙڪياسون، مان تہ ٿڪ ۾ صفا چُور، چُور ٿي چُڪو هوس، جيڪو پنڌ ڇهن، ستن ڪلاڪن جو هيو، اهو ڇئن ڪلاڪن ۾ طئي ٿيو، ڇو جو انهي وقت لاڙڪاڻي کان سکر وارو پنڌ تمام پري هوندو هو، انهي ڪري سوڀي ديري ۽ لاڙڪاڻي وارن ماڻهن جو سولائي خاطر وچون پنڌ وسيلي دريا پار ڪري هڪٻئي ڏانهن ايندا ويندا هيا، رات جو پويون پهر ترسي صبح ٿيو، هنڙي غلام شام ۾ جنازا نماز پڙهي قبرستان ۾ ميت کي دفنائي، دعا گهري، ننگر نياز ڪري، دوستن يارن، غلام شاھ ۽ بابا سائين سيد صوفڻ شاھ کان موڪلائي، مان اڪيلو ٻين مسافرن سان جيپ تي چڙهي، باقراڻي شهر پهتس، اتان وري بس وسيلي، ادا حسين گل وٽ چانڊڪا ڪاليج پهچي، وهنجي سهنجي، ڪپڙا بدلائي، انهن جي روم ۾

سهمي پيس، چو جو سفر دوران ٽڪ ۾ صفا چور ٿي چڪو هئس، اتي هڪ ڏينهن آرام ڪيو، ادا حسين گل جي دوستن سان روح رهاڻيون، قرب ڪچهريون ڪيونسين، ان دوران ادا راز علي گل پُٽي سان ملاقات ٿي، جيڪو هنٽڙي غلام شاه ڪان دعا گهري واپس وريو هو، ان کي خبر پئي هئي تہ شير گل بہ ايڏانهن ويو آهي، پوءِ ادا ۽ انهن جي دوستن ڪان موڪلائي ويگن تي چڙهي راز گل ۽ مان مدئجي رستي اچي نئين امروٽ شريف پهتاسين، جتي راز علي گل پُٽي جو دوست هيو، اتي منجهند جي ماني ڪائي، ان سان موٽر سائيڪل تي چڙهي، پراڻي امروٽ شريف سائين تاج محمد امروٽي رحہ جي بنگلي تي پهتاسين. اتان جي لائبريري ۽ تاريخي مسجد بہ ڏٺي سين، ان تاريخي مسجد بابت مشهور آهي تہ انگريزن جڏهن واهہ کوٽرايو پئي تہ اها مسجد وچ واهہ ۾ اچي پئي، ڪجهہ ڪرامتن ذريعي انگريز اها مسجد شهيد نہ ڪئي، پر اتي هڪ ننڍي مسجد ٺهرائي، اتان پل ذريعي رستو، پراڻي امروٽ شريف طرف ڪڍيو ويو، تاريخدانن انهي مسجد لاءِ ڪجهہ گهڻو لکيو آهي، پوءِ ان تاريخي مسجد جو ديدار ڪري واپس آياسين. ماني ڪائي ادا راز علي گل پٽي جي دوستن ڪان موڪلائي وري اڳئي دوست همٿ علي دل دوست سان گڏجي نئين امروٽ شريف پهتاسون، رات اتي رهي، صبح جو ناشتو ڪري، وري مان واپس هاسٽل تي آيس، ادا گل حسن ميمڻ بہ روم تي پهتل هو، اسان ڪان موڪلائي ادا راز علي گل پٽو، اتان واپس ٽرين ذريعي اُچ شريف ويو، چو جو اتي حبيب بئنڪ ۾ سيڪنڊ آفيسر لڳل هو، ڪجهہ وقت گذرڻ ڪانپوءِ مان بہ ان جي فيملي سان گڏجي اُچ شريف جون زيارتون ڪيون هيون، بهرحال مان وري بہ پنهنجي پڙهائي ۾ لڳي ويس، پوءِ اهو روم ڇڏي ادا علي گوهر واٽيو سان گڏجي نائين نمبر روم جو تالو ٽوڙي، ڪجهہ وقت راضي سيال سان گڏجي ان ۾ رهياسين، مان رومن کي سينگارڻ جو شوقين هوندو هئس، ان وقت مون کي ٽيپ رڪارڊ بہ هوندي هئي، اسان جڏهن گهر گهمڻ آيا هئاسون، واپس وياسون تہ ڪمري جو تالو ٽٽل هو، ٽيپ



چوري ٿيل هئي، اسان کان اڳ ۾ ئي گل حسن چوڪيدار هو، جنهن سڄي هاسٽل ۾ قرآن شريف گهمايو هو تہ جنهن ٽيپ کنئي آهي، قرآن جي صدقي واپس ڏيو، اهو منهنجو تمام گهڻو خيال ڪندو هو، ان کي مان چيم تہ توکي مان چور ڪري نہ وٺان ها، تو اهو ڪم قرآن شريف گهمائڻ وارو چو ڪيو، ان روئي ڏنو، چيائين تہ ادا مون کي پڪُ (ڊپ) پيو ٿئي تہ متان منهنجي مٿان چوري جو الزام هڻو، بهرحال شڪ تہ اسان کي ان وقت لطيف يونيورسٽي ۾ سپاف جي صدر لطيف سيال مٿان هيو (اهو هاڻي وفات ڪري چڪو آهي) ان بہ قرآن تي هٿ رکيو هو، هيڏانهن جڏهن منهنجي دوستن کي خبر پئي، جنهن ۾ ادا هدايت الله شاهاڻي وچي ان هنڌ پهتو، جن چوري ڪئي هئي، اها چوري وڏيري محمد نواز سيال مرحوم سمي شهر واري ان ٽيپ بدران ٻي ٽيپ ڏياري، پر ادا هدايت الله شاهاڻي چيو نہ مون کي اها ساڳئي ٽيپ کپي ۽ هي ٽيپ بہ مونکي وٺي ڏنائين، پوءِ انهن مٿان زور وڌي ويو، جهيڙي جو ماحول ٿي ويو، آخرڪار انهن ساڳئي ٽيپ ٻن مهينن اندر واپس ڪئي، ادا هدايت الله ڏنڊ ۾ پهرين واري ٽيپ بہ انهن کي واپس نہ ڪئي، چيائين تہ اهو عزت جو بدلو آهي، توهان چوري چو ڪئي؟ بهرحال ان دور ۾ پڙهائي سان گڏ وڏيون سياسي چڪريون بہ ٿينديون هيون، هيڏانهن علي گل گوهر واٽيو جي دائود انجينئرنگ ڪاليج ڪراچي ۾ سليڪشن ٿي ويئي پوءِ اسين ڪراچي گهمڻ لاءِ مان، نصير لاشاري ۽ ان جو دوست بہ ساڻ هو، وچي پهتاسون، اتي چاچا نور محمد وٽ رهياسون، مان ۽ منهنجا دوست چاچا نور محمد جو پٽ فرقان ۽ ان جو دوست سجاد ڪراچي يونيورسٽي وچي علي گوهر سان انٽر نيشنل هاسٽل تي ملياسون، اتي گل محمد جکراڻي، شفيع محمد ڪرناڻي، غلام حسين خواجا، سيد مڪڻ شاه جيڪي ان دور ۾ شاگرد سياست جا وڏا ليڊر هيا، انهن سان بہ ملاقات ڪئي. (مون وٽ ياشيڪا ڪئميرا هوندي هئي، جيڪا ادا فيروز گل وارن مون ڏانهن مديني کان وٺي موڪلي هئي، انهن سان گڏ تصويرون بہ نڪتل آهن) پوءِ انهن کان موڪلائي ڪيماڙي

منهوڙي، ڪلفٽن ۽ سمنڊ جا خوبصورت نظارا ڏنا ۽ ڪراچي شهر جا ٻيا پڪنڪ پوائنٽ گهمي واپس ورياسين. پوءِ مان اها روم ڇڏي سورهن نمبر روم ۾ رهيس، گڏ سورهن روم وارا بہ دوست هيا، انهن رومن ۾ منهنجا پارٽنر دلشاد ٻهڻ، علي مراد عباسي، بدر جامڙو، ڪجهہ ٻيا جنهن جا نالا ياد نٿا اچن گڏ رهندا هئاسون، ان وقت مون وٽ ڪوڙن وارو جادل منگي جيڪو جيئي سنڌ، سياست ۾ وڏو مشهور هو، سادي طبيعت ۽ تمام سٺو انسان هيو، ٻي پارٽي ڏانهن سپاف جو صدر شبير جمالي هو، ٻئي منهنجا دوست هيا، شبير جمالي مونکي چيو تہ جادل منگي کي پنهنجي روم تي اچڻ نہ ڏي، مون چيو تون ڪير ٿيندو آهين جهلڻ وارو؟ مون وٽ پوءِ بہ جادل منگي ايندو رهندو هو. انهيءَ دوران نظير ڏاريجي منهنجي روم ۾ پنهنجو هنڌ بسترو رکيو هو، مان انهي جو هنڌ بسترو ڪٽي روم کان ٻاهر اڇلائي ڇڏيم، بهرحال ٽائيم گذرندو ويو، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ سياسي جهيڙي ۾ نظير ڏاريجو ۽ جادل منگي قتل ٿي چڪا هيا، ان جي بدلي ۾ اسان جو دوست جيڪو منظور وساڻ جو ڀيجهو عزيز مرتضيٰ وساڻ هيو، جيئي سنڌ وارن قتل ڪري ڇڏيو هو، اسان جو ڪاليج کان وٺي يونيورسٽي تائين بهترين دوست هيو، منهنجي ٻنهي ڌرين سان سٺي دوستي هوندي هئي، جنهن جي ڪري رب سائين بچائيندو آيو، ان دور ۾ مان بابا سان ڪاوڙجي هاسٽل تي رهيل هئس، گهر نہ ويو هئس، بابا اتان بس تي چڙهي مونکي پرچائڻ آيو هو، روئي ڀاڪر پاتائين، پرچائي وري واپس گهر ڏانهن موٽيو، انهي جهيڙي واري دور ۾ مرتضيٰ وساڻ جي قتل کان اڳ مون کي ۽ غازي عباسي کي ٻنهي پاسن کان نيوٽرل سمجهي ان هاسٽل کي تعلقا مارڪوس جو نالو ڏنل هو، ان هاسٽل جو مون کي ۽ غازي ڪلهوڙي کي جيئي سنڌ طرفان صدر ۽ نائب صدر ڪيائون، پوءِ هوڏانهن وري يونيورسٽي جي طرف هڪ هاسٽل تي سپاف وارن قبضو ڪيو هو، اسان پاڻ ۾ گهڻا دوست گڏ ٿي ڪري، هاسٽل جي روم جا تالا ٽوڙيا. ان وقت جي خاص شخصيت عنايت علي هيسباڻي جي روم جو تالو ٽوڙي



ڪٿون ٻاهر ڦٽيون ڪيون هيون، هو سامهون آيو پئي، اسان جو تعداد گهڻو ڏسي خاموش ٿي ويو، ڇنڇر جو ڏينهن هو، اسان واپس گهر موٽي آياسون، هفتو کن موڪل هئي، ان ڪانپوءِ خبر پئي تہ مرتضي وساڻ قتل ٿي چڪو آهي، يونيورسٽي جو سڄو ماحول درهم برهم ٿي ويو. ڪجهہ وقت لاءِ يونيورسٽي بند ٿي وئي، الله خير ڪيو، انهي سڄي ماحول ۾ پيءُ، ماءُ جي دعائن سان بچي نڪتاسون، مهيني ڏيڍ ڪانپوءِ امتحان شروع ٿيا، اسان هاسٽل ۾ نہ رهياسون، پر پاڪستان ڪوارٽرن ۾ منهنجي دوست لطيف واٽيو وٽ رهي پياسون، اتي محنت ڪري ايم ايس سي جو امتحان ڏنو، اهو فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيو، ان ڪانپوءِ هرڪو دوست ڊگري وٺي، واپس گهر ڏانهن وريو، مان وري ان دور ۾ چاچا غوث بخش خاصخيلي سان گڏجي ٺيڪيداري بہ ڪئي هئي، هوڏانهن وري ادا حسين گل پنهنجي ڊاڪٽري جي ڊگري پاس ڪري اتي ئي اسپتال ۾ هائوس جاب ڪندو هو، ان کان پهريائين اسين اتي امان سائڻ جي ڳلي جو آپريشن ڪرايو هو، هائوس جاب ڪرڻ دوران ادا حسين گل پنهنجي مامي ۽ سس جي ڳلي جو بہ آپريشن ڪرايو هو، هائوس جاب دوران ئي ادا حسين گل جي شادي ڪرائي هئي.

*****

# فاضل راهو جي ورسي

مان يونيورسٽي کان فارغ ٿي، واپس اچي شاهي بازار ۾ نهرايل پنهنجي دڪان جي مٿان جڳهه تي رهندو هئس، هيٺيان دڪان ديوانن کي مسواڙ تي ڏنل هئا، ان ۾ هنن ڪرياني جو سامان وڌو هو، دڪان نهڻ وقت رسول بخش چيئرمين مسئلو پيدا ڪيو هو، اهو پوءِ سائين منل شاه حل ڪري ڇڏيو هو، اسان جي دڪان جي هڪ پاسي کان وساڻ جو دڪان، ٻئي پاسي کان حسين بخش سرڪي جا دڪان ۽ حاجي اسحاق سرڪي جو دڪان هوندو هو، پوئين پاسي کان پيل خالي پلاٽ ۽ ماما حافظ محمد سرڪي جن جو گهر هو، دڪان اڳيان ٽيلي فون ايڪسچيج هئي، مان جڏهن اتي رهندو هوس ته اتي منهنجا دوست ڏيرج ڪمار، جيڪو راڻيپور ۾ ڪاروبار ڪندو هو، غلام شبير ننگريجو، مير محمد چاچڙ جيڪو ٽيلي فون ملازم هو، ٻيا به ڪوڙ سارا دوست، چاچا غوث بخش، چاچا خضر حيات، نيڪ محمد شيخ، بهادر لاڙڪ، پير حاجن شاه، عبدالعزيز وساڻ، بدرالدين چامڙو، حيدر شاهاڻي(قادر مگسي ڪي روپوشي جي دوران به راتيون مون وٽ رهايو هو) اسان جا پناڻ دوست، عبدالاڪبر ۽ ملڪ لياقت، جيڪي روڊ ۾ مٿي جا ٽيڪا ڪٽندا هيا، انهن سان گڏجي راڻيپور جي ميلي ۾ ادا عبداللطيف پناڻ، سندس پيءُ عبدالعزيز پناڻ جيڪو بابا جي ڪري اسان جو دوست هيو، انهن سان ملياسون، انهن وٽ جاويد پناڻ مردان وارو به ڪشمش جو ڪم ڪندو هو، جهيڙن جي ڪري اتان ڀڳل هو، سدا گل جي معرفت ان سان به گهري دوستي ٿي ويئي هئي، جنهن جو ذڪر اڳتي ڪندس، انهن سان ملندا هئاسون، ان ڪانسواءِ ڪنهن جا نالا ڪٽي، ڪنهن جا ڪٽان، ڪيترائي دوست دڪان جي مٿان منهنجي جڳهه تي ايندا، ويندا هيا، آخر تائين چاچا غوث بخش، چاچا خضر حيات



هر ڏک، سک ۾ هر وقت ساٿاري رهيا، سياسي طور تي چاچا غوث بخش جو وڏو سياسي قد ڪاٺ هو، سياسي بصيرت گهٽي هوندي هئس، ڪنهن وقت پٽي صاحب سان گڏ جيل ۾ به رهيو هو، جڏهن جيل مان نڪتو هو، پٽي صاحب ڪيس چيو هو ته جيئي سنڌ جي سياست ڇڏ ته تو کي پوليس ۾ ڊي ايس پي جي نوڪري ڏيان، پر هن اهڙي آفر کي ٺڪرائي ڇڏيو هو. پنهنجي ڪاليجي دور ۾ سچل سرمست ڪاليج ۾ پير آف راڻيپور پير علي تقي شاه جنهن جو ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ وڏي ۾ وڏوجلوس ڪڍيو هو، جيڪو بي بي سي تان پڻ نشر ٿيو هو، ان ۾ مان به شرڪت ڪئي هئي، ڪاليجي اليڪشن ۾ ان شخصيت کي به شڪست ڏني هياسين، ان مونکي مير غوث بخش بزنجي، يوسف مستي، يوسف گرديزي، شاه محمد شاه، اسماعيل وساڻ، قمر راڄپر، ايئر مارشل اصغر خان، ابو بڪر زرداري، ڪراچي ۾ يوسف مستي جي بنگلي تي بينظير ڀٽو، غلام مصطفيٰ جتوئي، مير غوث بخش بزنجي سان ملاقاتون ڪرايون هيون، ڀاٽوٽ هالا ۾ شاه محمد شاه وارن سنڌ ڪانفرنس ڪوٺرائي هئي، جنهن ۾ سنڌ کان وٺي سڄي ملڪ پاڪستان جا سياستدان موجود ٿيا هيا، اتي ادا نيڪ محمد شيخ، ڪامريڊ ادا بشير ملاح ۽ مان انتظاميا جو حصو بڻيل هئاسون، چاچا غوث بخش جي ڪهڙي ڳالهه بيان ڪريان، جيڪو منهنجو سياسي استاد پڻ آهي، ان سان گڏ ڪراچي جا ڪيترائي سفر ڪيا هيا، ڪڏهن صدر ته ڪڏهن سٽي ڪورٽ، ڪڏهن ڪڏا مارڪيٽ ۽ ڪڏهن پيپلس ڪالوني ادا جان محمد لڪ وٽ، اتي گل بهار لڪ جو ڏاڏو لال بخش تمام سٺو انسان هيو، ڏاڍي خدمت ڪيائين، اتي رستم لڪ سان به ملاقات ٿي هئي، ڪڏهن ڪڏهن ادا نيڪ محمد به ساڻ هوندو هو. بهرحال اهي ڏينهن، شينهن هيا، ان دور ۾ چاچا خضر حيات ۽ ادا نيڪ محمد به پيش پيش هوندا هيا، دڪان جي مٿان منهنجي اوطاق تي ادا ڊاڪٽر عنايت عباسي ۽ ادا غلام شبير ننگريجو به جيڪو چاچا خضر حيات جو سٺو ۽ پيارو دوست هو، بهترين ڳڻن ۽ طبيعت وارو انسان هو. ان کان سواءِ مير محمد چاچڙ به منهنجي جڳهه تي رهندو هيو، مون کي يادگيري آهي ته هڪ دفعو

سعودي عرب کان عرب متر جنهن کي سعودي ۾ اسان جا مائٽ چريو چريو
ڪري سڏيندا هيا، اهو ادا ذوالفقار سرڪي ۽ حاجي اشرف سرڪي سان
گڏجي راٽيپور آيو هو، تڏهن ادا اشرف وارن جا ڪچا گهر هوندا هيا،
هاڻي تہ الله جا انهن مٿان وڏا قرب آهن، انهن کي اسين ماسات سڏيندا
آهيون، جنهن جي ماءُ ڏاري پنجاب جي شهر ڪاريان جي هوندي هئي،
جنهن کي اڳتي هلي، بابا ۽ امان پنهنجن مائٽن سان ملايو هو، انهيءَ ڪري
ڪيس ماسات ڪري سڏيندا آهيون. هونئن بہ ادا علي گل جي ڪري
رشتيدار بہ ٿين ٿا، انهن جي دعوت تي عرب متر آيو هو، جنهن کي انهن
سنڌ ۽ پاڪستان جا تاريخي ماڳ، مڪان ۽ شهر گهمايا هيا، ان کي هڪ
دفعو بابا دڪان جي مٿان جڳهہ تي گهرائي، سني آڏر ڀاءُ ۽ خدمت ڪئي
هئي، مکڻ، ماکين، لسي سان اُفراتا ڪارايائين. بابا سان ڪلاڪ کن هڪ
ٻئي جي ٻولي نہ سمجهندي بہ بابا کي اڇو اجرو ۽ ڇهري ۾ رعب تاب ڏسي
ڏاڍو خوش ٿيو. سعودي واپس وڃي، ادا فيروز گل کي ڀاڪر پائي چيائين
تہ واه تنهنجو پيءُ تمام بهترين انسان آهي، پوءِ اتي اسان جي مائٽن سان
ڀوڳ ڪندو هو تہ ٻيو مڙيئي خير، ادا فيروز گل جو پيءُ مون کان وسري
ئي نٿو. چاچا غوث بخش، مير غوث بخش بزنجي کي گهرائي جلسو بہ
ڪرايو هو، جنهن جي اڳواٽي چاچا سان ساٿاري ۾ مان، ادا نيڪ محمد،
چاچا خضر حيات، ڪامريڊ بشير ملاح، ادا نياز ڪلهوڙو ۽ ٻيا بہ ڪوڙ سارا
دوست هئا، ان جلسي ۾ ٻاهريان بہ ڪافي مهمان آيل هيا، جلسي جي
پڄاڻي ڪانپوءِ کاڌي جو پروگرام سائين اُڏل شاه جي بنگلي تي سائين
فرزند علي شاه ڪيو هو. سنڌس پيءُ جيڪو سياسي، سماجي پيرن ۾ وڌ ۾
وڌ لکيل پڙهيل ماڻهو هو، جنهن وٽ پهريون دفعو پيتو صاحب آيو هو،
راٽيپور جي بهترين انسان دوست شخصيت هئي، ان وقت جي سائين
ميران سائين سميت سڀني کان عمر ۾ وڏو بہ هو، اهو بہ ساٿ ۾ ساٿاري
رهيو، ماني کاڌي دوران ابو سائين بہ آيل هو، جيڪو ايم پي اي ۽ ممتاز
ڀُٽي جي ڪابينا ۾ پنجن، ڇهن، کاتن جو منسٽر هو، مير صاحب ماني سان
گڏ ساوا گوگائي مرچ کائڻ جو بيحد شوقين هوندو هو، جن جو اسان پهرين



ئي بندوبست ڪري ڇڏيو هو، هو اهي کائي رهيو هو، انهي دوران ابو شاه
عرض ڪيو تہ اسان جي بہ دعوت کاءِ، ان کي چيائين تہ مان تہ راٽيپور ۾
ڪنهن کي نٿو سڃاڻان؟، صرف غوث بخش ۽ مون ڏانهن اشارو ڪري،
(مونسان نيڪ محمد بہ ساڻ هو)، پير صاحب کي چيائين تہ "ان بیٹوں کو میں
جانتا ہوں، جنہوں نے میری بڑی خدمت کی ہے، پھر کبھی آیا تو آپ کی دعوت کھاؤں گا "
ان دعوت ۾ شاه محمد شاه، قمر راڄپر، اسماعيل وساڻ ۽ ٻيا دوست بہ
شامل هيا، دعوت کائي، سني موڊ ۾ سائين اڏل شاه، سائين ابو شاه ۽ اسان
سڀني دوستن کان موڪلائي پنهنجو سياسي سفر اڳئين شهر ڏانهن
وڌايائين، اسان جو پروگرام تمام سٺو ٿي ويو. پروگرام ڪندڙن ۾ چاچا
غوث بخش، مان، ادا نيڪ محمد، چاچا خضر حيات، بشير ملاح ۽ ٻيا ڪوڙ
سارا دوست خوش ٿي وري پنهنجن پنهنجن ڪمن ڪارن ۾ لڳي وياسين،
ان دور ۾ سائين علي رضا شاه ڊيڪوريشن وارو جنهن نئين گاڏي ايف
ايڪس ورتي هئي، ان تي مان، ادا نيڪ محمد ۽ اعجاز شاه يا وري حضور
بخش ميمڻ ٻنهي مان کو هڪ هيو، راٽيپور کان سڌو راهوڪي شهيد
فاضل راهو جي پهرين ورسي تي ويا هئاسين، اتي پراڻن سياسي
ڪارڪنن سان بہ ملاقات ٿي، منهنجي زندگي ۾ اها پهرين ورسي هئي،
جنهن ۾ مردن ڪانسواءِ وڏي تعداد ۾ نظرياتي عورتون بہ هيون، پوءِ اتي
لنگر ڪري رات جو ٻارهين هڪ بجي راٽيپور واپس پهتاسون. انهي
ڪانپوءِ چتن شاه بخاري جو ساليانو ميلو هو، بابا جي اڳواٽي ۾ جنهن سان
ساٿ ۾ ساٿاري، چاچا مبارڪ سرڪي، چاچا غلام رسول سرڪي، علي رضا
جو پيءُ ۽ ڏاڏو چاچا وتون فقير، چاچا سمن، حاجي اسحاق سرڪي، ادا گل
شير سرڪي، چاچا صوفن ڪلهوڙو ۽ گهانگهرن مان بہ ڪجهہ شخصيتون
هيون، جن جا نالا نٿا اچن، مطلب تہ سرڪي، ڪلهوڙا عباسي، گهانگهرن ۽
ٻين ڪيترين برادرين جا وڏڙا اتي مدفون آهن، جيئن تہ ميلي جي اڳواٽي
بابا سائين جن جي هئي، ملهہ وارا وڏيري سهراب سرڪي جي اوطاق تي
ڪجهہ اسان وٽ ۽ ڪجهہ وري ٻين وٽ ترسيل هوندا هيا، دڪانداري بہ
هوندي هئي، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ملاڪڙي جي راند ۾ سنڌ ۽ پنجاب جا

مشهور پهلوان، رانديگر حصو وٺندا هيا، انهن کي داد سان گڏ وڏا پئسا بہ
ملندا هيا، انعام ۾ بوسکي جا پٽڪا ڏنا ويندا هيا، هڪ دفعو ادا سدا گل
سني مينهن بہ رکي هئي، ان وقت جو مشهور پهلوان سمن شاه ۾ لاڙ کان
نئي، سجاول جا سٺا پهلوان ملهہ ۾ حصو وٺي سوڀارا ٿيندا هيا، پوءِ خبر
پئي تہ اهي لاڙ وارا سنڌي پهلوان بکر شيدي عرف انبڙي جي خاندان جا
هيا، بکر شيدي، شير سنڌ پهلوان شير ميربحر سان، بکر شيدي قد ننڍي
هوندي بہ شير مير بحر سان ملاکڙي جي ميدان ۾ سندرو اچلي ڏيندو هو،
انهن کان سواءِ ان دور جا مشهور پهلوان سومر مرکنڊ، ميهڙ مرکنڊ، شير
گوپانگ، فريد گوپانگ، چاچو دودو گوپانگ جيڪو بابا جو پاءُ سڏيل هو،
ساعت علي جوڻي، جيڪو اسان کي سوٽ ۾ بابا کي بابا سڏيندو آهي، اٿل
هنگورو ۾ ڪالو پهلوان هڪ ٻئي کي ملهون ماريندا هئا، اڪثر ڪري اٿل
ماري ويندو هو، هنگورن ۾ اسان جي راڄ وارن جو اچڻ وڃڻ هوندو هو،
انهي ڪري ان کي پئسا تمام گهڻا ملندا هيا، جيڪي انعام ڪٽندا هيا،
اهڙن موقعن تي بابا سائين، ميران سائين کي بہ گهرائيندو هو، ميلي جي
ڏينهن ۾ سڄو ڏينهن خير خيراتون هونديون هيون، ان دور کان پهرين بہ
اسين اتي دڪان هٽندا هئاسون، راڳ روپ ۾ ويراڳ جون بہ روح رهاڻيون
ٿينديون هيون، چٽن شاه جي ميندي واٿون فقير جي گهران نڪرندي
هئي، جيڪا اڃان تائين نڪرندي آهي، انعام ملهن ۾ ورهائي، ميلي جي
پڇاڙي تي، دهلن، دمامن سان بابا سائين، سومر شيدي، منون شيخ ۾ ٻي
جتوئي برادري، مان، ادا گل شير، حاجي رستم ۾ جيڪي پهرين نالا ڪٽي
آيو آهيان، سڀ راڄ پاڳ وارا جهُمر ۾ حصو وٺندا هيا، جنهن ۾ بابا سائين
سڀ کان اڳيرو هوندو هو، ماڻهن جي ميلي ۾ واهہ زوار، واهہ زوار پوندي
هئي، پوءِ ميلو پنهنجي پڇاڙي تي پهچندو هو ۾ هاڻي ان ڪانپوءِ ٽن ڏينهن
مان هڪ ڏينهن جي جنهن کي چٽن شاه جو تل چئبو آهي هلندو رهي ٿو،
ان تل ۾ ماما جن بہ ايبٽ آباد کان آيل هوندا هيا تہ حصو وٺندا هيا، هن تل
جي مناسبت سان هڪ قصو هي بہ آهي تہ هڪ ڏينهن تل هيو، ان ڏينهن
راٽيپور ۾ جنهن جڳهہ ۾ چاچا غوث بخش رهندو هو، ان جڳهہ کي اسين



وائيٽ هائوس سڏيندا هئاسون، چاچا غوث بخش پنگ پيئندو هو، ان
ڏينهن هڪ بہ ڊڪ مان بہ پيتو هو، چٽن شاه جو تل هو چاچا غوث بخش، ادا
نيڪ محمد ۾ مان گڏجي چٽن شاه جي تل تي پهتاسون، ملاکڙو پنهنجي
اوج تي هو، تہ مون کي ٿورا ٿورا نشا ٿيڻ لڳا ۾ پئہ بہ ٿي رهيو هو، چٽن
شاه جي ميدان ۾ ملاکڙو بہ هلي رهيو هو، بابا جا ملهن کي داد ڏيڻ، اسين
سڀ پائر پئسن جا داد ملهن کي ڏئي رهيا هئاسون، بابا سيني پائرن کي گڏ
ڪري چيو تہ پئسا ڪڍو، سيني ملهن کي انعام ڏيو، پاڻ وري ملاکڙي
دوران پر جوش جهمريون بہ هڻندو رهيو، پهرين ميلن مطابق ساڳي نموني
جهمريون لڳي ويون، بابا سان گڏ، ادا پرويز گل جا بہ جهمرين جا انداز ئي
پنهنجا هوندا هيا، پوءِ ٻنهي جي مقابلي کي ماڻهو ڏسي چاهہ مان چريا ٿي
پوندا هيا، واهہ واهہ زوار پٽن سميت چٽن شاه بخاري جو ميلو ملهائڻ.
جيئن ملاکڙو ۾ ميلو ختم ٿيو، مون تي ٿورا نشي جا سرور چڙهيل هيا،
جلدي جلدي ڪري، چاچا غوث بخش ۾ نيڪ محمد کي ساڻ ڪري پئہ مان
ميلي مان نڪري ويس، ڪنهن کي خبر ئي نہ پئي، پوئين کي پُڇڻ ئي نہ
ڏنم، رستي ۾ ٻنيون، ٻارا ۾ جيڪي واٽر اچي رهيا هئا، ابل واهہ سميت
درگاه وارو وچيون رستو وٺي، اچي سڌو وائيٽ هائوس تي پهتاسون، ڪٽ
تي اچي سمهي رهيس، ان دوران دل ۾ گهڻا وسوسا ٿيا تہ ماڻهن کي خبر
پئجي ويئي آهي الائي ڇا، هنن نشو ڪيو آهي، ادا نيڪ محمد گهر ويل
هو، چاچا غوث بخش چيو تہ بيهہ تہ مان در بند ڪري اچان، مون چيو
”خبردار در نہ بند ڪجان.“ تہ ايتري ۾ ادا نيڪ محمد شيخ پهچي ويو،
منهنجي لاءِ سيون اپ بوتل وٺي آيو، مان پيتم، پوءِ الٽي ڪيم، تہ نشا ئي
لهي ويا، ايتري ۾ مرحوم سيٺ يعقوب ميمڻ بہ اچي ويو، ان ڪانپوءِ گهران
چاچي غوث بخش جي ماني، ادا فدا گل ۾ پرويز گل سان منهنجو پاٽيجو
عمران حسين ۾ ننڍڙي پاٽيجي فوزيا گڏ وٺي آيو هو، جن کي اچي ڪپڙي
جا پرت پربل پهراڻ پاتل هيا، انهن سان مان ڏاڍو پيار ڪندو هئس، اهي
ٻہ ماما ماما ڪري مونکي پاڪرن ۾ پئجي ويا. اڌ ڪلاڪ کن ڪچهري
ڪئي، اڳيئن ڪيفيت جي ڪنهن کي ڪل ئي نہ پئي.****

پاڱو/14

# حسين گل جي شادي، نوڪريون ۽ نوڪرين جا چڪر

ڊاڪٽر حسين گل جي شادي ڪرڻ جو سوچي رهيا هئاسون، جو جو ڪجهہ وقت پهريائين امان ۽ مان وچي ان جي مڱڻي مامن وٽان ايبٽ آباد مان ڪرائي هئي، پوءِ وري امان سان گڏ وچي، شادي جي تاريخ رکي اتان جو راڄ پاڳ گڏ ڪري ڪجهہ سامان ڏئي دعا گهري واپسي اچي شادي جي تياري ۾ لڳي وياسون، جڏهن شادي جو ٽائيم ويجهو آيو تڏهن، راٺيپور سنڌ مان ريل وسيلي پنهنجا گهر ڀاتي ڪجهہ ٻيا مٽ مائٽ جن ۾ حاجي منٺار، الطاف حسين، افسر، عجيب سرڪي، ادا سعيد، حسين نڪاڻي، ادا ڊاڪٽرعنايت علي عباسي چاچا خضر حيات ۽ ڪجهہ ٻيا بہ هيا، جن جا نالا ياد نٿا اچن، بابا سان گڏ ايبٽ آباد وچي ماما جن وٽ پهتاسين، اتي ڏوم ڏام سان نڪاح ڪري، پنهنجي سنڌي ثقافت پٽڪا، ٽوپيون، اجرڪون پائي جهمريون هٽي خوشي جو اظهار ڪيو، اهڙي طرح سنڌ ۽ سرحد جي ثقافتن ۾ وڏي ڌوم سان ادا حسين گل جو نڪاح ٿيو، هڪ بہ ڏينهن اتي رهي، ڏاج جو سامان جيڪو مليو هو، اهو ٽرڪ تي چاڙهي، ادا منٺار ۽ ٻين عزيزن کي چيو ويو تہ توهان ٽرڪ تي سامان کٽي راٺيپور وڃو، سامان دوران سفر ۾ انهن کي بہ ڏينهن ڪن لڳي ويا هيا، هوڏانهن وري بابا سائين گهوٽ ڪنوار ۽ ڄڃ کي وٺي، ريل وسيلي حويليان اسٽيشن کان ڌوم ڌام سان سفر ڪري، اچي راٺيپور اسٽيشن تي پهتا، اسين پهريائين اتي دهلن ۽ شرنائين سان ڄڃ جي اوسيئڙي ۾ بيٺا هئاسون، ٽرين تان لهڻ شرط ساري ڄڃ عورتن کي ٽانگن ۽ ڪارين سميت



گهر ڏانهن روانو ڪيو، پوءِ گهوٽ کي ساڻ ڪري خوشي وچان اسٽيشن کان بس اسٽاپ وارو رستو وٺي، باب دستگير گيٽ کان سڄي ڄڃ سان بابا سائين بي انتها خوشي مان نچندو، ڪڏندو، نعرا هڻندو، شاهي بازار وٺي، آيو پئي تہ سيني ماڻهن متوجهہ ٿي دڪانن تان اٿي منظر ڏٺو پئي تہ جڏهن بابا تي نظر پئي تہ ڪيس زوار زوار چئي شادي جون مبارڪون ڏيڻ لڳا، اهڙي طرح بازاز مان جهمريون هڻندي، هڻندي بابا اچي گهر پهتو، هيڏانهن وري جيئن مان شادي ۾ نہ ويل هيم، تنهن ڪري پويان سارو پروگرام تيار ڪري ڇڏيو هوم، پنهنجي ذات وارن جيڪي ڪجهہ رنل هيا، انهن کي بہ پرچائي شادي ۾ شامل ڪيم، بابا انهن کي ڏسي منهنجي پُٺي ٺپي شاباس ڏئي،ڀاڪر پائي چيائين تہ واقعي مون پيءُ وارو تو ڪردار ادا ڪري ڏيکاريو آهي، پوءِ تہ شادي ۾ چوڏهن چنڊ لڳي ويا، پهرين ڏينهن راڄ، پاڳ اوڙي پاڙي کي دعوت ڪارائي روانو ڪيوسون، پوءِ گهٽي ٽڪ سبب سڀ ڀاتي سمهي رهيا، هوڏانهن وري مان پنهنجن دوستن سان گڏجي راٺيپور هاءِ اسڪول ۾ شاميانا هٽي، ساري رات کاڻڻ، پيئڻ جو سامان تيار ڪرائي رهيو هوس، رات جو اچانڪ برسات پئي دوستن جي مدد سان همت نہ هاريم، جتي جتي پنڊال ۾ پاڻي بيٺل هيو، انهن جڳهن تي مٽي وجهرائي ڇڏي، ڪم ايئن ڪري ڇڏيو هو، جڻ برسات ٿي نہ پئي هئي، ٽڪ هوندي بہ سڄي رات دوستن سان اوجاڳو ڪيوسين، پويان بابا جن سوچيو تہ مينهن ۾ الائي ڇا حالت ٿي هوندي؟، ماڻهو ايندا الائي نہ، پوءِ پاڻ جڏهن گهر ڀاتين سان يارهين بجي ڌاري پنڊال ۾ پهتو تہ خوبصورت سجيل پنڊال ڏسي، رڌ پچاءَ وارو سارو سامان تيار ڏسندي خوشي وچان ڀڪي پيو، چيائين تہ واهہ پٽ شير گل، تنهنجا دوست بہ شير آهن، انهيءَ شاديءَ جا ڪارڊ ادا قلندر بخش چاميڙي ورهايا هئا، پوءِ سنو انتظام بابا ڏسي مون کي چيو ”پٽ واقعي تون منهنجي نقش قدم تي هلي رهيو آهين.“ ائين مينهن وسڻ باوجود بہ مهمانن جي زور شور سان اچڻ جو سلسلو جاري رهيو، اسين انهن جو شاندار استقبال بہ

ڪري رهيا هئاسون، ان شادي ۾ تقريبن سارو شهر، اوڙي پاڙي جون
سيئي ذاتيون، پري کان کهي آيل يار دوست، اڳيان پويان ڪلاس فيلوز ۽
منهنجي استاد برادري جيڪا ساٿ ۾ ساٿاري هئي، پنڊال مڪمل طور
ڀريل هيو، کائڻ پيئڻ جا دور هلي رهيا هيا، شفتن مٿان شفتون، وهاڻءُ
ڏام ڌوم سان ٿيو، اسين سڀ انهي دعوت واري ڪم ۾ سرخرو، سوڀارا
ٿياسين.

سعودي کان ادا علي گل ۽ ادا سدا گل واپس اچي چڪا هيا، سدا
گل پنهنجي واپار ۾ واڙي واري ڌنڌي ۾ لڳي ويو هو، ادا علي بخش کان
مان جيڪو پلاٽ ورتو هو، ان ۾ مينهن جو واڙو کوليو هيائين، هوڏانهن
ادا علي گل پنهنجي دڪان ۾ وڏو رنگ ۽ هارڊويئر جو دڪان کوليو،
هيڏانهن وري مان نوڪري لاءِ اپلاءِ ڪندو رهندو هيس، هڪ دفعو
اسٽيسٽيڪل آفيسر لاءِ ڪيو هئم پر آرڊر وري اسٽيسٽيڪل اسسٽنٽ
جو آيو، جيڪو هن وقت سورنهين اسڪيل جو آهي، هيڏانهن وري جيئن
ادا حسين گل هائوس جاب دوران شادي ڪئي هئي، جڏهن ان جو هائوس
جاب پورو ٿيو، ته بابا سائين باب دستگير پرسان نيشنل هاءِ وي تي ان لاءِ
اسپتال ٺهرائي ڇڏي هئي، آصف ڪلينڪ ادا حسين گل نالو رکيو، اتي
پنهنجي پريڪٽس ڪرڻ لڳو، هٿ ۾ شفا هيس، مريض تمام گهڻا ادا
حسين گل وٽ ايندا هيا، هوڏانهن مان وري نوڪري جوائن ڪرڻ لاءِ
بيورو آف اسٽيٽڪس جي آفيس گورنمينٽ آف پاڪستان جي آفيس
ڪراچي پهتس، جيڪا آفيس شهيد ملت روڊ تي بلوچ ڪالوني پرسان
هئي. مان، عبدالعزيز وساڻ ۽ مرحوم غازي خان عباسي اتي پهتاسين ته
ڏٺو سي ٻيا کوڙ سارا دوست به هيا، سيئي جوائن ڪري نوڪري جي
سلسلي کي اڳتي وڌايو،پوءِ مان گرومندر پٽيل پاڙا، ادا منٺار چامڙي وٽ
رهائش اختيار ڪيم، اتي ادا عنايت علي عرشي ۽ ادا منٺار چامڙو مانيون
پچائي کارائيندا هيا، اتي منهنجا ڪيترائي دوست ايندا هيا، جن مان
غازي خان عباسي، ادا عبدالعزيز وساڻ، فدا ڪانڊڙو، ضرار جان پناڻ،



حبيب مغل، ياسين، ڪليم الله، طارق ۽ ٻيا به ڪيترائي هيا جن جا نالا
هاڻي ياد نٿا اچن، گڏ سروي ڪندا هئاسين، اڪثر ڪري مان پنهنجي
دوست ضرار جان سان موٽر سائيڪل تي گڏجي، ڪڏهن ڪڏهن فدا
ڪانڊڙو ته حبيب الله مغل، ته ڪڏهن عبدالعزيز وساڻ سان گڏجي به
سروي ڪندا هئاسون، ڪراچي جا چارئي پاسا اسان جا چڱي نموني سروي
ٿيل آهن ( 1988ع کان 1989ع تائين) گرمي هجي يا سردي، نازڪ
طبيعت هوندي به سروي ڪرڻ دوران وڏيون تڪليفون ڏٺيون، ڪراچي
جون حالتون سنگين هيون، جهيڙا، جهڳڙا به ٿيندا هيا، انهيءَ دوران
سنڌي ۽ مهاجرن جا جهيڙا به چوٽ چڙهيل هيا، پوءِ به نوڪري ڦٽي نه
ڪئي، جوان مردي سان منهن ڏنو، اڪثر ڪري مان ۽ ضرار جان گڏ گڏ
هوندا هئاسون، سنڌي ۽ بلوچن جو علائقو هوندو هو ته مان سوال جواب
ڪندو هوس، جيڪڏهن پناڻ، پنجابي ۽ مهاجرن جا علائقا ايندا هيا ته اتي
ضرار جان سوال جواب ڪندو هو، بهرحال اسان ٻنهي جو پاڻ ۾ پڪو جوڙ
هوندو هو، ڪڏهن ناظم آباد ته، ڪڏهن ڪورنگي، شير شاه، موسيٰ لائن ۽
انهن کان سواءِ لانڍي، قائد آباد، ملير، پورٽ، اورنگي، بن قاسم، پينس
ڪالوني، گلشن حديد، جوهر، ڪيماڙي، ماڙي پور، واٽر پمپ، نيو
ڪراچي، حيدري، ليمارڪيٽ، لالو کيٽ، فيڊرل بي ايريا، منگهو پير،
گلبرڪ، پيپلز ڪالوني، صدر، ڪياماڙي، منهوڙو ۽ ٻيا ڪيترائي علائقا
شامل هئا. ڪراچي جا چارئي پاسا نيو ڪراچي سميت، انهن سڀني کان
پهرين بلاڪ جيڪو سروي لاءِ مليو هو، اهو خدا داد ڪالوني ۽ مزار قائد
اعظم وارو هو، ڪراچي کان سواءِ ٻيا شهر ٺٽو، سجاول، جاتي ڪيا
هئاسون، رهائش جو مرڪز سجاول ڪيو هو، ان وقت سجاول جو ٽائون
آفيسر مصري خان سرڪي هو، جنهن ڏاڍي خدمت ڪئي هئي، اتان جا
ماڻهو ڏاڍا شريف، سادا، سڀاجهڙا، سياڻا، امن پسند، دل ۽ نيت جا صاف،
وڏا محبتي خدمتگار هيا، مامون لاڏي جي مشهور هوٽل هئي، اتي اسان
جون خدمتون چاڪريون ڪندا هيا، دعوتون ڪندا هئا، اسين ڪين ماني

ڪارائيندا هئاسون تہ پئسا ڏيڻ نہ ڏيندا هيا، اسان پاڻ تي ڇٽا مان ضرار
جان، حبيب الله مغل، فدا ڪانڌڙو بيمار هيو، ان جي سروي جو ڪم بہ
اسان ڪري آيا هئاسون، تي ڏينهن هوٽل ۾ رهيا هئاسون، پوءِ سڄو ڪم
مڪمل ڪري واپس ڪراچي آياسون، وري پنهنجي سروي جي سخت ترين
ڪم ۾ لڳي وياسون، دوستن يارن سان ڪراچي جا ماڳ، مڪان، تفريح گاھ
گهمي ڏناسين، هڪ ٻئي جون دعوتون بہ ڪندا هئاسون، جيڪي بہ دوست
اسان وٽ ايندا هئا، انهن کي ڪارائڻ، پيارڻ، گهمائڻ وٺي ويندا هئاسون،
ڪين پاڻ وٽ ترسائيندا بہ هئاسون، ياريون، دوستون بہ هلنديون هيون،
مطلب تہ ان دور ۾ ڪراچي جي هر گهٽي ماپي ڏٺي، سئنيمائن ۾ فلمون بہ
ڏسڻ ويندا هئاسين، نوڪري دوران ڏاڍو مزو آيو، گهڻو ڪجهہ
سکيوسين، ماڻهن جي مزاجن جا بہ واقف ٿي وياسين، ان دور ۾ ڪراچي ۾
سنڌي ماڻهن جي آبادي گهٽ هوندي هئي، ڏارين جون لوڏون لتل
هونديون هيون، سنڌي ماڻهن سان مهاجر نفرت ڪندا هئا، سنڌي ماڻهن
کي ڪراچي ۾ ڏسي انهن جا منهن ئي ڪارا ٿي ويندا هئا. رڪاوٽن ۽
رنڊڪن جي باوجود بہ اسين پنهنجي سروي جي ڪم کي مڪمل
ڪيوسين. ان دوران ڪڏهن ڪڏهن گهمڻ ڦرڻ لاءِ فيصل ڪالوني پنهنجن
دوستن ڏانهن شمشير وساڻ، ذوالفقار وساڻ، بلوچ وساڻ، عبدالعزيز وساڻ،
امام بخش وساڻ، ادا انور سرڪي، جان محمد لڪ، ضرار جان جي گهر، ان
جي دڪان ۽ سبزي منڊي واري دڪان تي سندس پاءُ ۽ پيءُ سان ملندا
هئاسين، ڪڏهن علي گوهر واتيو، هڪ دفعي ان کي چنگهہ ۾ گولي لڳي
هئي، جناح اسپتال وڃي ان جي بہ خوب خدمت ڪئي هئي، ان ڪانسواءِ
ميراول شاهاڻي، ڪڏهن چاچا نور محمد ڪچوري وارن ڏانهن انهن جي
پٽن سان ملاقاتون ٿينديون هيون، ان ڪانسواءِ علي مراد صاحب جيڪو
الائيڊ بئنڪ ۾ وائيس پريزيڊنٽ هو، ان سان بہ ملاقاتون ۽ سليمان صاحب
سهتو جيڪو سي ڊي اي ۾ ڊائريڪٽر هو، ان سان بہ ملاقاتون ٿينديون
هيون. ادا حاجي عبدالحڪيم بہ جڏهن پنهنجي ڪاروبار لاءِ ڪراچي ايندو



هو تہ ادا منٺار واري جڳهہ تي مون وٽ رهندو هو، ان ڪانپوءِ هڪ دفعو
استاد مرحوم احمد بخش چامڙو سان اتي ملاقات ٿي هئي، هڪ دفعو ادا
مرحوم عبدالحسين بہ فيملي سميت مون وٽ رهيو، ان جي بہ سٺي خاطر
تواضع ڪئي هئي، ان جي فيملي کي بہ ڪراچي گهمائي هئي. بعد ۾ مان
ادا منٺار جي جڳهہ ڇڏي، ادا نجم گهانگهري جي جڳهہ تي رهندو هئس،
اتي ادا عنايت علي عرشي بہ رهندو هو، ان جڳهہ تي چاچا خضر حيات بہ
مون وٽ آيو هو، جڏهن حج تي وڃي رهيو هو، ان کي بہ ايئرپورٽ تي
ڇڏڻ ويو هئس، انهي دوران ٻي نوڪري لاءِ بہ ڪوشش ڪئي هئي، جڏهن
بينظير صاحبہ *بيرو پلئس مينٽ* جي آفيس راولپنڊي ۾ کولي هئي، اتي بہ
وڏي ڪوشش ڪئي هئي، رهائش ادا غلام قادر بروهي صاحب وٽ هئي،
ان بہ ڏاڍي خدمت ڪئي هئي، ان وقت غازي خان عباسي، جان محمد
عباسي بہ مونسان گڏ هيا، سيڪريٽريٽ جا ڏاڍ پنڌ ڪيا، ڏاڍيون
درخواستون جمع ڪرايون، ابو شاهہ سان بہ مليا هئاسون، سيڪريٽريٽ جي
ڏاڪڻ تان لهندي اڱوٺي وزير اعلي سنڌ ڄام صادق علي مرحوم سان بہ
ملاقات ٿي، ان کي عرض ڪيو، ان چيو بابا هاڻي پيپلن جي مونکي لفٽ
ناهي، ان وقت جو وزير اعليٰ سنڌ قائم علي شاهہ بہ اتي آيل هو، ان کان بہ
درخواست تي نوٽ هڻايو هيم، پر ان درخواست جي پوئيواري نہ ڪيم،
پوءِ اسلام آباد ۾ رهي ڪري ٻين دوستن علي حسن عباسي، محمد صديق
بروهي، ادا علي حسن عباسي سان گڏجي اسلام آباد جا ماڳ مڪان، امام
بري ۽ ڪوهہ مري گهمي، جان محمد ڪلهوڙي کي ساڻ ڪري وڃي مردان
پهتم، اتي دوستن سان ملي انهن سان گڏ وري جهانگيره، اٽڪ درياءَ
پرسان جاويد پناڻ سان ملياسين، انهن جو خوني تڪرار هلندڙ هو، ان
جهيڙي دوران بہ سنگت سان ملياسون، انهن سان گڏجي مردان، پشاور،
نوشهره، اتان وري مردان رستي، رستم شهر کان پير بابا جي زيارت
ڪندي وڃي مينگوره سوات پهتاسون، اتان جا ماڳ مڪان گهمي، رستي
تي گاڏي ۾ جان محمد ڪلهوڙي سنڌي مولود ٻڌايا هيا، انهي وچ ۾

ڪڙاڪڙ پهاڙ بہ ڪراس ڪيو، جنهن جون چوٽيون بادلن ڪان بہ مٿي هيون، پوءِ واپسي وري مينگوره ڪان، مالا ڪنڊ واريون پهاڙيون پار ڪري، اچي پشاور پهتاسون، تقريبن رات جا ٽي ٿي رهيا هيا، آرام ڪيو سين. بعد ۾ دوستن تحفا ڏنا، اچي مردان ڪان بس تي ويهاريائون، ان تي چڙهي اچي اسلام آباد سنگت سان ملياسون، ادا غلام قادر بروهي وارن ڪان موڪلائي پنڊي ريلوي اسٽيشن تي خيبر ميل تي چڙهي روهڙي پهتاسون، ادا جان محمد ڪلهوڙو اتان ڪراچي هليو ويو، اسان وري روهڙي ڪان راڻيپور پهچي هڪ ٻہ ڏينهن آرام ڪري، ساڳئي نوڪري اچي ڪراچي پهتاسون. ائين پنهنجي اڳئين نوڪري جاري رکيم، اتي مختلف شهرن، ڳوٺن ڪان آيل دوستن، مهمانن کي بہ منهن ڏيندو هوس، پنهنجي نوڪري بہ ڪندو هوس، پوءِ وري اها جڳهہ ڇڏي ادا عاشق منگي وٽ ٽين هٽي تي ان جي ڪوارٽر ۾ الڳ ڪمرو وٺي بہ رهيس، ڪمري سينگارڻ جو شوقين هوندو هئس، هر ضرورت واري شئي مون وٽ موجود هوندي هئي. ادا عاشق منگي اسٽيٽ بئنڪ ۾ نوڪري ڪندو هو، ان مرحوم بہ منهنجي وڏي خدمت ڪئي، اتي ادا وحيد صديقي جي ٽريننگ لڳي هئي اهو بہ آيو هو، چاچا الله بخش بہ آيو هو، جيڪو حج تي وڃي رهيو هو، ڪڏهن ڪڏهن ادا علي گل جڏهن دڪان جو سامان وٺڻ ايندو هو، اهو بہ ايندو هو، هڪ دفعو بابا سائين بہ آيو هو، منهنجي لاءِ ٻي نوڪري جي سلسلي ۾ علي تقي شاه منسٽر هو، ان سان بہ مليو هو، وري واپس هليو ويو هو، اتي ڪڏهن ڪڏهن علي مراد صاحب ڪچو ٻاڪرو گوشت وٺي ايندو هو، ادا مرحوم عاشق منگي جي هٿن ۾ وڏي شيرين هوندي هئي، ان ڪان پڇرائي، ڪائي ڏاڍو خوش ٿيندو هو، چاچا خضر حيات جڏهن پنهنجن سيٺين ڏانهن ايندو هو، تہ مون ڏانهن بہ قرب جا پير پري ايندو هو، ڏاڍو محنتي ۽ جفا ڪش هوندو هو، يارن دوستن، مٽن، مائٽن، انهن جي بہ خدمتون ڪيون، انهي سان گڏ ٽڪائيندڙ نوڪري سڄي ڪراچي جي سروي بہ ڪيم. منهنجو پيارو دوست ضرار پٺاڻ مانسهره وارو ۽ مان اسان



هڪ ٻئي لاءِ ڏک، سک ۾ ساٿاري هوندا هئاسين، هڪ دفعو استاد رجب ملاح ادا عاشق منگي وٽ ملڻ آيو هو، اتي مونکي نازڪ، نفيس ڏسي چيائين تہ ادا شير گل هن نوڪري کي ڇڏ، تنهنجي طبيعت مطابق ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ بهتر آهي. ان وقت ادا نيڪ محمد شيخ ٻي روزگار هيو، مون وٽ آيل هو، پوءِ ان کي ساڻ ڪري مان سيڪريٽريٽ ويس، پيپلز پارٽي جي حڪومت هئي، تعليم جي وزير سيد خورشيد شاه سان ملياسين، رش ايتري هئي جو ان جي آفيس جا در پچي جڏهن ان جي مٿان پهتاسون تہ گهڻي رش ۾ ان جي ٽوپي مٿي تان ڪري پئي، پوءِ موڊ ئي خراب ٿي پيس، ڪاوڙ ۾ اچي آفيس مان هليو ويو، مان ۽ ادا نيڪ محمد افسوس ۾ اچي وياسين، ادا هاڻ ڇا ڪجي؟، ان چيو ادا توکي نوڪري آهي، مان سڄو ڏينهن نوڪري لاءِ توسان گڏ ٻڪ اچ تي گذارو ڪري خوار ٿيو آهيان، مون چيو گهٻراءِ نہ، الله مالڪ آهي، بهرحال پوءِ گڏجي وري اتان ٽيڪسي ڪرائي تي ڪري رات جو آغا خان اسپتال جي سامهون خورشيد شاه جي بنگلي تي وياسين، اتي بہ ڏاڍي رش لڳل هئي، رات جا ٻہ ٿي ويا، گهڻا تہ واپس هليا ويا، باقي ڪجهہ ادا نيڪ محمد پڄائي ڇڏيا تہ نوڪري ڪاڏئون ملندي، باقي ٻيا بہ وڃي رهيا هيا تہ مان اتي تقرير ڪيم اتان وارن آيل ماڻهن کي چيم ڏسو مان توهان جي اڳيان نوڪري هوندي بہ سڄي ڏينهن جو ٽڪل، ٿُڪل، بوسڪي جا ڪپڙا پاتل اٿم، راڊو گهڙي ۽ روبن جا چشما پاتل آهن، (اهي شيون ادا فيروز گل مديني ڪان مون ڏانهن موڪليندو هو) پوءِ بہ هيٺ زمين پٽ تي ستو پيو آهيان، پڪو ارادو ڪيو اٿم تہ آرڊر وٺڻ ڪانسواءِ هتان نہ ويندس، ڪجهہ وقت ترسو مان وينو آهيان سيني کي نوٽ هٽائي ڏيندس، جيڪڏهن دير ٿي تہ توهان کي پنهنجي ڪمري تي رهائيندس، آخرڪار رات جو ٽين بجي ڪائي پي ٽن ٿي سيدخورشيد علي شاه گارڊن سميت گاڏي تان لٿو، بنگلي جا دروازا کلي ويا، گاڏي اندر ويئي، دروازو بند ٿي ويو، مان دروازي تي چڙهي وڏيون، وڏيون رڙيون ڪيون، سيد سڳورو آهين، ائين

محرم جي رات آهي، انهن جي صدقي در کول، اسان کي اندر گهراءِ، پوءِ واپس موٽيو، چوڪيدار کي چيائين تہ در کول، هنن سيني کي اندر موڪل، ان وقت سوين ماڻهن مان باقي وڃي ڏهہ، پندرهن ماڻهو بچيا هئاسون. اندر وياسون، چيائين درخواستون ڏيو، مان پاڻ کان پهريائين ٻين ماڻهن جون درخواستون ڏنيون، انهن سڀن تي نوٽ هنيائين، مون ڏي نهاريندي چيائين تہ توهان بہ درخواست ڏيو، مون چيو سائين، هي ادا نيڪ محمد آهي، پهرين هن جي درخواست تي نوٽ هڻو، جيڪو ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ اڳيان اڳيان هوندو هو، هن جي گهر جي اڳيان وڏي سم آهي، ان ۾ گهاٽا نڙ هوندا آهن، جڏهن پوليس ڇاپو هڻندي هئي تہ هي ويچارو سم ۾ نڙن ۾ لڪي ويندو هو، مون ڏانهن نهاري کلي پيو، نيڪ محمد کي نوٽ هڻي، پوءِ مان پنهنجي درخواست تي سائنس ٽيچر جو نوٽ هڻايو، ڇو جو مون کي چيائين تہ ليڪچرار جون خالي پوسٽون ناهن، خورشيد شاہ کي دعائون ڪري سڌو، تين هتي واري جڳهہ تي آياسون، ان کان پهريائين جيئن تہ هن نوڪري جو ڪانٽريڪٽ پورو ٿي ويو هو، مان ٻي نوڪري لاءِ اپلاءِ ڪيو هو، اتي انٽرويو وٺڻ وارو ادا ضرار جو پيٽويو هو، مون کان ڪجهہ سوال پڇي پاس ڪري ڇڏيائين، چيائين تہ مهيني ڏيڍ ۾ توهان کي آرڊر ملي ويندو، اها آفيس پاڪستان چوڪ تي هئي، ان کان پهرين آفيس ريگل چوڪ تي هئي، ان کان اڳ ۾ متين پلازه طارق روڊ تي بہ، جتي اي جي سنڌ جي بہ آفيس هوندي هئي، اي جي سنڌ ۾ ادا نجيب گهانگهري کي ڊيوٽي هئي، ان سان بہ ملاقات ٿيندي هئي، ادا عاشق منگي سان اسٽيٽ بئنڪ، جان محمد عباسي سان مائينز ڊپارٽمينٽ ۾ ادا عبدالوحيد صديقي سان واٽر بورڊ جي آفيس ۾ ملاقات ڪندو هئس.
بهرحال خورشيد شاہ کان درخواست تي نوٽ لڳائڻ کانپوءِ مان ۽ ادا نيڪ محمد راڻيپور پهچي وياسون، چاچا غوث بخش سان گڏجي ادا رجب ملاح کي ساڻ ڪري جيڪو اڳيئي ڊرائينگ ٽيچر هو، ڏاڍو هلندڙ ڦرندڙ ۽ واسطي وارو ماڻهو هو، ڊائريڪٽر آفيس سکر پهتاسون، اتي ڊائريڪٽر



عطا محمد بوزدار صاحب هو، ڊپٽي ڊائريڪٽر عطا حسين گهانگهرو صاحب جنهن جي موجودگي ۾ آرڊر ڪڍڻ وارو اسان جو پيارو دوست الطاف حسين سومرو هو، سوين ماڻهو درخواستون ڪٽي پهتل هيا، ادا الطاف سومري اسان جو ڪم ڪلاڪ، ٻن ۾ ايئن ڪرائي ڇڏيو، مون کي ۽ ادا نيڪ محمد کي آرڊر ڏنائين، منهنجو آرڊر سورهين گريڊ ۾ سائنس ٽيچر ۽ ادا نيڪ محمد کي ايگري ڪلچر انسٽريڪٽر جا پڪا آرڊر هٿن ۾ مليا، ڊي اي او وٽان بہ گهرجون پوريون ڪري وڃي راڻيپور پرسان گڏيجي هاءِ اسڪول ۾ جوائن ڪيو، ادا نيڪ محمد جو آرڊر غلطي وچان گورنمينٽ گرلس اسڪول راڻيپور ڪيو ويو، اتي پوسٽ نہ هجڻ جي ڪري، وري ٻيهر ڪوششون ڪيون سين، وري چاچا غوث بخش ۽ استاد رجب ملاح کي وٺي ادا الطاف سومري جي ساڻ سان ٻيهر نئون آرڊر ڪڍرايو، مراد هاءِ اسڪول گمبٽ ۾ جوائن ڪيو. اسان ٻئي دوست پنهنجي عظيم پيشي سان سچائي سان ڪم ۾ لڳي وياسين.

*****

## پاڃو/15

# گڏيجي هاءِ اسڪول، تعليمي معيار

جڏهن گڏيجي هاءِ اسڪول ۾ جوائن ڪيم ته هيڊماستر نبي بخش پيٽو صاحب هو، تمام بهترين ايڊمنسٽريٽر هو، انگريزي تمام سٺي هئي، مون سان تمام سٺي لڳندي هئس، هڪ دفعي ڪيس راڌيپور جو ميلو به گهمايو هيم ۽ ميجڪ شو ڏيکاريو هيو، ان کان سواءِ ٻيا به استاد هيا، جن ۾ سر احمد بخش چاهڙو، سر شاه محمد مگڻيجو، سر ابراهيم پيٽو، سر جعفر آرائين، سر غلام عباس دايو، سر عبدالرؤف ميمڻ، سر ڪريم بخش سهتو، سر گل بهار وساڻ ۽ سر محمد اعظم پيٽو مرحوم شامل هئا، سر محمد عظيم بهترين نفيس ۽ هوشيار استاد، ننڍڙي قد جو اکر موتي داڻا، مون کي وڏي ڀاءُ وانگر سمجهندو هو، سائنس جي مضمونن بابت سکيا به ان کان وٺندو هوس، ٻيا استاد به هيا، جن جا نالا ذهن تي نٿا اچن. لوئر اسٽاف ۾ بديل سهتو ۽ ٻيا به هيا. سارو عملو تمام سٺو هو، منهنجي تمام گهڻي عزت ڪندا هيا، انهي کانسواءِ گڏيجي جا معزز ڪيترائي شهري شامل هيا، جن ۾ خاص طور تي عبدالوحيد صديقي، سر غلام رسول منگي صاحب ۽ مختلف برادرين ۾ سيد برادري، چنا برادري، سهتا برادري، شاهاڻي برادري جا ماڻهو شامل هئا، سڀني سان ڏک سک ۾ اچڻ وڃڻ ٿيندو هو، تقريبن هڪ سال (1989ع کان 1990ع تائين) اتي نوڪري ڪئي. هوڏانهن ڪراچي مان پهرين نوڪري ڪانپوءِ پاپيوليشن سينسز ۾ SA جو آرڊر مليو هو، جيڪا ڪراچي ۾ جوائن ڪئي هئي، منهنجي پياري دوست ضرارجان کي ڪوئيٽا جو آرڊر مليو هو، سندس اوچتو ڪال آئي ته ادا توکي نوڪري ته سائنس ٽيچر جي ته ملي وئي آهي، پر اڳئين نوڪري مطابق ڪراچي کان ڪوئيٽا مونسان ميچوئل ڪر ته تنهنجا قرب ٿيندا، مون کيس ٻڌايو ته ٻه ڏينهن اڳ استعيفيٰ ڏني اٿم. هن چيو ته مان ڪراچي مان اوهان جي استعيفيٰ روڪرايان پيو. بعد ۾ اسڪول مان هفتو موڪل ڪري ڪراچي پاپيوليشن آفيس ويس، اتان جون سڀ گهرجون پوريون ڪيون، رات جو ڏهين بجي ڪراچي کان بس وسيلي ڪوئيٽا روانا ٿياسين. صبح جو پنجين بجي اتي پهتاسون، اتي تمام گهڻي سردي هئي، ڊسمبر جو مهينو هو. اتي ضرار جي دوست جي جڳهه هئي، سامان رکي، تيار ٿي، نائين بجي پاپوليشن آفيس پهچي وياسون، ڊائريڪٽر سکر جو مخدوم صاحب هو، ادا ضرار جي پيٽيوي جو دوست هيو، هڪ ڪلاڪ جي اندر ۾ هڪٻئي سان مئچوئل ڪري، مان نوڪري جوائن ڪئي، ان جو رليوينگ ليٽر ورتو، پوءِ مخدوم صاحب کي عرض ڪيم ته مان به ضرار سان واپس وڃان . ان تي ڊائريڪٽر صاحب چيو"پٽ هفتو کن ته ڊيوٽي ڪر، رهائش ناهي ته منهنجو بنگلو آهي، مونسان رهي پئو، ڪنهن به ڳالهه جو فڪر نه ڪر، مان ڪيس سٺو ماڻهو سمجهي، پنهنجي پهرين نوڪري واري ساري حقيقيت بيان ڪري ٻڌائي، سٺي طبيعت هوندي نيٺ مڃي ورتائين، چيائين ته اتي راڌيپور وڃي پوسٽ ذريعي اڌ پگهار ۽ استعيفيٰ موڪلي ڏجان، بعد ۾ ايئن ئي ڪيم. آفيس مان واندا ٿي، ضرار ۽ مان مارڪيٽ وياسين، اتان خريداري ڪئي، ڪجهه مون لاءِ به تحفا طائف ورتائين، مان نه نه ڪيم، پر دوست جي زور پرڻ تي ورتم، پوءِ وري انهي ئي رات ريل ذريعي واپس ورياسين، مان راڌيپور اسٽيشن تي لهي گهر ويس ۽ ضرار ڪراچي روانو ٿيو، مان پنهنجي موڪل پوري ڪري اسڪول ويس، هوڏانهن ادا ضرار منهنجي پوسٽ تي جوائن ڪيو، مون کي دعائون ڪرڻ لڳو، مان ان سان ميچوئل نه ڪريان ها ته هو نوڪري ڦٽي ڪري ڇڏي ها، هيڏانهن وري اسڪول ۾ ميٽرڪ جا امتحان ٿي رهيا هيا، منهنجي جاءِ تي گڏيجي جو دوست غلام عباس منگي پنهنجو آرڊر منهنجي جڳهه تي ڪرائي ۽ منهنجو آرڊر راڌيپور ڪرايو هيائين، ٻنهي لاءِ بهتر ٿي ويو، سهولت ٿي وئي، پوءِ اتان جي استادن منهنجي سٺي نموني سان الوداعي پارٽي ڪئي، 1990ع کان 2002 ع تائين اتي ئي سائنس ٽيچر ٿي رهيس، اتي به ان اسڪول ۾ بهترين استاد هيا، جن مانوارن، معزز استادن مونکي پڙهايو هو، انهن مان هيڊ ماستر استاد غلام نبي ونڊير، جمال الدين ملاح صاحب، محمد اڪرم،

هنگورو، در محمد هنگورو، غلام رسول منگي، غلام نبي منگي، مولوي محمد ڪامل، علامه احسان الله سولنگي، استاد سائين ڏنو ملاح هئا ۽ ٻيا ساٿي سر ڏٺي بخش جوٽو، سر اعظم جوٽو، سر رحمت الله پيو، سر عظيم ميمڻ، سر الاهي بخش جوٽيجو، استاد ولي محمد سرڪي منهنجو استاد، استاد هادي بخش سومرو، استاد غلام رسول راڄپر ۽ ڪجهه ٻيا به شامل هئا جن جا نالا ياد نٿا اچن. انهن ڪانسواءِ ٻيا ڪليگ دوست استاد احمد بخش چانڊيو، استاد رجب ملاح، استاد شاهنواز ملاح، استاد بهادر لاڙڪ، استاد لياقت علي لاڙڪ، استاد لياقت علي گهانگهرو، استاد صغير فاروقي، استاد الله ڏنو وساڻ، استاد سليمان وساڻ، استاد نياز وساڻ، وڏيرو غلام اصغر عباسي، سر رفيع الله سهتو، سر وفا وڌير، خادم حسين عباسي، سر الله رکيو عباسي، سر نصير محمد پناڻ، سر عبدالرشيد، سر رحيم بخش عباسي، استاد علي گوهر منگي، استاد طارق منگي، استاد نياز وساڻ، سر زين العابدين سهتو، سر درمحمد هنگورو، استاد طالب پنيرو، استاد توفيق ميمڻ، استاد غلام حيدر سومرو، استاد منور جوٽيجو، استاد امام بخش وساڻ، استاد مولا بخش وساڻ، استاد گل بهار وساڻ، استاد بخشل شاهه، استاد اصغر جعفري، استاد رجب علي ملاح، استاد نجم الدين، استاد شاهنواز ملاح، استاد مشتاق پنيرو، استاد رمضان سهتو ۽ ٻيا به ڪوڙ سارا پرين پيارا هيا. لوئر اسٽاف ۾ ادا صدورو ملاح، ادا لال محمد سرڪي، ادا عظيم سهتو، غلام قادر لاڙڪ، واحد بخش سرڪي، اميرو لاشاري، فقير فيض محمد سرڪي ۽ ٻيا به هئا جن جا نالا وسري ويا آهن، تمام بهترين اسٽاف هوندو هو، منهنجي سڀ وڏي عزت ڪندا هيا، مان به انهن کي وڏو مان ڏيندو هئس، انهيءَ دوران ادا فيروز گل سعودي عرب کان واپس آيو هو، انهي جي شادي کڻن مان چاچا احمد بخش ميمڻ وٽان ڪرائي هئي، اڳئين شادي ادا حسين گل وانگر وڏي ڌام ڌوم سان، پيجارو جيپ مرزا ملاح کان چاچا خضر حيات جي معرفت ورتي هئي، ان شادي ۾ سڀ ذات وارا ۽ اوڙو پاڙو، دوستن مان چاچا خضر حيات، ادا نيڪ محمد شيخ، ملان قلندڙ بخش چانڊيو، ادا نياز ڪلهوڙو، ادا علي بخش ڪلهوڙو، وڏيرو ولي محمد انصاري، استاد برادري ۽ ٻيا به ڪوڙ سارا نالا آهن، جيڪي ياد ناهن،



بابا سان دهلن، شرنائين ۾ جهمر هڻڻ ۾ ادا علي اڪبر سرڪي، اسان سڀ پائر ساٿاري هياسين. نڪاح ڪانپوءِ کڻن کان سچل سائين وارو روڊ وٺي، اچي راٽيپور پهتاسون، وڏيون جهمريون لڳي ويون، واه بابا سائين تنهنجو ناچ نه ٿو وسري ۽ وسرڻ جهڙو آهي به نه. پوءِ اوڙي پاڙي ۽ برادري کي ڪارائي پياري، هڪٻئي سان خوشيون ونڊي، وهانءِ جي پڄاڻي ٿي. ٻئي ڏينهن وري دعوت جو پروگرام ڪاٽن مل جي گرائونڊ ۾ رکيل هو، اتي سائين علي رضا شاه جي ڊيڪوريشن تان سامان ڪٽائي، دعوت جي ڪمن ۾ لڳي وياسون، هوڏانهن گهر ڀاتي ۽ بابا سائين ٽڪ جي صورت ۾ رات جو سمهي پيا، هيڏانهن وري مان پنهنجي دوستن جي مدد سان سڄي رات ڪم ڪري پنڊال ڪنوار وانگر سجائي، سينگاري، دعوت جو ڪاڏو پيتو تيار ڪرائي ڇڏيو. صبح جو جيئن ئي بابا ۽ ادا وارا سڀ پهتا ته ڪم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، ماني لڳائڻ جو ڪم شروع ٿي ويو، جن ۾ سڀ دوست، پائر ۽ ڪجهه مٽ مائٽ ڏاڏا نظير شيدي، استاد چٽل ملاح، بگو پنجابي، ادا نيڪ محمد، چاچا غوث بخش خاصخيلي، نياز ڪلهوڙو، چاچا خضر حيات، ملان قلندر بخش چانڊيو، ادا محمد رفيق، ادا عبدالغفور سرڪي ۽ ٻيا هر ڪم ڪار ۾ اڳڀرا رهيا، مهمان ايندا ويا، اوڙي، پاڙي ۽ شهر جي مختلف ذاتين وارا، منهنجي ۽ پائرن جي دوستن جو اچڻ جو سلسلو جاري رهيو. آجيان ڪرڻ جو انداز ئي نرالو هو، بابا جو ٻهڪڻ، منهن تي خوشي جي مرڪ، سڀ ڪنهن جو پليڪار ڪرڻ وسرڻ جهڙو نه آهي، پيرن، فقيرن، سيني شرڪت ڪئي، شفتن مٿان شفتون، سڄو ڏينهن دعوت هلي. دعوت مڪمل ڪري، ڏئي، وٺي، يار دوست، گهر ڀاتي، سڀ گهر ورياسون، پوءِ گڏ ويهي ڏاڍو خوش ٿياسون، واهه جي شاندار شادي هئي. ائين پوءِ هرڪو پنهنجن ڪمن ڪارن ۾ لڳي ويو، ادا علي گل پنهنجن دڪانن سان، ادا سدا گل پنهنجي واڙي سان، ادا حسين گل پنهنجي اسپتال سان، ادا فدا گل ۽ ادا پرويز گل پڙهائي سان گڏ پنهنجي ڪاروبار کي چنبڙي ويا، اهي ڏينهن نه وسري نه وسرڻ جهڙا آهن. انهي دور ۾ مون وري پولٽري فارم جو چاچا خضر حيات سان گڏجي ڪاروبار ڪيو، هوڏانهن وري خيرپور يونيورسٽي ۾ بي ايڊ ۾ داخلا به ورتم، ان سان گڏ

راڌيپور ۾ خيرپور ۾ چاچا خضر حيات سان گڏجي پلاٽن جو ڪاروبار بہ ڪندو هئس، پنهنجي ڪاروبارن مان سٺو ڪمايو. ان ڏنڏي ۾ ادا عبدالحڪيم، ادا ذوالفقار گلال، چاچا خضر حيات، ادا خليل ميمڻ، نثار سومرو، جاويد ميمڻ انهي هڪ ئي لڙي ۾ گڏيل هوندا هئاسون، هوڏانهن وري بي ايڊ دوران روزانو آئوٽ بيڪ ڪندو هوس، مون وٽ مهراڻ گاڏي هوندي هئي، جيڪي بابا جي چوڻ مطابق سيني پيارن پائرن جي ساٿ سان لاڏلو سمجهي وٺي ڏني هيائون، انهن تي پنهنجن دوستن عبدالحميد سهتو، فقراءِ نبي بخش، سليمان وساڻ، نثار عباسي، ڪڏهن ڪڏهن زين سهتو، تہ ڪڏهن ڪو ٻيو دوست، انهن کي سنگت ۾ ڪٽي ايندو ۽ ويندو هئس، پائرن جي ساٿ سان مون وٽ پئسو گهٽو هوندو هو، اتي استادن ۽ ڪلاس فيلوز سان بہ پيار ۽ دوستي وارو ماحول هو، بهترين استاد رسول بخش منگي، فتح محمد سولنگي، امان الله پيو صاحب، رحم علي جماڻي، پناڻ صاحب، غلام سرور ميمڻ ٻيا هيا، جنهن جا نالا نٿا اچن، پر سائين عبدالقادر قريشي پنهنجو مٽ پاڻ هو، جنهن مون کي پٽ ڪري سڏيو هو، اتي بہ سيني استادن جو پيارو ۽ لاڏلو هوندو هئس، فيميل ٽيچرس بہ گڏ پڙهنديون هيون، سهٽي سيرت ۽ صورت سبب انهن جو چاهہ مون ڏانهن هوندو هو، نہ چاهيندي بہ ماکي جي مک وانگر ڏنگي وجهنديون هيون.
نيٽ بي ايڊ جي ڊگري مڪمل ٿي، جڏهن رزلٽ آيو، منهنجي سيڪنڊ پوزيشن آئي، پهرين پوزيشن استادن ياري ملهائيندي، استاد جي دوست شرف الدين پيو صاحب کي ڏني ۽ تي پوزيشن ادا نثار عباسي کي ملي، الوداعي پارٽي بهترين ڪيائون، جنهن ۾ گولڊ ميڊل مليا، ادا فدا گل مون وٽ ايندو هو، بهرحال يارن سان خوشيون ملهائي، استاد صاحبن جي پيرن تي هٿ رکي پنهنجن ڪلاس فيلوز کان موڪلائي واپس ورياسون، اهڙي طرح هڪ سال جي بي ايڊ واري ڊگري 1993ع ۾ پوري ٿي.

*****



# پاڳو/16

## ايران، عراق جو سفر

1991ع چاچو خضر حيات ملاح ۽ مان ايران زواري لاءِ تيار ٿياسون، ويزا لڳي آئي، انتظار کهڙو ڪجي؟
امامن جي سڪ ۾ انهيءَ ڏينهن رات جو سفر جو سامان ساڻ ڪري ڪُنب شهر کان بس تي چڙهياسون جيڪي ڪوئيٽا ويندي هئي، سيٽ ملي نہ ملي پوءِ بہ چڙهي پياسين، سکر ڪراس ڪئيسون، پوءِ بہ سيٽ نہ ملي هئي، ڪنڊيڪٽر جا بهانا،آخرڪار بعد ۾ سيٽ تہ ملي ويئي، پر ماحول صحيح نہ هئڻ سبب جيڪب آباد لهي پياسون، اتان وري ريل جي ذريعي سڄي رات جو سفر ڪري ڪوئيٽا پهچي ۽ تي ڪلاڪ آرام ڪيو. تافتان بارڊر ڏانهن آخري گاڏي رات جو ستين بجي نڪرڻي هئي، چڙهي پياسون، ان وقت روڊن جي حالت تمام بري هئي، ڪٿي روڊ هيا تہ ڪٿي هئا نہ، تمام ڏکيو سفر، سڄي رات جو ٻئي ڏينهن پنجين بجي تافتان بارڊر تي پهتاسون، پناڻن جو علائقو، رهائش جي ڪا بہ سهولت نہ هوندي بہ سفر اڳيان بارڊر تي پنهنجون گهرجون پوريون ڪري، ٻئي پاسي کان ايران جو بارڊر ميرا جاوا هو، اتي گهرجون پوريون ڪيون. تمام بهترين روڊ، سٺو ماحول ڏسي، جسم ۾ ساهہ پئجي ويو، چاچا خضر حيات ۽ مان سوچڻ لڳاسون تہ هاڻي اڳتي ڪيئن هلون؟، ايتري ۾ هڪ بهترين اي سي ڪوچ بس اسان کي اشارو ڪري چيو تہ گاڏي ۾ ويهو، خميني صاحب جي ورسي هئي، اهو چئي اسان کي سڏ ڪيائون، مون چاچا خضر حيات کي چيو، چڙهي ٿا پئون، پوءِ بس تي ويناسون، بس وارن ادب احترام سان سيني کي جوس پياريو ۽ چاليهہ منٽن ۾ ايران جي شهر زاهدان پهتاسون، اتي هڪ وڏو ميدان هو، ويهڻ جون سڀ سهولتون موجود هيون، اتي

لاٿائون، لهڻ سان ڏٺو تہ اسان جي راڻيپور جي ڀرپاسي جا رهاڪو سولنگي برادري جا ماڻهو فيملي سان گڏ موجود هئا، انهن ۾ ڪجهہ ڇڙا ۽ وڪيل عبدالوهاب پيرزادو گڏيجي وارو بہ فيملي سان موجود هيو، ساڻس سڃاڻپ اڳي ئي هئي، ان ڪي ڏسي اسان کي ساهہ پئجي ويو، سڀ گلمن، غاليچن تي ويٺل هيا، اسين سفر جا اڳي ئي ٿڪل، ٿڪل هئاسين تنهن ڪري مون کي مزو ئي نہ پيو اچي، سوچيان پيو تہ تڙ ڪري ڪپڙا مٽايان، ٻاهر واءُ سواءُ ورتم تہ هڪ پاسي ڏانهن ٽوائلٽ ٺهيل هيو، ٽوال ڪلهي تي ڪٽي، حاجت جو بهانو ڪري،چاچا خضر حيات ۽ مان گڏ وياسين، ڏٺوسين تہ ٻاهريان وڏا بدنا پيل هيا، جنهن ۾ پنج اٺ ڪلو پاڻي پوي ها، چاچا خضر حيات کي مون چيو تہ، مان اندر وڃان ٿو، مونکي بہ ٽي بدنا چوريءَ پاڻي جا ڀري ڏي، پوءِ چاچا خضرحيات ايئن ئي ڪيو، انهيءَ بهاني سان مان وهنجي تيار ٿي آيس، پوءِ اهو ئي عمل چاچا خضر حيات سان ڪيم، هو بہ وهنجي، سهنجي تازو توانو ٿي ٻاهر نڪتو، ڪنهن کي ڪل ئي نہ پئي، سفيد ڪپڙا پائي، هارسينگار ڪري ويهي رهياسون، تہ جيڪي ڏٺل قافلو هو، اسان ڏانهن متوجهہ ٿي غور سان ڏسڻ لڳو، وڪيل عبدالوهاب چيو تہ هي پسڻ ڪيئن ڪيو اٿو؟، پوءِ انهن کي اهو طريقو ٻڌايم، انهن مان ڪجهہ اهڙي طريقي سان تيار ٿي آيا، عبدالوهاب پيرزادي مون کي چيو تہ مان تہ ايندو ويندو آهيان، هتان جي زبان بہ ايندي آهي، پر يار شير گل سفر جو تون صفا تيز آهين، مڃي ڇڏيوسين، پوءِ سڄي قافلي کي اتان جي انتظاميا ماني ڪارائي، مڙيئي بہ ٽي گرهہ هٽي رات جو سمهي رهياسون، صبح جو جيئن ئي ننڊ مان جاڳ ٿي، نيرن ناشتو ڪرايائون، اتان جي خشڪ ماني اندر وڃي نہ پئي، چاچي خضر حيات کي چيم: "مري وياسين"، اهڙي جي ماني ملي تہ الله خير ڪري، مڙيئي بہ ٽي ابتا سبتا گرهہ ماني جا کاڌاسين. اسان جي سڄي قافلي کي بسن ذريعي زاهدان ايئرپورٽ تي وٺي آيا، اتان کان جهاز تي چڙهياسون، خميني صاحب جي مهماني ۾، جهاز جڏهن روانو ٿيو، اڌ ڪلاڪ کانپوءِ اسان



سيني کي کاڌو ڏنائون، پاڪستاني کاڌو برياني ۽ جوس، ڪاڻي ڏاڍو خوش ٿياسون، چاچي خضرحيات کي چيم:"يار جيڪڏهن اهڙو کاڌو مليو تہ بچي ويندا اسين. ڏيڍ ڪلاڪ جو سفر ڪري تهران ايئرپورٽ تي لٿاسون، اتان جي خدمتگارن بس ذريعي هڪ خوبصورت جڳهہ ۾ ويهاريائون، جتي ٻيا بہ قافلا لٿل هيا، اتي لنگر، نياز جام ڪارايائون، باقي پاڻ واري پاڪستان جا ٽپڙ ساڳيا،کابہ فضيلت نہ، پوءِ اتان اسان کي بسن وسيلي ڪٽي، هڪ وڏي يونيورسٽي پهچايائون، جتي استادن کي ٽريننگ ڏيندا هيا. قافلي ۾ مون کي ۽ چاچا خضر حيات کي صاف سٿرو ڏسي، اسان جو يونيفارم ڀريان کان آخر تائين ڪاٽن جو اڇو وڳو، مٿان ڪاري واسڪوٽي پاتل هئي، چوڻ لڳا:"اوهين انڊين آهيو؟ مون کلي چيو:"نہ، نہ مان پاڪستاني آهيان." پوءِ مونکي چيائون:"توهان خوبصورت ڊسيپلين وارا ماڻهو آهيو، پوءِ تہ انهن سان سٺي دوستي ٿي ويئي. اسان کي روم ۾ هنڌ بسترا، خوبصورت ڪمبل ڏنا ويا، صرف اسان ٻن کي هنڌ جي مٿان وڇائڻ لاءِ خوبصورت سفيد چادرون بہ ڏنيون ويون، اسان جي رفيقن اسان کي ڏسي چيو تہ:"يار توهان اسان کي ملهہ ماري ويا." پوءِ اسان ٻئي ڇٽا اٿي انهن سان ملياسون، ڪين عرض ڪيو تہ "ڪپڙا ميرا آهن ۽ ڌوٽا آهن." هنن صرف ۽ صابڻ جام ڏنو، چاچا خضر حيات، ڌوبي گهاٽ ٻڌائي ڇڏيو، ڪپڙا سڪائي اندر ڪٽي آيو، مان ٽوٽل ڪپڙا استري ڪري ڇڏيا، بقايا قافلي اسان کي چيو: يار اسان جي بہ مدد ڪريو، اسان انهن کي عرض ڪيو تہ ٻيو بہ صرف ۽ صابڻ ڏيو تہ هي اسان جا رفيق بہ ڪپڙا ڌوئن. هنن کلي ڪيڪاري ڪافي صرف ۽ صابڻ ڏنو. سيني مرد ۽ عورتون اڇي ڪپڙا ڌوئڻ لڳا، يونيورسٽي جي هاسٽل کي ڌوبي گهاٽ ٻڌائي ڇڏيو هيائون. اسان کي پاڪستاني کاڌو ڪارائيندا هيا، چاچا خضر حيات ۽ مان دير ڪندا هئاسون تہ اسان جو حصو رکي ڇڏيندا هيا، مون کي ڏسي کلي شير گل سڏيندا هيا. ڏاڍا سٺا ماڻهو هيا، پوءِ انهن کان اسان پڇيو جيڪو اسان جو دوست ٻڌجي ويو هو تہ، ان ٻڌايو جيئن اسان ٻارهن درجا پاس ڪندا

آهيون تہ اسان کي رضاڪار جي سکيا ڏني ويندي آهي، اسان خوشي سان اها سکيا وٺندا آهيون، پوءِ خميني صاحب جي ورسي تي جيڪي بہ مهمان ايندا آهن، انهن جي خدمت ڪندي خوشي محسوس ڪندا آهن، پڙهڻ سان گڏ ہر سال اها بہ ڊيوٽي ڏيندا آهيون، اسان سيني قافلي کي وهنجارڻ لاءِ بس ذريعي عمومي حمام تي وٺي آيا، سڀ چڍيون پائي وهنجي رهيا هئا تہ مون چيو يار مان هتي نہ وهجندس، پوءِ ڪلي مون کي ۽ چاچا خضر حيات کي خصوصي حمام تي وٺي ويا اهو بهترين ٺهيل هو، الڳ الڳ واش روم ٺهيل هئا، اتي تڙ ڪري واپس آياسون، رستي ۾ لهي، اسان کي پنهنجو گهر ڏيکاريائين، خوبصورت بنگلو ٺهيل هو، پنهنجي امان سان ملائي وري واپس جڳهہ تي وٺي آيا، تهران جون سڀ زيارتون ۽ قُم شريف، معصومہ قُم ان جي زيارت ۽ ٻيون بہ پرپاسي جون زيارتون ٻن ڏينهن تائين ڪرايائون، ان ڪان سواءِ ايران جي شهنشاه رضا شاه پهلوي جو محل بہ ڏيکاريائون، سندس استعمال واريون سڀ شيون شيشي واري الماري ۾ پيون هيون، اهي ڏسي اسين حيران ٿي وياسون، ٻڌايائون تہ خميني صاحب جو انقلاب ڏسي رضا شاه گهر واري سميت اهي محل ماڙيون ڦٽيون ڪري هيلي ڪاپٽر تي چڙهي ڀڄي ويو هو.

❊❊❊❊❊



## ڀاڱو/17

# ايران ۾ عورتون بہ ڪاروبار ڪن ٿيون

رضا شاهہ جي محل جي معائني ڪانپوءِ تهران شهر ۾ هڪ وڏو هال هو، اتي وٺي آيا، اندر وياسون تہ تمام گهڻا ماڻهو ويٺل هيا، اڳيان اسٽيج تي ايران جي انقلاب جي موضوع تي تقريرون هلي رهيون هيون، مان سنگت کان پڇيم، انهن چيو تہ هتي پاڪستان ڪانسواءِ الائي ڪيترن ملڪن جا ماڻهو آيل آهن،سفير بہ تہ ۽ ڪن ملڪن جا بادشاه بہ. خميني صاحب ڪانپوءِ آيل سندس جان نشين سان بہ ملاقات ٿي، اتي ٻہ ٽي ڪلاڪ ويهي، انقلاب ڪيئن آيو؟ ان جي باري ۾ تقريرون ٻڌي، وري پنهنجن بسن ذريعي ساٿين رضاڪارن سان گڏجي، پنهنجي مقام ماڳ تي پهتاسون، رات جي ماني کائي، آرام ڪيوسون، تہ اتي ڪجهہ ميڊيا وارا آيل هيا، جن چيو تہ اوهان بہ ڪجهہ انقلاب جي موضوع تي ڳالهايو، ڇو جو هن کان پهرين اسان کي انقلاب بابت دستاويزي فلم ڏيکاريائون. اسان کان پڇيائون تہ ايران جي مهمان نوازي اوهان کي ڪيئن لڳي؟، مان ۽ مرحوم عبدالوهاب پيرزادي اسڪرين تي اچي، ڪين انٽرويو ڏنو، ڪجهہ انقلابي پهلوءَ ۽ انهن جي مهمان نوازي جي تعريف ڪئي، اهو پروگرام هنن ٽي وي تي نشر ڪيو هو. رات جو آرام ڪري، صبح سان اسان کي ناشتو ڪرايائون، بسن ذريعي اسان کي خميني صاحب جي مزار ڏانهن وٺي ويا، ان ڏينهن چار جُون تي خميني صاحب جي ورسي هئي، اتي پهچي، هڪ پاسي ڏانهن پنهنجي بس بيهاري، لٿاسون تہ لکين ماڻهن جا هجوم هيا، مزار جي چارئي پاسا ماڻهن جا ميڙاڪا ۽ هزارين بسن جا ٽرمينل ٺهيل هيا، نظر ڦيرائي تہ مقامي ماڻهو ۽ ٻين مختلف ملڪن جا ماڻهو ڊسيپلين سان عزاداري ڪري رهيا هيا، نہ ڪي اسان پاڪستانين وانگر ڪو ٽرٽلو

متل هو يا وري جسم مان کو رَتُ وهائي رهيا هئا. اتان ٿيندي خميني
صاحب جي مزار آڏو پهتاسون، هڪڙي پاسي ڏانهن وڏا استيج ٺهيل هئا،
جتي ماڻهو خميني صاحب جي آيل انقلابي جي باري ۾ تفصيلي تقريرون
ڪري رهيا هئا،ٻئي پاسي ڏانهن ماتم عزاداري ٻاهر ۽ روضي اندر وڏو هال
هو اتي بہ عزاداري هلي رهي هئي، جڏهن اسان جا پاڪستاني عزاداري
ڪرڻ لڳا تہ اتان جي انتظاميا پريشان ٿي ويئي، هنن کي چيائون شور نہ
ڪريو، ڊسيپلين اختيار ڪريو، پر پوءِ هنن کي جلدي هڪڙي پاسي
ڪرايائون، موسم هتي بہ تهران وانگر ٿڌي هئي، چارئي پاسا معائنو
ڪرڻ لڳاسين، جيئن تہ رضاڪارن جو اسان سيني کي اڳ ۾ ئي چيل هو تہ
هن جڳهہ تي ٽائيم تي پهچي وڃجو، سڀ خميني صاحب جي ضريح جو
ديدار ڪري واپس پنهنجي مقرر هنڌ تي پهچي چڪا هئا، پوءِ اتي
پروگرام تحت ماني ڪارايائون، رات جو اسان کي پنهنجي مقام تي
پهچايائون، انهي هفتي جي سفر دوران اسان جو هڪ رپيو بہ خرچ نہ ٿيو،
ماني ڪائي آرام ڪري سمهي رهياسون، صبح سان اتي نيرن ناشتو
ڪرائي، اسان کي تهران کان مشهد ڏانهن روانو ڪرڻ جي تياري ۾ لڳي
ويا، اتان بسن ذريعي ايئرپورٽ وٺي هليا، اتي جهاز لاءِ چار، پنج ڪلاڪ
انتظار ڪيو، هوائي سفر جو انتظام ٿي نہ سگهيو، اتي اسان کي شام جا
پنج ٿي چڪا هئي، بک بہ ڏاڍي لڳي هئي، اتان بسن وسيلي اسان کي
وڏي فائيو اسٽار هوٽل استقلال تي وٺي آيا، اتي ماني جو پروگرام پهريان
کان رٿيل هو، رات جو تقريبن اٺين بجي ماني لاءِ وياسون تہ بهترين قسمن
جا طرحين، طرحين، تيار ٿيل، کاڌا طعام، ان سان گڏ بهترين قسم جا تازا
فروٽ بوفي جي صورت ۾ سهڻي نموني سان سجايل هيا، اسين پاڪستاني
اوهان سيني کي خبر آهي، ماني تي ڪيئن ڪڙڪي پوندا آهيون، خوب
ماني ڪائي وڏي اي سي هال ۾ اچي سڀ گڏ ٿياسين، اسان سان گڏ اصغريا
اسٽوڊنٽ آرگنائيزيشن وارا بہ مليا، جن مان ڪيترائي ڏنل وائنل ۾
سجاڻپ وارا هيا، اهي پنهنجي تر ۽ علائقي جا هيا، اسان کي اتان جي



انتظاميا چيو تہ اوهان کي بس ذريعي اماڻيون ٿا، ڪن چيو ٺيڪ آ، پر
اصغريا بضد رهيا تہ اسين هوائي جهاز ذريعي ويندا سون، مان پنهنجي
گروپ وارن کي چيو تہ "ادا اسان امامن جو ديدار ڪرڻ آيا آهيون، ضروري
ناهي تہ جهاز هجي، اسان پنهنجي خرچ تي بسن تي ويندا سون. " سيني
منهنجي ڳالهہ مڃي،ڏاڍو خوش ٿيا، اصغريا وارن کي ڇڏي، اسان سيني
کي بس ذريعي ڪٽي بس ٽرمينل تي وٺي آيا، پنهنجي خرچ تي اسان کي اي
سي ڪوچ ۾ ويهاري چاچا خضر حيات ۽ مون کي سيني ماڻهن جي ماني جا
پئسا ڏنائون تہ رستي تي پنهنجي پسند جي ماني ڪائجو، اسان جي بس
اتان رواني ٿي، برسات بہ ڏاڍي پئجي رهي هئي، رات جا اچي ٻارهن ٿي
چڪا هئا تہ اسان هڪ پاسي روڊ ڏانهن نهاريو تہ اصغريہ قافلي وارن کي
مٿي تي ٿيلها هئا، وسندي مينهن ۾ وڃي رهيا هئا، انهن کي ڏسي
پنهنجي قافلي وارن کي چيم تہ منهنجي ڳالهہ نہ مڃو ها تہ توهان سان بہ
اها جُڻ ۽ حشر ٿئي ها، پوءِ ڏاڍو کليا. چاچي خضر حيات پنهنجي سيٽ
تان اٿي چيو تہ "بابا مون کي امام رضا جي طرفان پئسا مليا آهن، سيني
کي ڪڍي ڏيکاريائين، چيائين اڪيلو نہ، سيني ۾ ونڊ ڪندس، حصي
مطابق سين ۾ ورهايائين، آخر ۾ انهن کي ٻڌايائين تہ اهي پئسا رضا ڪارن
ڏنا هئا تہ پاڻ ۾ ورهائي ڏڳ تي ماني ڪائجو، رستي ۾ ڊرائيور بہ دوست
ٿي ويو، اسان ٻنهي کي رستي تي ڪائو چانهہ بار بار پياريندو رهيو،
تهران کان ارڙهن کان ويهن ڪلاڪن جو سفر طئي ڪري، سج لٿي ٽاڻي
مشهد پهتاسون، رضا بازار جي اڳيان سيني قافلي وارن هڪڙو گڏيل
نارمل هوٽل ورتو، چاچا خضر حيات ۽ مون ان جي پرسان ئي هڪ سنو
هوٽل هو، انهي ۾ ڪمرو ورتو، جنهن جي مالڪياڻي هڪ پوڙهي ايراڻ
هئي، جڏهن امام رضا جي زيارت ڪري واپس ايندا هئاسون تہ "ولد ولد"
ڪري ڪلي ڪيڪاريندي هئي، ٻارهين بجي هوٽل جو دروازو بند ڪري
ڇڏيندي هئي، جيڪڏهن ڪو ايندو هو تہ انهن سان ٿورو تيز بہ ٿي ويندي
هئي، پر جيڪڏهن اسان ڪڏهن دير ڪندا هئاسون تہ اسان ڏانهن نهاري

ڪلي دروازو کوليندي هئي، انهي جو گهر بہ انهي هوٽل ۾ هو، ايران ۾ عورت ڪاروبار ڪري تہ عيب نہ آهي، اڪثر ڪري پنهنجن گهرن ۾ ڪجهہ ڪمرا هوٽل طور استعمال ڪندا آهن، ڪيئي خاندان انهي ڪاروبار سان سلهاڙيل آهن.

انهيءَ هوٽل ۾ وهنجي سهنجي آرام ڪري، صبح جو سوير اٺين امام رضا عليہ سلام، اٺين امام جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪئي، سڀ سفر جا ٿڪ لهي ويا، ٻيو عرض ڪيان تہ معصوما قُم بي بي فاطمہ، امام رضا جي همشيره آهي، بهرحال پوءِ روزانو امام رضا جي حرم پاڪ جا ديدار ڪندا هئاسون، اوسي پاسي ڏانهن جيڪي بہ زيارتون هيون، انهن جا ديدار نصيب ٿيا، عبدالوهاب پيرزادي جو پٽ جيڪو قبرستان بهشت رضا ۾ مدفون ٿيل هو، عبدالوهاب سان گڏجي اتي دعا گهرسين. ٽيلي فون ذريعي ڳوٺ ڳالهائيندا هئاسون، اتي هڪ فوٽو گرافر ڪان تصويرون بہ ڪڍرايون سين، اهو بہ گهرو دوست ٿي ويو هو، پوءِ ان کي حرم پاڪ وٺي وياسون، چارئي پاسا حرم پاڪ جي سين وٺي تصويرون ڪڍرايوسين، امام رضا جي حرم ۾ ايئن محسوس ٿيندو هو، جيئن جنت ۾ گهمي رهيا هجون، الله سائين هر مسلمان ڀاءُ کي امام رضا جي زواري ڪرائي. اتي امام رضا جي دعوت بہ ڪاڏي سون، اهو زيارتن جو سلسلو ويہہ، ٻاويہہ ڏينهن هليو، انهي دوران هڪ ايراني دوست ٿي ويو هو، جيڪو خيرپور ڪوٽ ڏجي ميرن وٽ آيو ويو هو، اتي بس هلائيندو هو، تمام خوش مزاج ۽ بهترين انسان هو، هڪ ڏينهن ڀيءُ سميت مونکي ۽ چاچا خضر حيات کي بس تي چاڙهي سڄي شهر جو سير ڪرايو هيائين، مونکي چيائين تہ گل هتي ڪنهن عورت سان شادي يا متعو ڪرين تہ مان توکي ڪرايان، ڪلي چيومانس تہ ادا اسان ديدار ڪرڻ آيا آهيون، امام رضا جا زوار آهيون، شادي يا متعو ڪرڻ نہ آيا آهيون، پوءِ ڪلي ڀاڪر پاتائين، ان ڪانپوءِ هڪ دفعو مون وٽ راٽيپور بہ آيو هو، چو جو ميرن ڏي ايندو رهندو هو، مون



ان کي دعوت ڪارائي تحفا بہ ڏنا، ان ڪانپوءِ ٻيهر ملاقات نہ ٿي آهي.
بهرحال سفر جو قصو تہ تمام وڏو آهي.

بعد ۾ چاچا وهاب وارا اجان اتي رهي پيا، انهن سان بہ ماڻهو جيڪي تمام سادا هيا، انهن جو سفر ۾ اسان تمام گهڻو خيال ڪيو هو، انهن بہ چيو تہ ادا اسين بہ توهان سان گڏ هلنداسين، اسان تحفا ورتاسين، سامان تمام گهڻو ٿي ويو هو، پنهنجي دوست ايراني کي چيوسون تہ اسان کي بس جي ٽڪيٽ ڪرائي ڏي، انهي بس جي ٽڪيٽ ڪرائي ڏني، پوءِ امام رضا جن جي زيارت ڪري، پنهنجن پيارن رفيقن ڪان موڪلائي، پنهنجي دوست ايراني سان گڏجي بس اسٽينڊ تي پهتاسون، هو نہ هجي ها تہ اسان کي وڏيڪ تڪليف اچي ها، ڪرايو بہ وڌيڪ وٺن ها، پوءِ اسان جو بس تي سامان رکرائي، اسان کي بس تي ويهاري پاڻ ڊرائيور سان گڏ ويٺو، تقريبن ڪلاڪ جو سفر اسان سان گڏ ڪيائين. ڊرائيور کي اسان جي خاص پارٽ ڪري، اسان سان ڀاڪر پائي پوءِ واپس مشهد شريف ويو،اسان جو ارڙهن، ويهن ڪلاڪن جو سفر جاري رهيو، آخرڪار ٻئي ڏينهن صبح جو ايران جي بارڊر تافتان تي پهتاسون، پنهنجو سامان بسن تان لاهي، سفري گهرجون مڪمل ڪري، پاڪستان بارڊر ڪان خروج ڪرايو، پاڪستان جي حد ۾ پهچي وياسون، اهو ساڳيو ماحول ڪا بہ سهولت نہ، ڪسٽم وارن ڪان جان ڇڏائي، سواري جي انتظار ۾ ويٺا هئاسون، جولاءِ جو مهينو ايران جي موسم ٿڌي هئي، پاڪستان گرم هو، ڇڙ تہ باهہ وسي پئي، آخرڪار ٻيون سواريون نہ مليون، ٽرين تي چڙهياسين، ٻنهي پاسن ڪان گرم هوا شروع ٿي وئي، پاڪستان ٽرين ٻلي پير پيران، دڳ تي بيهي تہ مان جلدي وري تڙ ڪري ٽرين تي چڙهي پوان، رات ڏينهن جي سفر ڪانپوءِ اچي صبح جو ڪوئيٽا پهتاسون، سفر جا ٿڪل، انتظار نہ ڪيو، امان، بابا جي گهڻي سڪ، اتان وري ٻي ٽرين تي چڙهي پياسون، دڳ تي وري ڪسٽم، نيٺ انهن کي داڀا ڏئي، اک ڏيکاري، جان ڇڏائي، واهہ چاچا خضر حيات تنهنجا داڀا، پوليس وارن کي ڀاڙي

ڪري ڇڏيئي، پوءِ اهو ٻارهن، چوڏهن ڪلاڪن جو پنڌ ڪري اسين راٽيپور اسٽيشن تي لٿاسون، ٻيا جيڪي بہ زوار هيا، جيڪي اڳتي وڃي حيدرآباد لٿا، نيٺ گهر پهچي، پيءُ، ماءُ سان ملي ڏاڍو خوش ٿياسون، پوءِ زواري جون سڀ ڪنهن يارن، دوستن اچي مبارڪون ڏنيون، چاچا خضر حيات بہ سامان کڻي پنهنجي گهر روانو ٿيو، هڪ بہ ڏينهن ٿڪ لاهي، اسڪولن جي موڪل هئي، معمول مطابق لنگر نيازڪري، مٽن، مائٽن دوستن کي کارائي، وري پنهنجي ڪرت ۾ لڳي وياسون.

ايران جون زيارتون هي هيون، قُم شريف، حضرت بيبي فاطمہ، معصومہ بنت امام موسيٰ ڪاظم عہ ۽ اطراف جون زيارتون، تهران، شهزاده شاه عبدالعظيم ۽ اطراف جون زيارتون جن ۾ نشاه پور، قدم گاه امام رضاعہ مشهد مقدس، حضرت علي ابن موسيٰ ڪاظم عہ (امام رضا عليہ السلام) ۽ اطراف جون زيارتون، بيدگل ۽ اطراف جون زيارتون، مشهد، اردهال ۽ اطراف جون زيارتون شامل آهن.

*****



## ڀاڱو/18

# فدا گل جي شادي، بابا سائين جون جهمريون

1991ع کان 1993ع تائين ايران کان زواري جو شرف بہ حاصل ٿيو، ان دوران بي ايڊ جي ڊگري بہ مڪمل ٿي ويئي هئي. انهي ڪانپوءِ پنهنجي نوڪري ۽ پولٽري واري ڪاروبار ۾ لڳي وياسون.

هوڏانهن وري ادا فدا گل ۽ ادا پرويز گل ڊگريون مڪمل ڪري ادا علي گل وارو سنڌڙي پينٽ اينڊ هارڊ ويئر واري اڳوٽي ڪاروبار سان سلهاڙجي ويا. هوڏانهن وري بابا سائين کي ادا فدا گل جي شادي ڪرائڻ جو شوق ٿيو. امان سائڻ کي ساڻ ڪري ايبٽ آباد وڃي، شادي جي تاريخ وٺي آيو.

شادي جي تياري مڪمل ڪري ڪجهہ گهرڀاتي، ڪجهہ رشتيدار ۽ دوست جن ۾ چاچا خضر حيات، ادا افسر ۽ ادا غلام سرور جي والده جيڪا اسان جي پيڻ سڏيل هئي، ٽوٽل عورتن مردن سميت ويهہ، پنجويهہ فرد راٽيپور اسٽيشن کان ريل وسيلي روانا ٿيا، ڪي پي ڪي جي حويليان اسٽيشن تي لهي وري ٻي سواري وسيلي ايبٽ آباد ماما وارن جي گهر پهتا، اتي انتظام اڳ ۾ ٿيل هو. 3 ڊسمبر 1993ع تي گهوٽ پنهنجي سنڌي ثقافت جي اهڃاڻ ٽوپي ۽ اجرڪ پائي لائنون لڏيون. ان موقعي تي ادا فيروز گل، ادا حسين گل، ادا پرويز گل سميت اسان سڀني خوشي مان ڏاڍيون جهمريون هنيون. بابا جي خوشي ڏسڻ وٽان هئي، سرڪي فيملي ۽ جدون فيملي ۾ پنهنجا رشتيدار ماما، ماميون، ماسات، ماساتيون، سرحد ۽ سنڌ جي ثقافت ۾ ڳائڻ، وڄائڻ جا شاندار مقابلا شروع ٿي ويا. سڀني

گڏجي سڏجي ڏاڍيون خوشيون ملهايون. انهيءَ ڪانپوءِ ڏاج وارو سامان
ٽرڪ ذريعي چاچا خضر حيات ۽ راشد جي نگراني ۾ روانو ڪيو جيڪي ٻن
ڏينهن جي سفر بعد راٽيپور پهتا.

مون شادي جي تياري جي سلسلي ۾ دوستن جي سهڪار سان جن
۾ مُلان قلندر بخش چامڙو، ادا نيڪ محمد شيخ، ادا نياز ڪلهوڙو، ادا
غوث بخش ۽ ٻيا بہ نالا ڪنهن جا ڪٽي ڪنهن جا ڪٽان، ڪارڊ ورهائڻ جو ۽
ٻيو گهربل بندوبست مڪمل ڪري ڇڏيو هو. هوڏانهن وري ايبٽ آباد مان
بابا جي اڳواٽي ۾ ڇج جو قافلو ماما جن ڪان موڪلائي، ساڳيو ئي حويليان
ڪان ٽرين رستي، چوويهن ڪلاڪن جي سفر طئي ڪري راٽيپور پهتو. ڇج
جيئن ئي راٽيپور اسٽيشن تي پهتي، سيئي مِٽَ، مائٽ، دوست، دهلن ۽
شرنائين سان استقبال ڪيو ويو، بابا بي انتها خوش هو، عورتون ڪنوار
سميت ٽانگن وسيلي گهر پهچايون.

پوءِ اسٽيشن ڪان وٺي بابا جون جهمريون هيون، مٽن، مائٽن،
دوستن سان گڏ ن نچندا، ڪڏندا، بس اسٽينڊ ڪان ٿيندا، باب دستگير
گيٽ، شاهي بازار ڪان گهر تائين سلسلو جاري رهيو. خوشي ۾ بابا سائين
جو اهو ناچ بہ ڏسڻ وٽان هو، فقيرن جي گهوڙن جو نچڻ بہ نرالو هو، دوست
يار اهو سارو شغل ڏسندي، بابا کي مبارڪون ڏيندي، واھ زوار سائين،
واھ زوار سائين اولاد لاءِ خوشيون ڪو تو وٽان سڪي، بهرحال اسٽيشن
ڪان گهر تائين ٻن ڪلاڪن جو سفر طئي ڪري گهر پهچي وياسون. ان
موقعي تي واه ادا غلام سرور سرڪي تنهنجي نوٽن جي ورڪا اڃان ياد
آهي، اڳ ۾ اتي ڪائڻ پيئڻ جو بندوبست ٿيل هو. مِٽَ، مائٽ، يار دوست ۽
اوڙي پاڙي وارن کي شادي جو ڪاڏو ڪارايو. ساري رات اوطاق ۾ اسين
مِٽَ، مائٽ، دوست ۽ ڪراچي ڪان ڪهي آيل فيملي سميت ادا فرقان وارا
۽ مردان جا دوست جاويد ۽ امرد خان بہ موجود هئا، ڪجھ ايبٽ آباد ڪان
بہ مهمان آيل هئا. سيئي ساري رات خوشيءَ مان ڳائيندا ۽ نچندا رهيا، واه
بشير منگي مرحوم، تنهنجو نچڻ ۽ توسان ساٿ ۾ اياز ۽ نور خان جوٽيجو



جا خوشي ۾ ٽپا ڏيڻ وسرن ئي نٿا. اهڙي طرح نچڻ ڪڏڻ ۾ شادي مڪمل
ٿي، سيڪو ڪم ڪار ۾ لڳي ويو. شادي جي وليمي جي تاريخ پنجويھ
ڊسمبر 1993ع تي رکيل هئي، دوستن سميت انهي ڪم ڪار ۾ لڳي
وياسين، وليمي جا سارا انتظام مڪمل ڪري، پنهنجن مٽن، مائٽن، ادا
رفيق، ادا غفور، ادا خان، ادا سڪندر، ادا سعيد، ادا حاجي رستم، ادا
حسين گل، ڦقاٽ، ماروٽ، ڀائرن جي ساٿ، مرحوم ادا محمد رمضان ۽ ان
جو پٽ سعيد بہ پنهنجي ٽيم سميت پهتل هو، استادن مان استاد هادي
بخش سومرو، استاد شاهنواز ملاح، استاد بهادر لاڙڪ، استاد لياقت لاڙڪ،
الله ڏنو وساڻ، محمد سليمان وساڻ، استاد ديدار عباسي، استاد طالب پنهور
۽ ٻيا بہ استاد صاحبان هيا، ادا حسين گل جي اسپيشل نظر، چاچا مرحوم
بگو محمد دين، گدا گهانگهرو ۽ ٻين دوستن مان ادا لحاظ چامڙو، ادا ارشاد
سومرو، استاد رفيق سهتو، ادا راز علي گل پتو، اعجاز علي شاه، سيد علي
رضا شاه، گدا حسين سهتو ۽ ان ڪان سواءِ منهنجا پيارا دوست، جن جا
پهرين نالا ڪٽي چڪو آهيان، ساٿ ۾ ساٿاري هيا. ساري رات پنڊال هٽايو،
ڪاڏو پيتو بورچين وسيلي تيار ڪرائي ڇڏيو هو، سڄي رات ننڊ نہ ڪئي
هئي، انهي ڪم ڪار ۾ لڳل هيس، صبح سان ڪپڙا بدلائي، ماني ڪارائڻ
جي ٽيم تيار ڪيم، ادا نظير شيدي، استاد ڇٽل ملاح، استاد رجب ملاح،
ادا نيڪ محمد جن جي نظر ثاني جي ٽيم جوڙي وئي، سڄو انتظام مڪمل
هو تہ هوڏانهن بابا سائين، گهوٽ ۽ گهر ڀاتين ساڻ يارهين بجي پنڊال ۾
پهچي ويو، جن جي هٿن جي ٻنهي چيچن ۾ هڪ پاسي وسيم گل تہ ٻئي
پاسي شهزاد گل پوٽا ساڻ هيا، مون کي ڏسي نعرو هڻي خوشي مان ڀاڪي
پيو، هوڏانهن وري گهوٽ ادا فدا گل کي اڇي رنگ جي هيرن واري سنڌي
ٽوپي پاتل، ڪاري رنگ جي پناڻ ۽ بلوچي ٽائيپ واسڪوٽي پاتل هئي،
پري ڪان جيئن مون تي نظر پئي تہ ڏند ڪڍي، چپ چوري خوشي جي
مخصوص انداز سان ڪلڻ لڳو، اها مرڪ ادا جي نہ وسرڻ جهڙي آهي. اسان
ڀائرن جو محبت جو پنهنجو ئي انوکو ۽ نرالو انداز آهي، انشا الله

جيستائين جيئرا آهيون، ائين ئي رهنداسون. هوڏانهن ٻارهين بجي ٽائيم ماڻهن جا ميڙ اچڻ شروع ٿي ويا، هڪڙي پاسي ويهڻ جو پنڊال لڳل هو ته ٻئي پاسي ڪائڻ جو پنڊال لڳل هو، پنڊال جيئن ئي ڀرجي وڃي ٿو، انهن کي ڪائڻ واري پنڊال ڏانهن موڪلي ڇڏيون ٿا، اتي خدمتگار خدمت ۾ لڳا پئي ويا ته، هيڏانهن ٽائيم ڪان ڦريان پنڊال ڀرجي ويو، اهڙي ريت اهو سلسلو شام تائين جاري رهيو، شادي ۾ سڀني دوستن کي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي، انهي شادي ۾ پير فقير، سائين عبدالقادر قريشي ۽ استاد فضل محمد ملاح به آيل هو، منهنجو دوست ضرار جان پٺاڻ، محمد بقا ملاح فيملي سميت پٽ سليم رضا ساڻ ڪري ڦريائين آيل هو، سائين امان الله پيو صاحب به شامل ٿيا هئا، اهڙي طرح اهي خوشيءَ وارا لمحا ادا پرويز گل جي جهمرين تي پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتا، ان ڪانپوءِ سڀ پنهنجي گهرن ڏانهن هليا ويا. مان حساب ڪتاب ڪري سڀني کي ڏئي وٺي، ادا نيڪ محمد، چاچا خضر حيات ۽ ملان قلندر بخش جن سان اچي پنهنجي اوطاق تي پهتس. انهي ڪانپوءِ سڀڪو پنهنجو ڪمن ڪارين ۾ لڳي ويو.

*****



## پاڱو/19

# ايم ايڊ جي ڊگري، چاهه جون چاندنيون، امان سائڻ جي موڪلاڻي

1994ع ۾ بابا سائين پير عبدالقادر شاهه جيلاني کي ادا فدا گل جي نوڪريءَ لاءِ عرض ڪيو، جنهن پنهنجي ڪوٽا مان 1995ع ۾ سوئي سدرن گئس ڪمپني ۾ ادا فدا گل کي نوڪري ڏياري، پوءِ وري ادا پرويز گل لاءِ دوستن يارن وسيلي سائين عبدالقادر شاه جيلاني جي ڪوٽا ۾ نالو لکرايو، 1996ع ۾ ادا پرويزگل کي به سوئي سدرن ۾ آفيسر جي نوڪري ملي ويئي، اهو به نوڪري سان لڳي ويو، گڏوگڏ دڪان وارو ڪاروبار به ڪندو رهيو، انهيءَ خوشي ۾ بابا سائين عبدالقادر جيلاني جون نه رڳو دعوتون ڪيون هيون پرخوشيءَ ۾ نعرا به هڻندو هو، چاڪاڻ ته بابا سائين پٽن جي نوڪريءَ لاءِ اسلام آباد جا به ڪافي پنڌ ڪيا هئا. ان دور ۾ راڻيپورجي ڀرپاسي رهندڙ ذاتين ۽ برادرين وچ ۾ قبيلائي جهيڙا شروع ٿي ويا، سرڪي، ملاح، شاهاڻي گهانگهرا، جوڻيجا، سڀني ڌرين جا ڪيترائي ماڻهو جهيڙن دوران قتل ٿي ويا هئا، اهي سنگين حالتون ڏسي چاچا خضر حيات ۽ مان پولٽري وارو ڪاروبار بند ڪري ڇڏيو هو، اهو پولٽري فارم ادا حاجي سردار جوڻيجي کي وڪرو ڪري ڏنو هو، ان مان، مون کي جيڪي پئسا مليا، عيسو لاکو قبرستان ڀرسان سم ۾ تقريبن هڪ جريب پلاٽ وٺي ڇڏيو. ڪجهه پلاٽ خيرپور ۾ چاچا خضر حيات سان گڏجي ورتم، بابا سائين، ڀائرن جي صلاح ۽ ساٿ سان انصاري محلي ۾ پڻ جڳهه ۽ پلاٽ ورتم.

آگسٽ 1994ع کان 1995ع دوران ايم ايڊ ۾ داخلا ورتم، جنهن ۾ عبدالحميد سهتو، زين العابدين سهتو، محمد سليمان وساڻ، استاد منور جوڻيجو، حاجي بهرام خان جوڻيجو، نثار عباسي گڏ هئا،انهن مان عبدالحميد سهتي جي ادا فدا گل پارٽ ڪئي هئي، ڪڏهن هنن سيني مان ڪڏهن ڪهڙا تہ ڪڏهن ڪهڙا جيپ ۾ مونسان گڏ راٽيپور کان خيرپور تائين ڊيلي آئوٽ بيڪ ڪندا هئا، پڙهائي جو بهترين سلسلو هو. ڪمپري هينسيو هائر سيڪنڊري اسڪول يونيورسٽي طرفان شام جي شفٽ ۾ پڙهايو ويندو هو، تمام بهترين استاد هيا، سائين عبدالقادر قريشي صاحب، سائين رسول بخش منگي صاحب، سائين امان الله پيو صاحب، فتح محمد سولنگي صاحب، غلام رسول ميمڻ صاحب ۽ شڪارپور جو ڊڪڻ صاحب، رحم علي جماڻي صاحب سميت سيئي استاد پنهنجو مٽ پاڻ هوندا هيا. انهن مان اڪثر اسان جا بي ايڊ ۾ بہ استاد رهيا هيا. منهنجو سيني استادن ۽ شاگرد سان دوستي، پيائپي جو تعلق هو. مٿين ڪلاس فيلوز کان سواءِ حاجي اشرف خاصخيلي، لياقت علي خاصخيلي، مصطفيٰ وساڻ، علي شير وساڻ، عبدالسميع ميمڻ، رياض حسين اُجڻ، مُشڪ رتڙ ۽ بيا پڻ شامل هئا جڏهن تہ ڪيترين ئي فيميل ٽيچرس پڻ هونديون هيون، ان اداري ۾ بي ايڊ ۽ ايم ايڊ جا ڪلاس هلندا هيا، شاگردن جو تعداد بہ گهڻو هوندو هو، سيلف فنانس تي پڙهي رهيا هئا، چيئرمين سائين مولا بخش لاڙڪ هيو. سيئي استاد پنهنجن پنهنجن سبجيڪٽن جا ماهر هوندا هئا، منهنجي سيني سان چاڻ، سڃاڻ هوندي هئي، استادن کان سواءِ، في ميل شاگردن مان بہ منهنجي سهڻي سيرت ۽ صورت ڏسي ڪجهہ مون مٿان نڇاور ٿينديون هيون، دير ٿي ويندي هئي تہ پنهنجي پرسان سيٽ خالي رکي ڇڏينديون هيون، محبت جي چس سان گڏ پڙهي بہ رهيا هئاسون، بورڊ تي اڪثر ڪري اسٽيٽڪٽس، مضمون جيڪو قريشي صاحب پڙهائيندو هو، ان ۾ گهري دلچسپي رکندو هوس چو تہ منهنجي ايم ايس سي اسٽيٽڪٽس ۾ ٿيل هئي، بورڊ تي وڃي، arithmetic mean،



mode median ۽ standard deviation جا فارمولا لکي، ڊائريڪٽ ميٿڊ ۽ شارٽ ڪٽ ميٿڊ ليڪچر ڏنو، جنهن تي سائين قريشي صاحب ڏاڍو خوش ٿي منهنجي تعريف ڪندي چوڻ لڳو تہ مٿان سمجهو، مان پنهنجي ويجهڙائپ جي ڪري مارڪون ڏيندو آهيان، هن پاسي کان وري منهنجون چاهيندڙ اهو ٻڌي خوشي مان ٽهڪڙا ڏيڻ لڳيون، انهي دوران جيئن گل جي مٿان ماکي جي مکين جو رس چوسڻ لاءِ حملو ٿيندو آهي، ان کان پاڻ کي بچائيندي بچائيندي، نيٺ ڪنهن هٿان ڏنگجي بہ پيس، وقت گذرندو ويو. پڙهائي سان گڏ ڪڏهن لاڙڪاڻو، تہ ڪڏهن سائين قريشي صاحب سان گڏ قمبر، ان کانسواءِ شڪارپور، سکر، کهڙن شهرن جا نالا ڪٿي ڪهڙا ڪٿان، خيرپور ۽ پار ڳوٺ تہ محبوبن جو آستانو هوندو هو، پير ڳوٺ پهچي دل کي سکون اچي ويندو هو، پڙهائي سان گڏ، ياري باشي، تحفا تحائف، مردن توڙي عورتن کي ڏيڻ ۾ اڳيرو هوندو هئس، مونکي بہ مانائتي موٽ ۾ ٻنهي طرفن کان تحفا تحائف گهڻا ملندا هيا، ڊيلي آئوٽ بيڪ، ٽڪائيندڙ ڊرائيونگ، اسڪول ۾ پڙهائي، وري ايوننگ شفٽ، خيرپور ۾ اهو پڙهائي جو سلسلو ٻارهن مهينا هليو. يارن دوستن سان ڪل ڀوڳ واريون قرب ڀريون ڪچهريون، ڪڏهن تيز تہ ڪڏهن ٽڏو پر هڪٻئي سان محبتن جو نہ ٽٽندڙ سلسلو بہ جاري رکيوسين. پهرين سيميسٽر ۾ مارڪون بہ جام مليون.

انهي پڙهائي دوران مان، ڳلي جو آپريشن حرا سينٽر سکر ۾ ڪرايو هو، مونسان گڏ بابا سائين ادا حسين گل ۽ چاچا خضر حيات بہ هيا، ادا حسين گل چيو تہ آپريشن کان بعد اوهان بيهوشي واري حالت ۾ پنهنجي بيڊ تي سٽل هيا تہ اچانڪ ڪمري ۾ ڪارا برقعا پاتل من موهيندڙ خوبصورت چهرن واريون عورتون اچي پهتيون، انهن کي خبر پئي چڪي هئي تہ گل اڄ ڪاليج نہ آيو آهي، سيٽ خالي ڏسي چاهہ مان اچي ديدار لاءِ آتيون ٿي ڪمري ۾ پهچي چڪيون هيون، بقول ادا حسين گل جي، ڪجهہ لڙڪ لاڙي رهيون هيون، هڪ تہ پيرن کان هٿن تائين چمي

رهي هئي، پوءِ ڳوڙها ڳاڙينديون، اسان کان موڪلائي واپس هليون ويون.
جڏهن مان هوش ۾ آيم ته ادا، بابا ۽ چاچا خضر حيات پڇيو ته اهڙي پارن ۽
نشانن واريون عورتون آيون هيون ته مان سمجهي ويس ته اهي منهنجون
ڪلاس فيلوز هيون، بابا سمجهدار هيو، سمجهي ويو، ڪلي مون ڏانهن
نهاري وڌيڪ سوال ۽ پڇاڻو نه ڪيائين، جيئن ئي منهنجي طبيعت ٺيڪ
ٿي ويئي، واپس گهر آيم، حسب معمول بابا خير خيرات ڪئي، ٻه ڏينهن
آرام ڪري، وري مان پنهنجي پڙهائي ۾ لڳي ويس. ٿوري ڪمزوري
محسوس ڪيم پئي، جڏهن ڪلاس ۾ پهتم ته دوستن، يارن ۽ استادن ڏسي
چيو ته شير گل تو کان سواءِ ڪلاس روم ۾ مزو ئي نه هو، ٻئي پاسي ڏانهن
ڪن چاهيندڙن منائي به ورهائي هئي، بهرحال ڪمڙا قصا ٻڌائي ڪمڙا
قصا ٻڌايان. ڪڏهن ايئن به ٿيندو هو ته لقمان ڦاٽڪ تي سيني دوستن کي
ڪُلفي ڪارائيندو هوس، جڏهن پئسا ڏيڻ ويندو هوس ته ڪُلفي وارو منهن
تي مُرڪ آڻي چوندو هو ته سوزڪي تي ڪجهه عورتون هيون، ڪُلفي
ڪائينديون، اوهان سيني جو بل به ادا ڪري ويون آهن، اهڙا واقعا ڪيترائي
دفعا ٿيا، بهرحال مٿان امتحان اچي ويا، امتحان ڏناسون ان دوران هڪ
دفعو ادا فداگل به آيو هو، مان ۽ شرف دين پيو برياني جون ديڳيون لاهي،
سڄي اسٽاف ۽ پنهنجي ڪلاس فيلوز کي کارايوسين، امتحان پورا ٿيا،
هوڏانهن الوداعي پارٽي جو پروگرام ڪرنل شاه هاسٽل جي گرائونڊ تي
رکيل هو، پروگرام رات جو هو، ان پروگرام ۾ وي سي صاحب به آيو هو،
حُسن وارن جي به وڏي هاڪ هئي، مان ۽ عبدالحميد پروگرام دوران
هاسٽل جي ڪمري ۾ پروگرام متعلق سوچي رهيا هئاسون ته حُسن جون
راڻيون به سڀ اسان جي مٿان اچي بيٺيون، آخرڪار قريشي صاحب
مجبور ٿي چيو ته پٽ اوهان پنڊال ۾ هلو، اسان کي ڊسٽرب نه ڪريو، سڀ
پنڊال ۾ پهتاسون، روم سڄو خالي ٿي ويو، سيئي يار، دوست پنڊال ۾
موجود هيا، پوءِ بهتر ڪارڪردگي تي انعام ورهائڻ جو سلسلو شروع ٿي
ويو، مونکي هر هر سڏ ڪندا رهيا، پر مان ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر نڪتل



هئس، منهنجو انعام قريشي صاحب وٺي پاڻ وٽ رکيو، سيئي دوست
ٻاڪر پائي موڪلائي رهيا هيا، ڪي وري انهي الوداعي پڇاڙي تي اکين
مان ڳوڙها به ڳاڙي رهيا هئا، ڪي وري هڪٻئي کي ٻاڪر پائي چاهه مان
چميون به ڏئي رهيا، بهرحال پروگرام پورو ٿيو، سيڪو پنهنجن گهرن
ڏانهن وريو، اسان به ڪن استادن کان موڪلائي، قريشي صاحب کي ٻاڪر
پائي موڪلايو. ڪن جا منهن سنا هيا ته ڪن جا گهنجيل پوءِ مان، ادا
عبدالحميد، هارون سهتو، زين العابدين، سائين فتح محمد سولنگي
صاحب کي ساڻ ڪري جتي مريم توپ رکيل هئي، ان جي اڳيان هوٽل تي
ويهي گڏجي ڪڙهائي کاڌي، چو جو اسان پروگرام ۾ ماني نه کاڌي هئي،
سائين سولنگي صاحب محنتي ۽ بي انتها شريف ماڻهو هو، انگلش جو
تمام بهترين استاد، ان سان اڳيان پويان سور سلياسين، ان ڪانپوءِ ڪيس
پنهنجي گهر نظاماڻي محلي ۾ لاهي، پاڻ ۾ دوست واپس رات جو هڪ بجي
راڻيپور پهتاسون، ايم ايڊ جي رزلٽ جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. انهيءَ وچ
۾ ڪيترن ئي دوستن، يارن ۽ چاهيندڙن کي استادن کان اي ۽ اي ون گريڊ
به وٺي ڏنا، جڏهن رزلٽ آيو، سڀ دوست ڏاڍو خوش ٿيا، سيني جون
مارڪون سٺيون آيون، مان به اي ون گريڊ ۾ پاس ٿيس، اهڙي طرح اسان
جي ايم ايڊ جي ڊگري مڪمل ٿي. ان سال جڏهن رمضان شريف جو مهينو
آيو ته مون روزا رکيا ۽ اعتڪاف ۾ به ويٺو هيس.

انهن ڏينهن ۾ هڪ پيري بابا سائين، چاچا غلام رسول سرڪي ۽
چاچا حاجي مبارڪ، چاچا صوفن ڪلهوڙو عباسي، چاچا خضر حيات ۽ فدا
گل کي ساڻ ڪري منهنجي جيپ تي مصري شاه جي ميلي تي وڃي رهيا
هئا، ڊرائيونگ فدا گل ڪري رهيو هو ته اوچتو شگر مل سم نالي تان
جيپ ڪلٽي ٿي ڪري پئي، سڀ جيپ هنيان اچي ويا هئا،ان دوران
منهنجو دوست غلام شبير ننگريجو اتان گذري رهيو هو، جنهن اهو حادثو
ڏسي، ٻين ماڻهن کي سڏيو، سيني ماڻهن کي جيپ هيٺان ٻاهر ڪيائون،
اجان فدا گل جيپ هيٺان ئي هو، پوءِ جڏهن جيپ کي سڌو ڪيائون ته

معجزاتي طور فدا گل کي بہ ڪجهہ نہ ٿيو، حادثي ۾ سڀئي خيريت ۽ سلامتي سان هئا پر جيپ جو ستيا ناس ٿي ويو هو، وري انهي جيپ تي ئي چڙهي مصري شاه جي ميلي تي پهتا، بابا جن کي اتي ملاڪڙي وٺ لاهي، ادا فدا گل ۽ چاچو خضر حيات جيپ ٺهرائڻ لاءِ سکر هليا ويا، بعد ۾ بابا جن ٻي سواري وسيلي گهر پهتا، جيپ کي ٺهرائڻ ۾ پورو مهينو لڳي ويو، ڪجهہ سامان سکر کان ورتائون، جيپ جي ڇت ڪراچي کان وٺي آيا، ائين جيپ ٺهي، اڳ کان بہ خوبصورت ٿي ويئي.

انهن ڏينهن ۾ بابا سائين ۽ امان سائڻ منهنجي شاديءَ لاءِ آتا هيا، تہ پيارو پٽ آهي، ڪيس خوش ڏسڻ چاهيون ٿا، پوءِ منهنجو مڱڻو لکيل پڙهيل فيملي استاد محمد بخش ميمڻ جي گهران ڪرايو ويو، ان رشتي ڪرائڻ ۾ ادا راز علي گل جو اهم ڪردار هو، سڀ گهر ڀاتي هنگورجا مان منهنجو مڱڻو ڪرائي آيا، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ امان جي طبيعت ناساز ٿي ويئي، ان دوران ادا فيروز گل بہ سعودي کان موڪل تي آيل هو، امان ان جو پاسپورٽ کسي وٺي ڇڏيو، چيائين تہ هاڻي نہ وڃ، ادا فيروز چيو تہ امان پاسپورٽ کي ڦاڙي ڇڏ تہ وڃڻ جو آسرو ئي نہ هجي، ائين پوءِ هو مينهن واري واڙي جي ڪاروبار ۾ لڳي ويو، امان جي خدمت بہ ڪندو رهيو. ان وقت مون وٽ ڳاڙهي رنگ جي هاءِ روف هئي جيڪا ڪراچي جي شوروم تان ڪيرائي هئي. انهي هاءِ روف تي ادا حسين گل سان گڏجي امان کي حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر الله بچايو کان علاج لاءِ وٺي ويندا هئاسين، مان هر ڏهين، ٻارهين ڏينهن امان کي علاج لاءِ حيدرآباد وٺي ويندو هئس، گهران صبح جو يارهين، ٻارهين بجي نڪرندا هئاسين، اهو پري وارو سفر ساڍن ڇئن، پنجن ڪلاڪن ۾ طئي ڪري وٺندا هئاسين. تڏهن رستو هڪ سائيڊ هوندو هو، اهو سلسلو تقريبن ٻارهن مهينا هليو، ڪڏهن ڪڏهن دوا وٺي امان کي سيوهڻ قلندر لعل شهباز جي زيارت لاءِ بہ وٺي ويندو هئس، ان دوران ڄامشوري کان سيوهڻ ويندڙ روڊ تمام گهڻو خراب هوندو هو، مختلف هنڌن تان ٽئون ٽهي رهيو هو. امان



پندرهن، ويهہ منٽ زيارت ڪندي هئي، وري دادو رستي موري واري پل کان دريا پار ڪري رات جو هڪ بجي وڃي گهر پهچندا هئاسين. انهي وقت ڌاڙيلن جو اوج هوندو هو، مون سان ماءُ ساڻ هوندي هئي، تہ ڪڏهن بہ ڊپ نہ ٿيندو هو.

انهيءَ اوکي مهل ۾ هڪ يا ٻہ ڀيرا فدا گل کي ٽيڪسي ڪرائي امان کي علاج لاءِ حيدراباد موڪليو هو، ان ڪانپوءِ وري ڪڏهن، ڪڏهن بابا ۽ امان کي ساڻ ڪري بہ ويندو هئس، هڪ ڀيري ادا علي گل پٽو بہ بيمار هو، ان بہ الله بچائي کان دوا ورتي هئي، هڪ ڀيري بابا ۽ امان کي ساڻ ڪري اسان سنڌ جا سهڻا ماڳ جهرڪ، سونڊا، ڪينجهر گهمندي گهمندي وڃي ٺٽي پهتاسون، ٺٽي ٽيڪنيڪل ڪاليج ۾ ادا حيات لاڙڪ پرنسيپال هيو، مڪلي ۾ انهي جي ڪوارٽر تي رهياسون، اتي ٺٽي ۽ مڪلي ۾ جيڪي بہ زيارتون ۽ تاريخي ماڳ مڪلي قبرستان، قدم گاهہ موليٰ علي، مخدوم هاشم ٺٽوي، شاهجهان مسجد جتي امان کي پٽي تي ڪٽي چوطرف گهمايم، پوءِ وري اڳيان پير پٺو ۽ ڏاتار جون زيارتون بہ تڏهن رستو نہ ٺهيل هو، پير پٺي ڏانهن گاڏي بيهاري، امان کي پٽي تي ڪٽي سيڙهيون پار ڪري، ڄام ڏاتار سميت سڀ زيارتون ڪرايون، بابا بہ ساڻ هيو، ادا حيات لاڙڪ جي فيملي بہ، ادا علي گل پٽو بہ پوءِ واپس اچي گاڏي تي چڙهي مڪلي ۾ جڳهہ تي پهتاسون، آرام ڪري رات جو وري ادا حيات لاڙڪ اسان جي عزيزن، چاچا طيب سرڪي، چاچا موسيٰ سرڪي ۽ ٻين سان ملايو، اهي اسان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، اتان واپس موٽياسون، ان وقت کان اڄ ڏينهن تائين مرڻي، پرڻي، شادي وهانءُ ۾ سرڪي برادري سان اهو سلسلو اڄان تائين هلندڙ آهي، ان دوران ٺٽي پرسان هڪ ڳوٺ ۾ مائي تسبيح جو چرچو هيو، ان سان بہ بابا سائين ملايو هو، منهنجي شادي لاءِ بہ دعا گهرائي هيائين، پوءِ ادا حيات لاڙڪ کان موڪلائي ٻہ ڏينهن اتي رهيا هئاسين، وري بابا سائين ۽ امان سائڻ کي ساڻ ڪري ڪينجهر جو نظارو ڪرائيندي، حيدرآباد کان ٿيندي، رات جو اچي راٽيپور پهتاسون،

بهرحال امان جي طبيعت ۾ ڪو خاص سڌارو نہ آيو، ڊاڪٽر الله بچايو
صحيح علاج نہ ڪري سگهيو، پوءِ امان بابا کي چيو تہ فقير، مان پنهنجي
ڌيءُ جي شادي ڪرائي بار لاهيان، هوڏانهن ايبٽ آباد مان ماما جن بہ
رشتي جي گهُرڪندا هئا، بابا کي مجرايو ۽ ماما جن کي شادي جي تاريخ
ڏنائون، اتان ماما جن بارات جي بس پرائي، اچي راٽيپور لٿا، اسين انهن
جي خدمتن ۾ لڳي وياسين، ادا حسين گل بورچي گهرائي ويهاريو هو،
صبح، شام قسمين، قسمين لذيذ کاڌا تيار ڪرائي ڪارائيندا هئاسون،
تقريبن ڇاجي مرد ۽ عورتن سميت ٽيهہ کان چاليهہ هئا، آخر ڪار چياٿون
تہ ايترا طعام ڪائي ڪائي ٿڪجي پيا آهيون، هاڻ اسان کي سبزي ڪارايو،
هيڏانهن وهانءُ جي شروعات ٿي وئي، پنهنجا مٽ، مائٽ، اوڙو، پاڙو ۽
ڪجهہ دوست شامل هيا، اسان جي گهر ۾ خوشي جو سمان هو، هيڏانهن
سنڌ جا سهراءِ هوڏانهن هزاري جا ماهيا، امان ڏاڍي خوش ٿي رهي هئي،
هوڏانهن وري اوطاق ۾ نڪاح جو پروگرام رٿيل هو، ڪاڏي پيتي جو
مڪمل انتظام ٿيل هو، ادا واجد خان جو نڪاح پڙهيو ويو، نڪاح جي
رسم مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ خوشي ۾ جهمريون بہ ٿيون، مبارڪون ۽ هارن
جون مالهائون گهوٽ جي ڳچي ۾ وجهي، خوشي جو اظهار ڪري، سين
ڪيس مبارڪون ڏنيون، نڪاح ۾ آيل سيني مهمانن کي سٺي نموني ماني
ڪارائي، دوست، يار واپس ٿيا، سڄي رات، پنهنجو پاڻ ۾ خوشي وچان،
نچڻ، ڳائڻ جو سلسلو جاري رهيو، رسم مطابق گهوٽ کي لائئون ڏنيون
ويون، ائين شادي پڄاڻي تي پهتي. انهيءَ شادي ۾ جيڪو بہ خرچ ٿيو هو،
اسان پاڻ ڪيو هو، ماما جن کي هڪ روپيو بہ خرچ ڪرڻ نہ ڏنو هو، اها
شادي امان جي بيماري سبب سادگي ۾ ڪئي، ڇاجي آرام ڪري، ٻئي
ڏينهن صبح جو سوير اسين سڄو سامان رات جو ڏاج وارو بس جي مٿان
لوڊ ڪري ڇڏيو هو، انهي شادي ۾ ماما جن ڏاڍو خوش ٿيا هيا، صبح جو
سوير ستين بجي ڏاران راٽيپور ڪان بس ذريعي چج ايبٽ آباد ڏانهن
رواني ٿي، ان ڪانپوءِ منهنجي ڪيفيت بدلجي ويئي، گهر اچي امان کي



پاڪر پائي سهارو ڏيڻ لڳس، ادا فيروز گل بہ هن شادي ۾ سيني پائرن ڪان
اڳيرو هو، مان، امان جي صحت لاءِ سوچي رهيو هئس، نيٺ ادا حسين گل
ئي بيماري ڊائيگنوز ڪئي تہ اهو گلي جو مسئلو ناهي، امان جي بڪين
تي اثر پئجي چڪو هو، امان کي ساڻ ڪري، چاچي خضر حيات کي وٺي
سول اسپتال اديب رضوي کي ڏيکاريوسين، اتي منهنجو دوست ضرار پناڻ
بہ اچي هنن سان مليو، جيڪو امان کي پنهنجي ماءُ ڪري سڏيندو هو، امان
ڪمزور ٿي چڪي هئي، امان کي پنهنجن هٿن تي کڻي اديب رضوي جي
وارڊ ۾ پهچايوسين، ان ڏسي چيو تہ ڪڊنيون ختم ٿي چڪيون آهن، پوءِ
ان ٻانهن ذريعي هڪ پلاسٽڪ جي نلي ڪڊني ذريعي پهچائي ۽ دوا بہ
ڏني. ڊاڪٽر واپسي جي موڪل ڏيندي چيو تہ ضرورت پوي تہ ڊائيلاسز
ڪرائجو، پوءِ واپس ورياسين، هيڏانهن وري مون کي جون، جولاءِ جي
موڪل هئي، راز علي گل چيو تہ مون کي فيملي سميت ٺٽو گهمڻو آهي،
سوئفٽ گاڏي مان دوست کان ورتي آهي، توهان سٺا ڊرائيور آهيو،
اعتماد جهڙا دوست بہ آهيو، اسان کي گهمائي اچو، انهن کي ساڻ ڪري
مان ٺٽي ڏانهن وڃي رهيو هئس تہ، هالاٽي وٽ ادا حسين گل ۽ اسين
گاڏي سجاتي، مان اشارو ڪيومانس تہ انهن گاڏي بيهاري، امان سان
پاڪر پائي مليم، پر امان چيو تہ پٽ تون ڀلي پنهنجن دوستن سان وڃ پوءِ
واپسي ۾ ملاقات ٿيندي، اسين سڌو ٺٽي ادا حيات لاڙڪ وٽ پهتاسون،
ٺٽي جي چو طرف سڀ زيارتون ۽ ماڳ، مڪان گهمي ڏناسون، شاهه عقيق
بہ ويا هئاسون، واپس مڪلي اچي، ادا حيات لاڙڪ کان موڪلائي، بدين
کان سمن سرڪار جي زيارت ڪرڻ پهتاسين. بعد ۾ ڊگهڙي کان ميرپور
خاص وارو رستو وٺي عمرڪوٽ پهتاسون، ادا حيات بہ اسان سان ساڻ هو،
عمر ڪوٽ جو قلعو ۽ مومل جي ڪاڪ سميت سڀ گهمياسين، رات
ترسي، صبح جو واپسي تي ميرپور خاص ادا حيات لاڙڪ کي لاٿوسين،
اسان وري سنڌڙي رستي ڪپرو، سانگهڙ گهمندي، اچي نوابشاهه پهتاسين،
ڪوٽ لالو وارو رستو وٺي دوڙ ۽ ٻچيري کان ٿيندا ڪنب پهتاسون، مان

انهن کي گمبٽ ڇڏي، وري راڻيپور پنهنجي گهر آيس. امان سان ملي
ڏاڍو خوش ٿيس.

انهي ڪانپوءِ مون هڪ سفر ڪراچي ادا گلشير سان گڏ ٽرين
ذريعي ڪيو، ڪراچي اسٽيشن تي لهي، پنهنجي دوست کي ڪال ڪيم،
اهو گاڏي کاهي آيو، گلشير کي دو تلوار تي لاٿم، پاڻ وڃي جيبيز هوٽل
صدر ۾ رهيس، دوست يار بہ اتي آيل هيا، ادا ضرار ۽ علي گل واڻيو سان بہ
ملاقات ٿي، پوءِ علي گوهر واڻيي جي فليٽ تي رهيم، هوڏانهن وري علي
گل واڻيو جا پلاٽن جا ڪي مسئلا هيا، ان کي پوليس صدر ٿاڻي تي بند
ڪيو هو، ٻئي ڏينهن سٽي ڪورٽ گڏجي سڏجي ان جي ضمانت ڪرائي،
واپس ان کي پنهنجي گهر ڇڏي، مان گلشن حديد رستم لڪ وٽ هڪ رات
رهيس، هيڏانهن خبر پئي تہ امان جي طبيعت ٺيڪ ناهي، توکي ياد ڪري
پئي، پوءِ اچانڪ سڀ گهمڻ، ڦرڻ جا پروگرام اڌ ۾ ڇڏي بس تي چڙهي
واپس راڻيپور پهتس. امان مونکي ڏسي ڀاڪرين پئجي ويئي، چيائين تہ،
مان، رات موڪلائي وڃان ها، پر الله مونکي فقط تنهنجي ملڻ لاءِ بچايو
آهي، انهي ڪانپوءِ مان امان سان واعدو ڪيم تہ مان هاڻ توکي ڇڏي
ڪاڏي بہ نہ ويندس، سڀ رولاڪيون ڦٽيون ڪري، هڪ نئين زندگي جي
شروعات ڪيم، آهستي آهستي وقت گذرندو ويو، پنهنجن ڪمن ڪارين،
ڌنڌن ۾ لڳي وياسون، وري اچانڪ امان جي طبيعت خراب ٿي پئي،
هوڏانهن ايبٽ آباد کان بہ هڪ ڏينهن ادي پهچي چڪي هئي، امان کي
گمس اسپتال ۾ داخل ڪرايو، سڀ ڀائر ۽ دوست پريشان هئاسين، بلڊ ڏيڻ
لاءِ سموري سنگت بہ پهچي چڪي هئي، امان کي ڊائلاسز مشين تي لڳايو
ويو، ٻاهر اسين پريشان ويٺل هئاسون، منهنجي اکين اڳيان انڌاري آيل
هئي، اچانڪ سڏ ٿيو تہ امان ڊائلاسز ڪٽڻ جي پوزيشن ۾ نہ هئي، اڌ ۾
ڊائيلاسز بند ڪري، امان کي ڊاڪٽرن جواب ڏنو هو، امان کي ڪٽي گهر آيا
هئاسون، سڄي رات گهر ڀاتي امان جي مٿان قرآن شريف پڙهندا
رهياسون، رات جي پوئين پهر ۾ پنهنجي ڪمري ۾ ڪمر سڌي ڪرڻ ويس



تہ صبح جي نماز جو ٽائيم ٿي چڪو هو، اوچتو گهر ۾ روڄ راڙو مچي ويو،
گهر ڀاتين جو آواز ٻڌم تہ امان موڪلائي ويئي، مان بہ اتي روئندو پهتس،
روڄ راڙو بند ڪرايم، امان سائڻ ڇنڇر ڏينهن 26 شعبان، 27 ڊسمبر
1997ع تي اسان کان هميشہ لاءِ موڪلائي هلي وئي، ماءُ جي دعائن جو در
بند ٿي ويو، زندگي جي ڊگهي سفر جي پڄاڻي ٿي ويئي. ان ڪانپوءِ بابا
سميت سڀني گهر ڀاتين پاڻ کي سنڀاليو، ڪفن دفن جو بندوبست
ڪيوسين، جنازي نماز عيسو لاکي جي ميدان تي امام بارگاه ۾ ٿيڻي
هئي، جنهن ٻڌو، سڀ مٽ مائٽ دوست پهچي ويا، گهٽي ۾ ماڻهو هيا،
جنازو گهر مان ٻاهر ڪڍي، صلوات ۽ دُرورد شريف پڙهندا، مولود شريف
جي ثنا ۾، جنازي نماز عيسو لاکي امام بارگاه ۾ ٿي، جنهن ۾ سوين ماڻهن
شرڪت ڪئي. اتان پنهنجي اباڻي قبرستان ڇتن شاه بخاري ۾ مٽي ماءُ
حوالي ڪيو. اسان روئندا، هڪ ٻئي کي آٿتون ڏيندا واپس تڏي تي
پهتاسين.

*****

ڀاڱو/20

# امان جي جدائي جهوري ڇڏيو

امان سائڻ کي مٽي ماءُ حوالي ڪري، واپس موٽياسون تہ ادا نيڪ محمد شيخ، ادا نياز ڪلهوڙو، چاچا خضر حيات، ملان قلندر بخش ادا خان محمد (خان سرڪي ) تي ڏينهن سات ۾ ساٿاري رهيا. ڪجهہ اوڙي پاڙي وارن، مٽن، مائٽن، اوطاق ۾ تڏو وڇائي، قلي (خيرات جي ماني ڪارائڻ) جو بہ بندوبست ڪري ڇڏيو هو، سڀ ڪانڌي جڏهن تڏي تي پهتاسون تہ استاد برادري سميت مولوي صاحب قُل شريف پڙهائي، هٿڙا مٿي ڪٽي، امان سائڻ جي مغفرت لاءِ دعا گهري، پوءِ سيني آمين چيو، الله جي رضا ۾ راضي رهڻو آهي. سڀ مٽ، مائٽ دوست اٿي ڳلي ملي تعزيت ڪئي. اسين سڀ پائر امان جي جدائي ۾ اکين مان ڳوڙها وهائي رهيا هئاسون. جڏهن سڀ ڪانڌي پنهنجين پنهنجين جڳهين تي ويهي رهيا، انهيءَ ڪانپوءِ سيني کي قلي جي ماني کارائي وئي. ان رات مون تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي وئي جو مان رات جو ٻارهين بجي بغير ڪنهن کي ٻڌائڻ جي موٽر سائيڪل تي گهر کان ٿي، چار ڪلو ميٽر پري چِتن شاهہ بخاري قبرستان پهتس. امان جي قبر کي ڀاڪر پائي زار و زار روئي دل کي هلڪو ڪري واپس گهر راٽيپور موٽي آيس، ٻئي ڪنهن کي تہ خبر نہ پئي پر ادا حسين گل ۽ ڪجهہ دوست سمجهي ويا هيا، ٻئي ڏينهن آٿت ڏنائون، چيائون ائين نہ ڪبو آهي، الله جي رضا ۾ راضي رهڻو آهي، پر مون چيو تہ ڇا ڪريان مجبور هيس، اهو دعائن جو سلسلو ٽن ڏينهن تائين جاري رهيو، دعا ۾ ايندڙن، ويندڙن کي ماني جي ٽائيم ماني کارائڻ ۽ چانهہ بسڪوٽ دوستن جي هٿان پيش ڪيا ويا، ٽئين ڏينهن تي وڏي خيرات ڪئي، جيڪي بہ اوڙي پاڙي وارا مٽ، مائٽ ۽ دوست پير فقير آيا



هيا، قرآن شريف جا ختما پڙهي دعا گهرائي، الله جي رضا ۾ راضي ٿي، خيرات جي ماني کارائڻ جو سلسلو شروع ڪيوسين، جيڪو ايندو ويو، سڀ کي کارايوسون، تڏو ڪٽي، مٿي پاٽي وجهي، اتي ئي ويهي خير جي دعا گهريسين، مٿان رمضان شريف بہ اچي ويو، سيني ڀائرن ۽ بابا سائين جي ڪيفيت نهايت ڏکويل هئي.

امان کان سواءِ گهر کهڙو، جتي امان پائرن ۽ ڀينرن کي سانڍي پالي وڏو ڪيو، ان جا خيال، تصور، هر هر ذهن تي اچن پيا، ان غم جي ڪيفت ڇا تہ هوندي؟ ڪهڙو بيان ڪريان؟، ڏک برداشت ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، شل ڪنهن جي ماءُ جدا نہ ٿئي. رمضان شريف ۾ پنهنجا ڪم ڪاريون، دعا جو سلسلو بہ هلندو رهيو، هوڏانهن وري بابا سائين، امان سائڻ جي قبر نهرائي، چوڏاري ديوار ڪٽائي، اندر خيراتي پاٽي جو نلڪو هٽائي، ست ئي جماٽا انهي جي ايصال ثواب لاءِ غريبن ۽ اوڙي پاڙي وارن کي کارائيندو رهيو، اسين پائر پڻ هر روز صبح شام امان جي قبر تي حاضري پريندا هئاسون، رمضان شريف ارڙهين روزي تي ادا فرقان ۽ ادا ضرار بہ دوستن سميت پهتا هيا، انهن بہ دعا گهري، اسان جي ڏک ۾ شريڪ ٿيا، بہ ڏينهن رهي پيا، پوءِ مان اوٽويهون روزو رکي، سيني پائرن کان موڪلائي، رمضان شريف ويهين جي رات جو الله والي مسجد ۾ اعتڪاف ۾ ويهي رهيس، پوءِ جي مون کي ڪا بہ خبر ناهي، باقي مسجد شريف ۾ امان کي ياد ڪندي، روئندي، رب پاڪ کان مغفرت جي دعا گهرندو رهندو هوس، عبادت ۾ ذڪر، فڪر، قرآن شريف پڙهڻ، مذهبي ناليج جا ڪتاب پڙهڻ، ننڊ گهٽ، جاڳڻ وڌيڪ هوندو هيو، اهي ڏينهن ڏک واري ڪيفيت ۾ امان کي ياد ڪندي گذاريا، رب اڳيان جهڪڻ واري عبادت جو مزو ئي پنهنجو آهي، جنهن سان منهنجو منڙو رب جلدي راضي ٿي پوندو آهي، دل تي جيڪا ڏک جي ڪيفيت طاري هئي، اهو بار ڪجهہ جهڪو محسوس پئي ڪيم. اعتڪاف ۾ منهنجو دوست علي رضا شاهہ ڊيڪوريشن وارو مرحوم بہ وينل هو، بهرحال عيد جو چنڊ ڏسجي ويو، اسان صاف سٿرا ٿي

ڪپڙا پائي، ٻاهر نڪتا سون تہ بابا سائين، ڀائر، چاچا سميت ۽ دوست، اوڙي پاڙي وارا گلاب جي گلن جون ڪنديون وجهي، مبارڪون ڏيڻ لڳا، اتان پوءِ مان امان سائڻ جي قبر مبارڪ تي دعا لاءِ ويس. قبرستان کان واپس گھر پهتاسون تہ، بابا سائين، مان ۽ سڀ گھرڀاتي امان کي ياد ڪري روئڻ لڳاسين. بابا سائين مون کي ڀاڪر ۾ ڀريو، ورانڊي ۾ امان جي کٽ تي ويهاريو. ان وقت بہ معمول موجب گھر جي ورانڊي ۾ بہ ڪٽون رکيل هيون، هڪ بابا سائين، ٻي امڙ سائڻ جي، جنهن تي بابا مون کي ويهاريو هو، اها عيد جي رات اسان گھرڀاتين لاءِ ڏک واري ڪيفيت هئي، بعد ۾ بابا اسان سڀني جي ڏکويل حالت ڏسي آٿت ڏني. الله جي رضا ۾ راضي نہ رهڻ بہ ڪفر آهي، آرام ڪري صبح جو، عيد نماز الله واري قادريہ مسجد ۾ پڙهي، اها مسجد گھر جي ڀرسان هئي، مان اعتڪاف ۾ بہ ان مسجد ۾ ئي ويٺو هئس. عيد نماز پڙهي، اتي بابا کي پيرن پئي سڀني عيد مبارڪون ڏنيون، جيڪي بہ نمازي هيا، سڀني سان ڀاڪر پائي ملياسون، مولوي صاحب کي ننگر نياز ڏئي، واپس گھر آياسون، سڀني گھر وارن سان ملي، امان سائڻ جي کٽ تي ويهي رهيس، معمول موجب ننڍپڻ کان وٺي عيد جا ٽي ڏينهن مان پنهنجي اوطاق ۾ ڪائڻ، پيئڻ جو بندوبست ڪندو هئس. بابا سائين ۽ سڀ ڀائر اوطاق ۾ ويناسون، عيد ڏينهن عيد ملڻ لاءِ اوڙي پاڙي وارا ۽ دوست يار، مٽ، مائٽ، جيڪي اسان جي خوشي ۾ سدائين ڀاڻ خوش ٿيندا هيا، انهن سان ميل ميلاپ جاري هو، ڪائڻ، پيئڻ ۽ ماني جي ٽائيم تي ماني لڳي ويئي، سڀني گڏجي ماني ڪاڌي، پوءِ آهستي آهستي ماٺهو گھٽبا ويا، بابا جن گھر ويا ۽ ڀائر بہ ٻاهريون گھمي ڦري وري اوطاق تي ايندا هيا، پر مان عيد ڏينهن ڪاڏي بہ نہ ويندو هئس، دوستن جي اوسيئڙي ۾ هوندو هئس، عيد ڏينهن ڪو بہ دوست بغير ملڻ جي نہ وڃي، اهو سلسلو اڄان تائين اسان جي فيملي جو جاري و ساري آهي، عيد خير سان گذري ويئي سڀ ڪو پنهنجي ڪم ڪار سان لڳي ويو. ائين امان کي وفات ٿيڻ جا چاليهہ ڏينهن پورا ٿيڻا هيا، زماني جي



ريتن، رسمن مطابق ان ڪم ڪار ۾ لڳي وياسون، چاليهي جي خيرات جي ماني لاءِ ڍور، چانور، بورچي سان ڳالهائي ٽوٽل سامان وٺي گڏ ڪيوسون، اوڙي پاڙي، مٽن، مائٽن، دوستن يارن ۽ ڀرپاسي ۾ جيڪي بہ ذاتيون هيون، انهن کي خيرات جي ماني جو سڏ ڏنوسين. سڄي رات بورچي علي ڏني منگي پنهنجي رڌ پچاءُ جو سسٽم ٺاهيو، هوڏانهن ادا سدا گل ڪاسائي وٺي آيو، گوشت ٺاهڻ جو ڪم انهيءَ تي سونپيل هو، صبح سوير کان رڌ پچاءُ جو ڪم شروع ٿي ويو، ڪارائڻ جو بندوبست هيٺ ڪيو ويو هو، صبح کان وٺي سج لٿي تائين خيرات جو سلسلو جاري رهيو. بابا اسان ڀائرن کي چيو تہ ننگر ڪٽي نہ، چانورن جون ٻوريون ڀري رکيون هيائين، خاص ڪري ادا علي گل کي چيائين تہ متان ڪا شئي ڪٽي آهي تہ آئون تو کان پڇندس. جيئن ماٺهو اچن پيا خيرات هلي رهي، انهن سان ملڻ دوران اکين مان ڳوڙها بہ ڳاڙي رهيو هو، علي سائين کي ياد ڪندي وڏي واڪي نعرا بہ هڻي رهيو هو، جس آهي مٽن، مائٽن، دوستن کي جن انهيءَ وقت ۾ اسان جو ساٿ ڏنو، اميرن، غريبن سڀني پئي خيرات کاڌي، تقريبن 100 کان وڌيڪ ديڳيون لٿيون، سج لٿي مهل بہ ماڻهن جو اچڻ بند نہ ٿيو، آخر ۾ بورچي کي چيائين تہ ڪم ڪار وارن کي کاڌو تيارڪري گھر لاءِ ڏنو وڃي، اهڙي طرح چاليهي جي خيرات جي ماني جي پڄاڻي ٿي. ڏيتي ليتي ڪري آجا ٿياسين. بهرحال ماءُ جو پيار ۽ يادگيريون سڄي زندگي وسرڻيون ناهن، جڏهن بہ ياد ايندي آهي تہ ڀري محفل ۾ روئي پوندو آهيان. امان جي ياد ۾ هي نظم لکيم:

ماءُ جي ممتا ياد اچي ٿي
سپنن ۾ بہ ياد، اچي ٿي
جنهن جي هنج ۾ ڪيڏيو آهيان
لڪ جي لولي ياد اچي ٿي
پيار مان جن سان ڏسندي هئي
تن اکين جي ياد اچي ٿي

جــنھن جــي پيــار جــو پاليــل آھيــان
ان جــي پريــت بـــ يــاد اچــي ٿــي
جــنھن جــي جــدائي جھوريــو آھــي
ان جــي صــورت يــاد اچــي ٿــي
جــڏھن بـــ "گــل" گھبرائــي ٿــو
تنھنجــي ھمــٿ يــاد اچــي ٿــي

تڏھن تہ الله پاڪ فرمايو آھي، ماءُ جي پيرن ھيٺان جنت آھي.

*****



## پاڱو/21

# بابا جي عجيب ڪيفيت، اسان ڀائرن جون شاديون

امان سائڻ جي چاليھي جي خيرات جي ماني کانپوءِ روز مره جي زندگي جي وھنوار سان لڳي وياسين، تہ جيئن امان جي وڇوڙي واري ڪيفيت کي گھٽائي سگھجي، ان ڪري اسين سڀئي ڀائر ۽ بابا سائين، پاڻ کي مصروف ڪرڻ لاءِ پنھنجي ڪم ڪار ۾ اڳئين جيئن لڳي وياسين، امان جي گذاري وڃڻ کانپوءِ بابا سائين جي طبيعت ۾ اڪيلائي محسوس ٿيندي ھئي، سندس طبيعت ۽ مزاج اڳ جھڙو نہ رھيو ھو، سڪون ۽ چين ڦٽي ويو ھئس، ڪنھن سان سور سلڻ جي سنوت ۾ نہ رھيو، اسان سندس اٿڻ، ويھڻ، ڳالھائڻ، ٻولھائڻ مان ئي محسوس ڪري ويندا ھئاسين، تہ بابا کي ڪيڏو امان جي جدائي جو شديد صدمو رسيو آھي، امان کانسواءِ بابا جي ھر رات ڪيئن گذرندي ھوندي؟ ھر ڏينھن ڪيئن گذرندو ھو؟، گھر خالي ڏسي، ڪٽ خالي ڏسي، ويتر بابا جي طبيعت ۽ ذھن تي اثر پوندو ھو، چھري جا تاثرات ئي بدلجي ويندا ھيا، پر وڏي ڳالھہ اھا تہ اسان اولادن جي اڳيان محسوس نہ ڪرائيندو ھيو پر پوءِ بہ اسين محسوس ڪري ويندا سين ھئاسين، اسين بابا کي آٿتون، دلداريون ڏيندا ھئاسين، بابا وري اسان کي، دلداريون آٿتون ڏيندو ھو، ھڪٻئي جي آٿتن ۽ سھاري جي آسرن تي دليون پڪيون ڪندا ھئاسين، جسماني طرح تہ امان اسان کان ڏار تہ ٿي وئي ھئي، پر ھڪ منٽ، ھڪ سيڪنڊ، ھڪ پل، ھڪ گھڙي بہ اسان جي تصورن ۽ خيالن کان پري نہ ٿي، جو اسان ياد نہ ڪريون، ڇڻ امان اسان سان ھر وقت گڏ آھي، اسان امان کي ھر وقت گھر ۾ موجود محسوس ڪندا ھئاسين، بابا امان جي ڪٽ جنھن تي امان

سائڻ سمهندي هئي، ان کٽ تي هر روز سندس بسترو لڳرائي، پوءِ پنهنجي
کٽ تي سمهندو هو، ڪڏهن بہ بغير بستري لڳائڻ جي نہ سُتو، امان جي کٽ
اڃان بہ پنهنجي ڪمري ۾ پيل آهي، اڄ بہ ان حالت ۾ ئي موجود آهي، پرسان
بابا جي بہ کٽ پيل آهي، انهي ڪانپوءِ بابا کي پرويز گل جي شادي ڪرائڻ جو
خيال دل ۾ جاڳي پيو، فڪر ٿيو، ڳڻتي وڪوڙي ويئي، جلدي پرويز گل جي
شادي ڪري وٺان، جيئن تہ پرويز گل بابا جو آخري پٽ هو، ان ڪري بابا چيو
تہ پرويز گل جي شادي سيني پيائرن جي شادين کان سٺي ڪرايان، ان ڪري بابا
جو اسان پيائرن جي مٿان زور، بار وڌي ويو، بابا جو ضد هو، پنهنجي اولاد کي
ماءُ جي ڪمي محسوس ڪرڻ نہ ڏيان، غمي بہ گهٽايون، ان ڪري بابا خبر ناهي
تہ پرويز جي شادي جي خوشي جا ڪهڙا رنگ رچائڻ چاهي ٿو؟، سندس وڏا
خيال، سوچون ۾ سپنا هئا، پر اسان ڏٺو تہ بابا کي اها خوشي اسان جي لاءِ ڪو
وڌو الميو نہ ٿي پوي، بابا سائين بہ اسان کان جدا ٿي نہ وڃي، اسين بابا کان
محروم ٿي نہ وڃون، ڇو تہ بابا بہ فقير مزاج جو هو، بابا جو ضد بہ چوٽان چوٽ
چڙهي ويو، ڪيئن بہ ڪري؟ پرويز گل جي شادي، وڏي شان شوڪت سان
ڪجي، ڌام ڌوم سان ڪجي، مون ڏٺو بابا سائين ايئن ڳالهہ تان هرگز نہ
هٽندو، تنهن ڪري مون ڪيس چيو تہ بابا تون نٿو مڃين، نٿو مُڙين تہ پوءِ مان
بہ گهر ڇڏي ٿو وڃان، منهنجو خيال هو تہ امان جي صدمي جي ڪري پرويز گل
جي شادي جي رسم نهايت ئي سادگي سان ٿيڻ گهرجي، بابا منهنجي ڳالهہ کي
دل سان مڃي ويو، راضي ٿي ويو، نيڪ آهي شادي سادگي سان اوهان جي
مرضي سان ڪريون ٿا، سياڻي پٽ نہ چوي تہ امان جي مرڻ ڪانپوءِ بابا منهنجي
شادي بين پيائرن جيان نہ ڪئي، اهو ڪيس احساس دل ۾ نہ ٿئي، ڇو جو پيءُ
جي دل ۾ سوچ سيني اولاد لاءِ ساڳئي هوندي آهي، پوءِ اسان سادگي سان پرويز
گل جي شادي جي تياري ڪرڻ ۾ لڳي وياسين، پرويز گل جي مڱڻي ايبٽ آباد
مان، مامن وٽان اڳ ۾ ئي ٿيل هئي، سادگي سان صرف گهرياتين جي ڄڃ
وٺي، چاچا خضر حيات، ادا مرحوم محمد اڪرم، ادا فيروز گل ۽ ادا فدا گل
سميت راڌيپور کان ريل وسيلي ايبٽ آباد ماما جن وٽ پهتي، هوڏانهن وري



ماما جن بہ سادگي سان نڪاح جو بندوبست ڪري ڇڏيو هو، پوءِ بہ بابا سادگي
۾ ڳائڻ، وڄائڻ، سهرا ۽ ماهيا ڳائي پنهنجي خوشي جو اظهار ڪيو، ادا پرويز
گل پنهنجي سنڌي ثقافت پٽڪي سان شرعي نڪاح ڪري لائئون لهڻ سميت
سڀ رسمون ادا ڪيون، سرڪي فيملي ۽ جدون فيملي خوشي خوشي سڀ
شاديءَ جو ريتون رسمون ادا ڪيون ۽ نچيا، ڪڏيا. اهڙي طرح اها شادي اپريل
1998ع ۾ ٿي گذري، هفتو اتي رهي، گهوٽ، ڪنوار ۽ ڄڃ سيني مٿن،
مائٽن جون دعوتون کائي، واپس وريا، ڏاج جو سامان ترڪ ذريعي دوستن
هٿان پهريان ئي پهچايو ويو هو، ڄڃ حويليان کان ٽرين ذريعي راڌيپور
اسٽيشن تي پهتي. نهايت ئي سادگي سان گهر جي اڱڻ تي پهتا. منهنجي نظر
بابا، ڪنوار ۽ گهوٽ ادا پرويز گل تي پئي تہ پهرين ڪنوار جي مٿي تي
شفقت ۽ محبت جو هٿ رکيم، وري بابا کي ڀاڪرن ۾ ڀري ادا پرويز گل کي
بنا هار ڪندين جي ڀاڪر پاتم. ان وقت ايئن محسوس ڪيم تہ بغير امان
سائڻ جي گهمي، موٽي آيا آهن، شادي جو سمان محسوس ئي نہ ٿي رهيو هو،
بهرحال امان کان بغير نچڻ، ڪڏڻ کان سواءِ شادي پڄاڻي تي پهتي. هفتي
ڪانپوءِ بابا سائين ننگر نياز جو بندوبست ڪري مخصوص مٽن، مائٽن ۽
دوستن، يارن کي گهرائي، اها دعوت جي صورت ۾ ڪارائي، خوشي جو اظهار
ڪري، نچي ڪڏي، نعرا هنيا، انهي ڪانپوءِ شادي جي ڪمن کان فارغ ٿي،
سيني گهرياتي سميت امان جي قبر تي وڃي گلن جي چادر چاڙهي، سندس
پيرن تي ويهي، اتي دعائون گهريون، اتي بابا پهريان هڪ پروگرام بہ ڪرايو
هو، امان جي قبر اڳيان هڪ گرائونڊ هو، مفتي عبدالرحيم شر سڪندري کي
گهرائي واعظ ڪرايو هيائين، جنهن ۾ راڄ، برادري، اوڙي، پاڙي وارن، استاد
برادري ۽ دوستن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي هئي، امان جي لاءِ بہ دعائون
گهرايائين، ننگر، نياز جو بندوبست بہ ڪيو هيائين. ايئن بابا سيني، پيائرن ۽
پينرن جون شاديون پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڪرايون، بابا لاءِ اها وڏي
خوشي آهي، ان ڪانپوءِ بابا جي دل ۾ هڪ نئون خيال آيو تہ منهنجي پياري پٽ
آغا شير گل جي شادي ڪرائجي جنهن جو مڱڻو اڳ ۾ فقيراڻي پنهنجن هٿن

سان ڪرائي ويئي هئي، منهنجي والده جنهن ڪي بابا فقيراڻي ڪوٺيندو هو، جنهن جي فڪر، فيض ۽ دعائن سان اڄ اسين انهي منزل تي پهتا آهيون، مونکي چيائين تہ پٽ هاڻي تنهنجي بہ شادي ڪرايان، منهنجي حياتي تي ڪهڙو ڀروسو؟ مون ڪيس چيو تہ في الحال نہ، گرميون گذرن پوءِ سردي ۾ ڪنداسين. تنهن تي پوءِ بابا خاموش ٿي ويو، گهري سوچ ۾ پئجي ويو، شايد ذهن ۾ اڳيئي ڪو خاڪو ٺهيل هئس. مٿان وري جون، جولاءِ ۾ گرمين جون موڪلون اچي ويون، مان وري پنهنجي مزاج موجب انهي گرمين جي موڪلن ۾ پنهنجي سفر جو سمورو سامان تيارڪري ريل ذريعي پنهنجي ننيڙي پيڻ ڏانهن ايبٽ آباد هليو ويس، چو جو معمول موجب جون، جولاءِ جون موڪلون اڪثر اتي گذاريندو هوس، اتان جي موسم ٿڌي هوندي، ٿڌن علائقن جا سير سفر ڪري، رات جو دير مدار پنهنجي ننڍي پيڻ جي گهر واپس موٽي ايندو هوس، اجان ڏهہ ڏينهن گذريا تہ، بابا جي اوچتو، فون اچي ويئي تہ مان تنهنجي شادي جي تاريخ وٺي ڇڏي آهي، جلدي واپس موٽي اچ، مون حيران ٿي چيو بابا تو هي ڇا ڪيو؟، ايڏي تڪڙ تہ ناهي. چيائين تہ بس سياڻي ٿي بس يا ٽرين تي چڙهي پهچي وڃ. بابا جي حڪم، صادر اڳيان، سڀ هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا، بابا ڪي ناراض بہ ناهي ڪرڻو، پوءِ مان پيڻ ڏي ڏسان، اها وري مون ڏي ڏسي کلي، وڃي ميندي پسائڻ لڳي، ميندي تيار ڪري، پوءِ اڪيلي سر منهنجي پيرن ڪي ميندي هڻي، شادي جا سهرا ڳائڻ شروع ڪري ڏنائين، اهڙي طرح صبح ٿيو تہ مان پيڻ کان موڪلائي، بس تي چڙهي، ٿڌي موسم کان موڪلائي، اچي گرم موسم ۾ ٻئي ڏينهن گهر پهتس، بابا کلي پاڪر پاتو، چو جو شادي جا سڀ سامان لٽا ڪپڙا، بابا پاڻرن ۽ وڏي پيڻ ڪنوار جي ڏاج سميت ناهي تيار ڪري ڇڏيا هيا، صرف منهنجي اچڻ جي دير هئي، منهنجي وڏي پيڻ ماءُ جو ڪردار ادا ڪري، بابا ڪي ساٿ ڪري، پاڻرن جي ساٿ سان هنگورجا شهر ۾ ڪنوار ڪي ونواهہ ۾ ويهاري آيا.

*****



## ڀاڱو/22

# منهنجي شادي

7 جون 1998ع تي منهنجي شادي جو پروگرام رٿيل هو، ڇج تيار هئي، شام جا ڇهہ يا ست تي چڪا هيا، مخصوص مٽ مائٽ، اوڙي پاڙي وارا ۽ دوست يار پهچي ويا هئا، گاڏيون عيسو لاڪو روڊ تي بيهاريون ويون هيون، بابا سائين گهر پاتين سميت گاڏين ۾ ويهي رهيو، ادا حسين گل سميت سڀ پاڻر ادا علي گل، ادا سدا گل، ادا فيروز گل، ادا فدا گل، ادا پرويز گل ۽ پاٽيجو عمران حسين بہ خوشيءَ ۾ شريڪ ٿيا هيا، اوڏانهن وري دوستن مان ادا نيڪ محمد شيخ، ادا علي بخش عباسي، ادا حاجي سردار، ادا نور خان جوٽيجو، وڏيرو ولي محمد انصاري، استاد هادي بخش سومرو، ماما فقراه خير محمد، ادا ملان قلندر بخش چامڙو، چاچا خضر حيات، ادا محمد رفيق ميمڻ ۽ سوئي سدرن گئس جا ادا فدا گل جا دوست بہ موجود هيا، سائين اعجاز علي شاهہ، ادا علي گل راز ۽ ڪجهہ استاد حضرات، ادا سعيد مرحوم، ادا حاجي غلام سرور سرڪي ۽ ٻيا بہ مٽ مائٽ، يار دوست هيا جن جا نالا وسري ويا آهن. ادا سرور سرڪي جيڪو هٿيارن سميت هو، چو جو ان وقت ڌاڙن جو بہ خدشو هوندو هو، انهي ڪري ادا فداگل اهي سڀ بندوبست ڪري ڇڏيا هيا ڇهين يا ستين بجي ڌاري ڇج راٽيپور کان هنگورجا لاءِ نڪتي بابا جي نچڻ ڪڏڻ سان گڏ اهو چوڏهن ڪلو ميٽر مفاصلو اڌ ڪلاڪ ڪن ۾ طئي ٿي ويو، اوڏانهن دوستن ۽ ادا اسلم ميمڻ نڪاح جو پروگرام هنگورجا گورنمينٽ بوائز هائر سيڪنڊري اسڪول ۾ ڪري ڇڏيو هو، ان سان گڏ ڪاڌي پيتي جو پروگرام بہ ٿيل هو، جيئن بارات هنگورجا پهتي مرد چاچين ڪي اسڪول ۾ لاهي ۽ عورتن ڪي ڪنوار جي گهر لاٿوسون. بابا ڪي هڪ هال ۾ ويهاريو چو جو

گرمي جي مند هئي، دوستن کي چيم تہ بابا جو خيال رکجو، بابا مون ڏانهن نهاري کلي چيو پٽ سڀ ڪجهہ سمجهان ٿو، تون هتي ڇو ويهاريو آهي، متان مان پنڊال ۾ نعرا هڻان، ملان پڇي نہ وڃن، تون دل جاءِ ڪر، پنهنجي دوستن سان گڏ ويهہ، تہ نڪاح ڪانپوءِ نعرا ضرور لڳندا پوءِ ڪو ويهي نہ ويهي، مون کي ڪنهن جي پرواهہ نہ آهي. مون کلي چيو تہ بابا جيڪا توهان جي مرضي جيئن وڻي خوشي ڪجانءِ، بابا سائين خوشي مان ڀاڪر پاتو، ڳلن تي چمي بہ ڏنائين.

اسان نائين بجي ڌاري سڀ ڇاچين شادي واري جڳهہ تي پهچي ويا هياسون، جتي انتظام رٽيل هو بابا سائين ۽ مون کي، ڪجهہ مٽ مائٽ ۽ دوستن، ڪجهہ ڪنواريتن کي اسٽيج تي ويهاريو ويو، باقي آمهون سامهون ڪرسيون لڳايون ويون هيون، مولوي صاحب بہ اسٽيج تي پهچي ويو هو، نڪاح جي لک پڙهہ وڪيلن شاهدن جون صحيحون ڪيون ويون، وڪيل ۽ شاهد ڪنوار جي گهرطرف ويا اتان هاڪاري جواب مليو، مون کان بہ پڇيو ويو مون طرفان بہ هاڪاري موٽ ملي، مولوي صاحب نڪاح پڙهڻ شروع ڪيو، نڪاح پڙهي آخر ۾ دعا گهري، سڀني آمين ڪيو. مان اٿي بابا کي پيرن تي هٿ رکي مبارڪ ڏني، بابا خوشي ۾ يا علي سائين جا نعرا هڻڻ لڳو، ڏاڍو خوش هو، سڀني دوستن، يارن مِٽن مائٽن خوشي وچان هار پارايا، بابا سائين سان گڏجي جهمريون بہ هنيون. بعد ۾ سڀني باراتين کي ماني کارائي وئي، ڪم ڪار کان واندا ٿياسون تہ پوءِ ڪجهہ يار دوست ۽ مٽ مائٽ موڪلائي واپس ويا، باقي ڄڃ شادي جي رسمن لاءِ انتظار ۾ ويهي رهي، ان ڪانپوءِ مون کي شڪراني جا بہ نفل مسجد شريف ۾ پڙهائي ڪنوار جي گهر وٺي آيا، باقي رسمون اتي پوريون ڪرايون ويون، آخر ۾ لائون جي رسم پوري ڪئي وئي. سس امان، سالن ۽ سالين بہ مبارڪون ڏنون، سالين خرچي گهري انهن کي خرچي بہ ڏني، پوءِ ڀيڻ ڳلي لاتو تہ امان ياد اچي وئي، خوشي جي هن ماحول ۾اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا، وري پاڻ کي جلدي جلدي قابو پائي ورتم، رسمن ڪانپوءِ ڏهہ منٽ ڪن



اي، سي ڪمري ۾ مٿي جڳهہ تي ويهاريائون اتي پهريون ڀيرو مان ڪنوار جو ديدار ڪيو، ڪنوار بہ مون کي ڏسي خوش ٿي. ڏاڍو خوش ٿيس، دل ۾ چوڻ لڳس تہ امان ۽ ڀيڻ منهنجي لاءِ سٺي ڪنوار جو انتخاب ڪيو آهي، اهو ئي سوچي رهيو هوس تہ ساليون اچي ويون انهن ڀوڳ ڪندي چيو ادا ديدار گهڻا ٿي ويا، هيٺ ڄڃ اوهان جي انتظار ۾ آهي، جلدي ڪيو جڳهہ تان هيٺ لهي اچو تہ ڪنوار کي گهر وٺي هلون پوءِ ماڙ تان هيٺ لٿاسون. سڀني گهر ڀاتين سس امان، ساليون ۽ سالن کان جڏهن موڪلايو سڀ روئي رهيا هئا، پاڻ کي گهر جو وڏو سمجهي سڀني کي ڀاڪر پائي دلداري ڏنم، گهر واري بہ پيڪن کان موڪلائي روئي رهي گهر ڀاتين ان کي بہ دلداري ڏني، ڪنوار سان اتان صرف هڪ عورت گڏ هئي، اهڙي طرح رات جو اڍائي يا ٽي بجي سڀني مائٽن ۽ دوستن سان گڏ هٿيار بندن جي پهري ۾ گهر راٽيپور پهتاسون. ادا حاجي غلام سرور، ادا مرحوم سعيد جن جا قرب جن اسان ڀائرن سان ڀرپور ساٿ ڏنو.

*****

## پاڱو/23

# بيماريون، بردباريون، حوصلا ۽ سير سپاٽا

جيئن ئي ڇڇ سميت گهر پهتاسون، گهر ۾ شادي جون سڀ، ريتون، رسمون ادا ٿيون، هر ڪو موڪلائي پنهنجي گهرن ڏانهن هليو ويو، گهرڀاتي بہ سڀ ٿڪل هيا، آرام ڪرڻ لڳا. اسان گهوٽ، ڪنوار بہ پنهنجي سينگاريل سيج پلنگ تي وياسين، خبر تہ مونکي پهريان بہ هئي، پر پوءِ نظر پئي تہ ڪنوار ڪي ڇاتيءَ تي ڳوڙهو هو، بهرحال ٽينشن نہ وٺندي ڪجهہ سوال جواب ڪياسون. مون ڪيس ٻڌايو تہ مڱڻي کان پهريائين مون وٽ هڪ خفيہ خط آيو هو، ڪن استادن جنهن ۾ هڪ پنهنجي ذات واري بہ هئي، انهن خبردار، هوشيار ڪيو هو تہ ادا لڳي ٿو تہ توهان جي ڪنوار ڪي ڪا خطرناڪ بيماري موذي مرض لڳل آهي. بهرحال انهيءَ ڳالهہ کي درگذر ڪري سوچيو هيم تہ متان اسان جي مائٽن يا ڪنواريتن مان ڪو راضي نہ هجي، انهي ڪري اهڙا شوشا هلن پيا، اها ساڳئي ڳالهہ شادي کان اڳ پنهنجي پيڻ سان ڪئي هيم، پوءِ ٻنهي سوچي سمجهي اهو فيصلو ڪيوسين تہ ننگ، ننگ آهي، هر حال ۾ ڇڏڻو ناهي، الله بهتر ڪندو، جيڪڏهن امتحان وٺڻ چاهي ٿو تہ مدد ۽ سگهہ جي قوت بہ پاڻ ئي بخشيندو. منهنجي گهرواري اهي سڀ ڳالهيون ٻڌي ياڪر پاتو، اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيس، چيائين تہ آفرين آهي، اوهان کي ۽ اوهان جي خاندان کي، سڀ ڪجهہ سمجهندي بہ مونکي پنهنجي خاندان جو حصو بڻايوَ. هن ٻڌايو تہ اها بلڪل حقيقت آهي تہ منهنجي رشتي لاءِ پنهنجن طرفان بہ آڇ آئي هئي، پر مون گهرڀاتين کي چيو هو تہ شادي ڪندم تہ سرڪي خاندان ۾ نہ تہ ڪٿي بہ نہ، اسڪول ۾ مان پاڻ ٽيچر هيس، ٻيون سڀ ٽيچرس چونديون هيون تہ خاندان سٺو آهي، گهوٽ بہ سلڇڻو،



سوڀارو، پيارو آهي، محبتي انسان آهي، بهرحال ڀائرن کي چيم تہ شادي ڪندم تہ هتان ئي ڪندم، وڏيڪ جيڪو منهنجي نصيب ۽ مقدر ۾ لکيل هوندو، اهو ئي ٿيندو، لکئي منجهہ نراڙ اهو ئي سبب هو جو اوهان جي بابا سائين کي چورائي موڪليو تہ شادي جي تاريخ وٺو، جنهن ڪري مان بابا جي چوڻ موجب ايبٽ آباد کان راٽيپور آيو هيم، هڪ ٻئي سان پيار پريو ڳالهيون ڪندي، ايترو روحاني محبت ۾ رلجي،ملجي، رچجي وياسون، مان پنهنجي ڪنوار کي آٿت ڏيندي چيم تہ جسم منهنجي لاءِ ڪا معنيٰ نٿو رکي، محبت جي هڪ نئين زندگي، هڪ نئون جهان جوڙڻ چاهيون ٿا، الله بهتر ڪندو، اها رات هڪٻئي کي پريت ۽ محبت جا درس ڏيندي گذاري. مان اهو سوچي رهيو هوم، تہ مون گناهہ گار انسان کان رب پاڪ ڪو سٺو ڪم ڪرائڻ چاهي ٿو، جيئن چوندا آهن تہ ”اگهئي تہ پاءُ، نہ تہ مٽن کي ئي موٽ“ سمجهي رب جي رضا کي قبول ڪندي، هڪ نئين زندگي جي شروعات ڪيم، ٻئي ڏينهن ادا حسين گل کي اهو ڳوڙهي وارو قصو ٻڌايم، هو بہ سمجهدار ۽ بردبار هو، چيائين تہ ادا فڪر نہ ڪر، الله خير ڪندو، ٻہ ڏينهن رکي پنهنجي هاءِ روف گاڏي ۾ مان گهرواري سميت ۽ ادا حسين گل گهرواري سميت پيڻ کي ساڻ ڪري بابا ۽ ٻين گهرڀاتين کان ڳالهہ لڪائي، اهو ٻڌايو تہ ادا حسين گل جي گهر ۾ ناچاقي ٿي پئي آهي، انهي ڪري لاڙڪاڻي ڊاڪٽر ڏانهن وڃي رهيا آهيون، بابا چيو سٺو ٿيو، گهوٽ ڪنوار بہ انهي بهاني سان چڪر ڏئي اچن، انهي ڪانپوءِ ڊاڪٽر حسين گل، منهنجي گهرواري کي ڊاڪٽر عطا حسين سومرو جي اسپتال تي وٺي هليو، ڊاڪٽرصاحب، انتهائي شريف، نيڪ نمازي، پرهيزگار، سٺن اخلاقن وارو ۽ تمام بهترين انسان هو، چيائين تہ الله خير ڪندو، ڳوڙهي واري جڳهہ جو سمپل وٺي ٽيسٽ لاءِ آغا خان يونيورسٽي ليبارٽري ڪراچي ڏانهن اماڻيو، ڪجهہ دوا ڏئي چيائين تہ هاڻ ڀلي توهان گهر واپس وڃو. ادا حسين گل کان نمبر وٺي چيائين تہ جڏهن بہ رپورٽ آئي تہ مان توهان کي ڪال ڪندس. موٽي اچي، مان پنهنجي ڊيوٽي سان

لڳي ويس، رپورٽ اچڻ تائين دل ۾ سوچيندو رهيس، رب سائين کي
ٻاڏائيندو رهيس، تہ اي رب پاڪ ٻن محبت ڪندڙ دلين کي ڏار نہ ڪجانءِ،
ڏاڍو خوش هيم شادي مان، دوستن سان اوطاق تي ڪچهريون، ڪندي
ڏينهن گذريا پئي، اچانڪ هفتي ڪانپوءِ ادا حسين گل ڏانهن ڪال آئي تہ
رپورٽ بريسٽ ڪينسر آئي آهي، ادا حسين گل مون کي گهرائي مون سان
ڳالھ ڪئي، ان وقت منهنجي حالت تمام خراب ٿي پئي، ڏاڍو غمگين
ٿيس، گهري سوچ ويچار ۾ پئجي ويس، اوچتو ڏک برداشت ڪيم، صبر
ڪيم پر جڏهن ڪنهن سان محبت هجي تہ پوءِ ان جي خدمت ڪرڻ جو مزو
بہ پنهنجو آهي، تڪليف بہ سرور لڳندي آهي، ان ڪانپوءِ ڪنوار جي گهر
ڀاتين کي بغير ٻڌائڻ جي صرف مان، منهنجي گهر واري، ادا حسين گل،
ان جي گهر واري ۽ ڀيڻ کي ساڻ ڪري شادي جي سترهين ڏينهن تي وچي
لاڙڪاڻي ڊاڪٽر صاحب وٽ پهتاسين. ڊاڪٽر ادا حسين گل سان ڪجھ
ڳالهيون ڪيون، مون کي ادا اهي ڳالهيون ڪجھ وقت ڪانپوءِ ٻڌايون،
منهنجي گهر واري کي بہ خبر پئجي چڪي هئي، ڊاڪٽر چيو تہ جيڪڏهن
آپريشن نہ ڪرائيندؤ تہ، مريض کي زنده رهڻ لاءِ فقط ٽي چار مهينا بچن ٿا،
آپريشن ڪرائين ٿو تہ ڊگهو ۽ مهانگو علاج هلندو، ڪينسر سيڪنڊري
اسٽيج ۾ آهي، جيڪڏهن ڪنٽرول نہ ٿيو تہ پوءِ بہ ادائي سال مريض جي
زندگي آهي، باقي شفا ڏيڻ وارو منهنجو رب پاڪ آهي، اسان رب پاڪ تي
رکي ڊاڪٽر کي آپريشن ڪرڻ جي اجازت ڏني، بلڊ ڏيڻ لاءِ مان پنهنجو بلڊ
پيش ڪيم، ضرورت پوڻ تي ٻئي بلڊ جو بہ اڳوات بندوبست ڪري ڇڏيو
هو، تقريبن شام جو پنجين وڳي آپريشن شروع ٿيو جيڪو ٽي ڪلاڪ هليو
. هڪڙي پاسي واري غدود کي صاف ڪري ڇڏيو، ڊاڪٽرن پنهنجي علاج
مطابق پنهنجو بندوبست مڪمل ڪري، بيهوشي جي حالت ۾ پرائيويٽ
هاسپيٽل بتول سينٽر ۾ اي سي ڪمري ۾ داخل ڪيو، اهڙي طرح سڀ گهر
ڀاتي مريض جي خدمت ۾ لڳي وياسون. ادا فداگل تہ پنهنجي ڀاڄائي جي
وڏي خدمت ڪئي، هوڏانهن راٽيپور ۾ هنگورجا ۾ ڪنهن کي بہ خبر نہ



ڏني، ٻئي ڏينهن تي منهنجو سالو، ڀيڻ سميت اتي آيو، ان کي ڪنهن
ٻڌايو هو، اتي بہ اسين سڀ ڪنهن جي خدمت ڪندا هئاسين، ٻئي ڏينهن
فون ڪرڻ جي ضرورت پئي، مان هڪ پي سي او تي ڪال ڪرڻ ويم، پي
سي او واري مونکي پريشان جي حالت ۾ ڏسي چيو تہ ادا پريشان ڇو
آهين؟، مان جڏهن حقيقت ٻڌائي تہ ٻئي ڏينهن پنهنجي امان کي ساڻ
ڪري گهران ماني نهرائي، هاسپيٽل اچي پهتو، ايترو ئي واسطو هو،
چيائين تہ ادا منهنجي لاءِ ڪو حڪم هجي تہ اسين حاضر آهيون، جنهن جو
نالو عبدالوحيد شيخ آهي، هاٽي گلشن حديد ۾ رهندو آهي، ملاقات بہ
ٿيندي رهندي آهي، انهي ڏکئي وقت ۾ ادا علي گل راڄ، بہ هر وقت ساٿ ۾
اڳيان اڳيان رهيو، بهرحال اهو سلسلو ادائي سال هليو، اتي منهنجو ٻچپن
جو دوست ادا محمد علي ميمڻ، جن سان وڏن ڪان وٺي تعلق هو، جڏهن
ويندو هيس، انهي جي گهر ۾ رهندو هيم، ڪاٺڻ، ڀيڻ تائين خيال رکندو
هو، انهن ٻنهي سالن جي علاج دوران جيڪي بہ مهمان ايندا هيا، انهن جي
بہ دل کولي مهمان نوازي ڪندو هو، ان جو ٿورو لاهي نٿو سگهان،
جيستائين جيئرو آهيان ڳائيندو رهندس، منهنجي دعا آهي تہ سدائين آباد
هجي. بهرحال ٻہ ٽي ڏينهن ميڊيڪل سينٽر ۾ رهي، واپس گهر راٽيپور
آياسون، گهر ڀاتين کي اها خبر هئي تہ ڊاڪٽر جي گهر واري جي رپورٽ
جي ڪري دير ڪيائون، انهن ٽن، چئن ڏينهن ۾ هيڏيون تڪليفون
سهندي، منهنجي گهر واري کي ڪنهن بہ محسوس نہ ڪيو تہ ڪو هن جو
ايڏو وڏو آپريشن ٿيو آهي، محبت جن جي من ۾، هي تڪليفون ڇا
ڪنديون پيار وارن کي، بهرحال انسان تہ ڏاڍو آهي، دوا دارون سان گڏ
زماني جا بہ ڪم ڪرڻا آهن، هر هفتي لاڙڪاڻي بہ اچڻو هو، پنهنجن ڪان
بيماري کي ڪيترو لڪائي ڪيترو لڪايان ها، ڇو جو گهر واري جي پنج
ڏينهن لڳاتار ڪينسر لينار هاسپيٽل مان ريڊيو ٿرافي ۽ ٻيون ٽيسٽون
ڪرائيون هيون، نيٺ مهيني ڏيڍ گذرڻ ڪانپوءِ هڪ ڏينهن بابا سائين مون
کي گهرائي چيو تہ بابا اڄڪلھ پنهنجي گهر واري کي ڏاڍو ٿو گهمائين،

ايترو نہ گھمائبو آهي، نيٺ مجبور ٿي ساري حقيقت بابا سائين کي ٻڌايم، ڪجھہ نہ چيائين، منهنجي ساهرن جي لاءِ بہ ڪجھہ نہ چيائين، مونکي اهو چيائين تہ تنهنجي گهرواري بهترين انسان آهي، رب چاهيو هوندو تہ هن جي خدمت پنهنجا ڪري نہ سگهندا، انهن جي خدمت اسان جي فيملي تنهنجي هٿان ڪرائڻي هئي، پاڪر پائي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيس، چيائين آفرين آهي توکي پٽ، ننگن لاءِ ايئن ڪبو آهي، منهنجو دعائون توسان گڏ آهن، قصو تہ تمام ڊگهو آهي، چا لکي چا لکان، دل جو درديلي درد تمام گهڻو آهي، ٻارهن مهينا مسلسل علاج جاري رهيو، انهي وچ ۾ راڌيپور کان ٽي مهينا ڊيپوٽيشن گمبٽ مراد هاءِ اسڪول ڪرائي هيم، راڌيپور هيڊ ماسٽر ۽ اسٽاف تہ پنهنجو ئي هيو، سوچيم تہ متان ڪو هيڊ ماسٽر کي ميار ڏئي، انهي ڪري گمبٽ ۾ منهنجو پرين پيارو هيڊ ماسٽر سائين شرف شاه، چيو تہ پٽ پلي پنج سال لڳي وڃن، پٽ تون پنهنجي گهرواري جو علاج ڪراءِ، ڇو جو علاج ڪرائڻ خاطر مون کي گهڻو لاڙڪاڻي رهڻو پوندو هو، انهي بدلي ڪرائڻ ۾ ادا نيڪ محمد ۽ سائين اعجاز شاه جو اهم ڪردار آهي، گهرواري جو علاج جاري رهيو، چاچا خضرحيات بہ پل پل ساٿ ۾ هوندو هيو، لينار هاسپيٽل ۾ ادا مشتاق سيال ۽ بخش علي ميمڻ جيڪي اتي ملازم هيا، وڏو ساٿ ڏنائون، اسپيشل مهربانيون ادا مشتاق سيال جون، انهي دوران منهنجو ڀاڻيجو ڊاڪٽر عمران حسين ۽ منهنجو سالو ڊاڪٽر محمد يوسف ميمڻ، بہ اتي هائوس جاب ڪندا هيا، جيڪي هر ساٿ ۾ ساٿاري هيا، هڪ جي مامي ۽ ٻئي جي پيڻ خدمت ڪرڻ انهن جو فرض بہ هو، ٿوري ٿوري صحت صحيح ٿي ويئي، دوا هلندي رهي، صحت ۾ بلڪل پاڻ کي فٽ محسوس ڪيائون، ڪيس خبر هئي تہ گهٽ جيئندس، پر محبت جي پريت ۽ منهنجي ساٿ ڏيڻ تي موت کي پُلائي ويئي، موت وسري ويس، پر جڏهن مان غمگين ٿيندو هيس تڏهن مونکي دلداري ڏيندي هئي تہ گهٻراءِ نہ، انشا الله اتي بہ گڏ هونداسون، نيڪ نمازڻ ۽ پرهيزگار، صابرين عورت هئي، مون گناهگار



جي هٿان سندس خدمت ٿيڻي هئي، بهرحال جون، جولاءِ جي گرمين جون موڪلون مليون، موڪلن دوران، مان پنهنجي گهرواري ۽ پيڻ کي ساڻ ڪري آل پاڪستان ٽوئر تي وٺي ويس، ٽرين وسيلي لاهور پهتاسون، اتي بہ ٽي ڏينهن لاهور شهر جا تاريخي ماڳ، مڪان، بادشاهي مسجد، شاهي قلعو، مزار اقبال، مينار پاڪستان، شالا مار باغ، داتا گنج بخش، لاهور جو چڙيا گهر، برسات وسندي خوب گهمايو، لاهور جو سير سفر پورو ڪري اتان پوءِ اسلام آباد وياسين، اتي بہ ٽي ڏينهن رهي، اسلام آباد جا ماڳ فيصل مسجد، گولڙا شريف، راول ڊيم، شڪر پڙيان، راولپنڊي ۾ ايوب پارڪ، امام بري سرڪار، وري ڪوه مري، چيئر لفٽ تي سير ڪرايو، پٽراتيا، چيئر لفٽ، ڪار لفٽ، نٿيا گلي، گهوڙا گلي، ايوبيا ۾ چيئر لفٽ جا سير ڪندي واپس اسلام آباد عبدالعزيز وساڻ جي جڳهہ تي پهتاسون، اتان ادا عبدالعزيز کان موڪلائي ايبٽ آباد ڏانهن پنهنجي نندي پيڻ ڏانهن روانا ٿياسون.

❋❋❋❋❋

# اڄ وري موت مات ڏئي ويو

لاهور کان صبح جو ڏهين بجي ڪوچ وسيلي سفر ڪري سڄ لٿي ڏاران پنهنجي پيڻ جي گهر ايبٽ آباد پهچي وياسون، هڪ ٻئي سان ملي ڏاڍي سرهائي ٿي، منهنجي گهر واري جو ايبٽ آباد جو اهو پهريون سفر هو. صبح ٿيو تہ سيني رشتيدارن کي خبر پئجي ويئي تہ سنڌ کان مهمان آيا آهن، پوءِ تہ مامن، ماسين سميت سڀ مائٽ ملڻ آيا، منهنجي گهرواري جو حسن اخلاق ڏسي ان مان ڏاڍو متاثر ۽ مطمئن ٿيا، ايئن محسوس ڪيائون تہ ڄڻ اسان جي خاندان جي آهي، اڄ بہ جڏهن ان جو ذڪر نڪرندو آهي تہ ان جي ياد ڪي نہ وساري سگهيا آهن، ايبٽ آباد ۾ رهي مٽن، مائٽن اسان جووڏيون مانائتيون دعوتون ڪيون، جيترا بہ ڏينهن اتي هئاسين، اهو سلسلوهلندو رهيو، اسان بہ پنهنجن کي گهرائي دعوتون ڪارايون، بهترين خوبصورت ڏينهن گذري رهيا هيا، هر ويجهي مٽ، مائٽ سان ملاقاتيون ٿيون، ايبٽ آباد شهر ۾ ان جي پسگردائي وارا ماڳ جهڙوڪ الياسي مسجد، شملا پهاڙي، هرنوئي جون ٿڌيون پاٽي جون واديون ۾ ڇهہ هزار فٽ سمنڊ کان بلند پهاڙ ننڍياٽي، جتي برف بہ موجود هئي، اتي بہ ڏاڍو لطف انداز ٿياسون، اهي سڀ ماڳ گهمڻ ڪانپوءِ واپس گهر ايندا هئاسون، ڪڏهن پنهنجي رشتيدارن وٽ ميرپور، مانگل، قلندر آباد ويندا هئاسين، اتان جا مشهور چپلي ڪباب کاڌاسون، مانسهره، انهي جي پرپاسي وارا ماڳ، شنڪياري، پاٽي جون واديون،آزاد ڪشمير مظفر آباد، نيلم دريا جا خوبصورت، پرڪشش نظارا، سهيلي سرڪار جي بہ زيارت ڪئي، انهن ڏينهن دوران بالا ڪوٽ ۾ اتان جا دريائي نظارا، شهيد اسماعيل شاه بريلوي ۾ ڪجهہ ٻيون بہ زيارتون، نصيب ٿيون، بهرحال



جيڪي بہ ڏينهن هئاسين موج مستي ۾ گذارياسين، منهنجون ڀينرون، ڀاڻيجا ۽ ڀاڻيجيون بہ ساڻ هوندا هئا، مامن ۽ مامين سميت سيني کي گهمائيندو هيس، هڪ ڏينهن جيڪي اسان جي گهر کان ميرپور جي مٿان پهاڙي چوٽي تي نانا سائين جن جي زمين تي پوڪيل ميوا آڙو، زردالو، آلو بخارا هئا، بهترين زمين بہ نهيل هئي، اتي بہ پنهنجي گهر واري کي سير ڪرايو هو، باغ باغيچاٽي زمين ڏسي ڏاڍو خوش ٿي، ماما جن کي چوڻ لڳي تہ اوهان کي ٻنهي هٿن سان سلام آهي، جو ان پهاڙ تي ايتري محنت ڪئي اٿو، ڏاڍي خوش ٿي هئي، سڄي خاندان سان، رلي ملي پنهنجائپ جو ورتاءُ ڪيو هيائين، مهينو اتي ترسيا هئاسين، ٿوري تڪليف محسوس ڪيائين، آڪسيجن جي گهٽتائي بہ محسوس ڪرڻ لڳي، مان سمجهي ويس، پوءِ پنهنجي گهرواري ۾ پنهنجي پيڻ کي ساڻ ڪري ريل ذريعي پنهنجي گهر راٺيپور واپس آيس، بابا سائين، منهنجي ڀائرن ۾ گهر ڀاتين کي سارو حال احوال ڏئي ڏاڍو خوش هئي.

هڪ ٻن ڏينهن ڪانپوءِ اوچتو وري درد محسوس ڪيائين، مان پوءِ کيس لاڙڪاڻي لينار هاسپيٽل ڊاڪٽرعباسي صاحب وٽ وٺي ويس، ڊاڪٽر صاحب جيڪو لينار جو ڊائريڪٽر بہ هو، ان کي ڏيکاريو، ان رپورٽون لکي ڏنيون، ادا مشتاق سيال ۾ ادا بخش علي ميمڻ جلدي رپورٽون ڪرائي ورتيون، ڊاڪٽر صاحب رپورٽون ڏسي، افسوس ڪندي چيو تہ بيماري پاسيري واري هڏين تائين پهچي چڪي آهي، وري علاج ٿيندو، الله خير ڪري، ڪجهہ درد گهٽائڻ جون دوائون ڏنائين، چيائين تہ هفتي ڪانپوءِ ڪيمو ٿراپي ٿيندي، گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ ست انجيڪشنون لڳنديون علاج ڊگهو آهي، هڪ انجيڪشن تقريبن اسي نوي هزار جي هئي، مون کي چيائين تہ توهان استاد آهيو، پهريں بہ گهڻو خرچ ڪري چڪا آهيو، زڪوات جو فارم ڀريو تہ ان مان علاج ڪيو وڃي، چو جو سڀ ڊاڪٽر سميت اسٽاف منهنجي همدردي ۾ محبت پنهنجي گهرواري سان ڏسي، ڏاڍو متاثر ٿيندا هيا، دعائون ڪندا هيا تہ الله جوڙي سلامت رکي،

پر اهو ناممڪن هيو، مان ڊاڪٽر کي عرض ڪيم تہ سائين مان زڪوات جو اهل ناهيان، ايترو علاج ڪرايو آهي، هي علاج بہ مان ڪرائيندس، توهان جي مهرباني، اسان ٻئي زال مڙس، جڏهن پنهنجي گاڏي تي گهر واپس اچي رهيا هئاسون، تہ اهو ڏينهن مون لاءِ تمام گهڻو تڪليف وارو هيو، رستي ۾ زال مڙس روئندا رهيا هياسين. وري بہ شاباس آهي منهنجي گهرواري کي موت سامهون ڏسندي بہ گل، گل چئي مون کي دلداري ۾ آٿت ڏيندي رهي، منهنجا لڙڪ اگهندي رهي، چيائين تہ گهبراءِ نہ، دليري سان بيماري جو مقابلو ڪنداسين، وڏيڪ جيڪو الله کي منظور هوندو، ان جي اڳيان ڇا ٿو ڪري سگهجي؟، پوءِ دل کي آٿت ڏئي گهر پهتاسون.

ڇهہ مهينا لڳاتار ڪيمو ٿراپي ٿيندي رهي، بلڊ جون گهرجون پوريون ڪيون، مون پاڻ بہ ٻہ دفعا بلڊ ڏني، ادا محمد علي ميمڻ هر ڏک ۾ مددگار رهيو، علاج جاري رکيو، انجيڪشنون ايتريون گرم هونديون هيون جو هوءَ رستي ۾ الٽيون بہ ڪندي هئي، انهي علاج دوران انهي جي مٿي جا سڀ وار ڇُٽي ويا هيا، پوءِ مان سٽي وگ گهرائي ان کي پارائي ڇڏي هئي تہ جيئن ڪو محسوس ئي نہ ڪري سگهي، انهي ساري تڪليف جي مرحلي ۾ گهر ڀاتين جو تمام بهترين ساٿ ۾ رويو رهيو، انهي بيماري دوران ئي ڀائرن ۾ ڀينرن جا رشتا ڪرائي ڇڏيم، انهن جا خانداني مسئلا بہ حل ڪرايا هيم، بهرحال سيني پاسن کان بار منهنجي مٿان هيا، الله جي مدد سان شينهن ٿي منهن ڏنم، ٻئي پاسي اندران ئي اندران ٽٽي بہ رهيو هيم، پر ڪنهن کي بہ محسوس نہ ڪرايم، پوءِ اچانڪ منهنجي گهرواري کي ڄنگهہ ۾ شديد سور پيو، حسين گل ۽ گهر ڀاتي، گهر واري جو ڀاءُ اسلم بہ حرا سينٽر پهتو هيو، ادا حسين گل جي ڏيٽ وائٽ هئي، حرا سينٽر جو مالڪ سيد آخوند، ادا حسين گل جي ڪيئر آف منهنجو بہ ڏنل،وائٽل هو، انهي جلدي جلدي ڪري رپورٽون ڪرايون، رپورٽن ۾ خبر پئي تہ ڄنگهہ جو هڪ گوڏو ٽٽل آهي، لک سوا خرچ هيو، پوءِ سموري سامان جو بندوبست ڪري آپريشن جي تياري ٿي تہ عين وقت



تي ڊاڪٽر چيو تہ ڪينسر جي مريض آهي، تنهن ڪري سندس فوت ٿيڻ جا چانس تمام گهڻا آهن، انهي ڪري اهو گولو نٿا وجهون، اوهان واپس وڃون بقايا زندگي ويل چيئر تي گذرندي، پوءِ تہ مون مٿان سورن جا ڇڻ تہ ڦهاڙ ڪري پيا، گهر واري مونکان بہ وڌيڪ دلير هئي، موت جي خبر هوندي بہ مون کي دلداريون ڏيندي هئي، وقت گذرندو رهيو، انهي جي خوشي ۾ منهنجي خوشي هئي، وري گرمين جي مند جولاءِ جي آخري هفتي ۾ فيملي سميت ويل چيئر تي ڪوئٽا گهمائڻ وٺي ويس، اتي رهي ڪري، اتان جا ماڳ، حنان وڙڪ، حنا جهيل، عسڪري پارڪ ۽ ڪجهہ ٻين ماڳن ۽ زيارت بہ وٺي ويو هيم، اتي قائداعظم جي رهائش گاه ۽ ٻيا ماڳ ڏيکاريا، بابا سائين بہ مون سان گڏ هيو، سڀ خوبصورت نظارا گهمي ڪري، واپس راڻيپور ورياسون، ڪيس خوش رکڻ لاءِ وڏا جتن ڪيا، هڪ ٻيري عيد جو ڏينهن هيو، سوني ڌهري نهرائي آيو هيم، پر هوءَ گهمڻ کان مجبور، لاچار هئي، ان کي گلي ۾ پارايم، مون ڏانهن ڏسندي خوشي مان ڳوڙها ڳڙي پيا، مون کي ۽ سيني گهر ڀاتين کي دعائون ڪرڻ لڳي، چيائين تہ الله مون مٿان راضي هيو، جو منهنجي شادي هن گهر ۾ ٿي، باقي پنهنجا منهنجي خدمت نہ ڪري سگهن ها، انهن کان وڌيڪ اوهان مونکي پيارا آهيو، انهي جو اجر الله پاڪ اوهان کي ڏيندو، ايئن چئي روئي مون کي ڀاڪر پاتائين، سڀ گهر ڀاتين ان کي دعائون ڪرڻ لڳا تون گهبراءِ نہ، اسان تو سان گڏ آهيون، تون اسان جي نياڻي آهين، انهي وچ ۾ بابا سائين کي بہ تڪليف رهندي هئي، تڏهن بہ هر ساٿ ۾ ساٿاري هوندو هيو، گهر ڀاتين، ڀائرن، ڀينرن جو، ايترو ٿورائتو آهيان، جن جا ٿورا لاهي تہ نٿو سگهان پر ڳائي سگهان ٿو، وقت گذرندو ويو، آخر ۾ دوائن جو بہ ڪو اثر نہ ٿيندو هو، سور جي ايتري شدت هوندي هئي، شاباس آهي هن عورت کي، دليري سان موتمار بيماري کي منهن ٿي ڏنائين، هي درد ڀريو قصو تمام گهڻو آهي، هڪ ڏينهن تڪليف تمام گهٽي وڌي ويئي، مٿان رات ٿي ويئي، سڀ گهر ڀاتي هن جي مٿان ويٺا هئاسون، لڳي ايئن پيو تہ اڄ آخري موڪلاڻي آهي،

هنگورجا بہ ہڏايو، رات جو نائين بجي منهنجي سس، سالا ۽ ساليون بہ
پهچي ويا، هوڏانهن لاڙڪاڻي مان انهي ئي مهل منهنجو ڀاڻيجو عمران
حسين ۽ ننڍو سالو محمد يوسف جنهن کي ببلو چوندا هيا، اهو بہ پهچي
ويو، سيني کي وساري ڪري هن جو مرڪز صرف گهر ڀاتي ۽ مان هيس،
هن سان مائٽ، پيرون ۽ پاڻ مليا، انهن ڏانهن ايترو توجهہ نہ ڏنائين، جڏهن
منهنجي پيٽ چيس تہ لاڙڪاڻي کان ببلو بہ آيو آهي، چيائين تہ پوءِ پلا مان
ببلو کي ڇا ڪريان؟ ڪاوڙ جو اظهار ڪيائين، مٿان وري ادي پيٽ چيس
تہ عمران بہ آيو آهي، ان سان ڀاڪرين پئجي ويئي، روئڻ لڳي، اهو ڏکويل
منظر وڏو عجيب هيو، جنهن مان اهو ثابت ٿي رهيو هو تہ ان جي اسان جي
گهراڻي سان ايتري دلي محبت هئي، ان ڪري جو اسان هن جي حد کان
وڌيڪ خدمت ڪئي هئي، تڏهن تہ پنهنجا رت جا رشتا وسري ويا هئس،
جڏهن رات جا يارهن ٿيا تہ سالن ۽ سالين چيو تہ اسين واپس هنگورجا
وڃون ٿا، الله خير ڪندو، صرف منهنجي سس اتي ترسي پئي، انهي
ڪنڊيشن ۾ بہ مان انهي کي هنگورجا ڇڏي رات جو ٻارهين بجي موٽي
آيس، ايئن جلدي موٽيس، اوٽ موٽ ڪلاڪ جو پنڌ تيمن منٽن ۾ طئي
ڪيم، رات جو تقريبن منو هڪ ٿي رهيو هو تہ، تڪليف تمام گهٽي وڌي
وئي هئس، سڀ گهر جا ڀاتي مٿان قرآن شريف پڙهي رهيا هيا، پاڻ بہ نيڪ
نمازڻ، درود شريف سان گڏ، ڪڏهن ڪڏهن تهجد نماز بہ پڙهندي هئي،
پاڻ بہ الله جو پاڪ ڪلام پڙهي رهي هئي، ايتري ۾ مان جلدي ڪري ڪٽ
جي مٿن تان ويهي هن جو سر مبارڪ پنهنجي هنج ۾ رکيم تہ مون ڏانهن
ڏسندي رهي، اچانڪ التي پي آيس تہ پيٽ جلدي ڪري ان جي منهن جي
آڏو گيندي رکي تہ هن آخري رت جي التي ڪئي، مان سندس منهن اگهي،
پنهنجي هنج ۾ ڪيم تہ مون ڏانهن ڏسندي، ڏسندي، ساهہ جو پکي پرواز
ڪري ويس.(رات هڪ بجي، ڏينهن سومر، 3 ذوالقعد 1421 هجري، 29
جنوري 2001ع، عمر چاليهہ سال)ان جي وڇوڙي ڪانپوءِ منهنجي
ڪيفيت هڪ بنا ساهہ جي بوتي وانگر ٿي ويئي. سڀ گهر جا ڀاتي روئڻ



لڳا، الله جي جيڪا مرضي چئي سيني کي خاموش ڪرايو، مان تہ اندران
ئي اندران چور ٿي چڪو هيس، بهرحال رات گذري ويئي، صبح ٿيو، جن،
جن ڀڏو، مٽ، مائٽ، اوڙو، پاڙو، يار، دوست، استاد برادري، هنگورجا جي
مائٽن سميت سڀ پهتا، ڪفن، دفن جو بندوبست ٿيل هيو، هوڏانهن
قبرستان ۾ قبر بہ تيار هئي، هيڏانهن وري منهنجي سالي اسلم چيو تہ ادا
اسين پنهنجي پيٽ کي هنگورجا ۾ دفنايون مون موٽ ۾ چيو، ادا ايئن نہ
ٿيندو، مان پنهنجي پياري شئي پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ پنهنجي امان
جي پيرن جي پرسان دفنائڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي، هو سمجهدار
هيو، سمجهي ويو وڌيڪ نہ ڪڇيو. صبح جو ڏهين بجي ڌاران ميت جي
تدفين لاءِ گهران نڪتاسين. هزارين خلق پهتل هئي، مولود، نعت ۽ درود
شريف جي آواز جي گونج سان سيئي ڪلهي ڪانڌي ٿيا، عيسو لاکو امام
بارگاه ۾ جنازو رکيو، جنهن ۾ سڀ پير، فقير بہ پهتل هيا، مٽ، مائٽ،
دوست يار، مولوي صاحب جنازو پڙهايو، جنازو پڙهي دعا گهري، راڻيپور
کان ہ ٿي ڪلوميٽر پري چٽن شاهہ بخاري قبرستان، پيادل پنڌ بابا سائين
سميت مولود چوندا، قبرستان پهتاسون، اتي مولوي در محمد سميت
هنگورجا کان پيا بہ پهتل هيا، اتي انهن بہ جنازي نماز پڙهي هئي، امان
جي پيرن ۾ مٿي ماءُ جي حوالي ڪري دعا درود پڙهي، تدفين ڪري
موٽياسون. هيڏانهن تڏي ۽ قلي (خيرات جي ماني) جو بندوبست مٽن،
مائٽن دوستن ڪري ڇڏيو هو، سڀ ڪانڌي اچي جڏهن تڏي واري هنڌ تي
گڏ ٿيا، مولوي صاحب دعا گهري، آمين ڪيو تہ هر پاسي کان آواز آيو، ادا
جيڪو حڪم ڏٽي جو، مون سميت سيني چيو، قبول آ، رب جي رضا ۾
راضي رهڻو آهي، سيني کي قلي جي ماني کارائي ويئي، جڏهن ماني کائي
سڀ واندا ٿيا، مولوي صاحب خير جي دعا گهري، اهو دعا جو سلسلو ٽن
ڏينهن تائين جاري رهيو، ٽئين ڏينهن تي وڏي خيرات ڪري تڏو
ڪنيوسين، انهيءَ کانپوءِ سڀ ڪو پنهنجن ڪمن، ڪارين ۾ لڳي ويو پر
منهنجي دل ملال هئي، ڪڏهن گهر، ڪڏهن اوطاق تي تہ ڪڏهن وري

عيسو لاڪي جي پرسان نهرايل اوطاق گل ڪاٽيج تي ويندو هئس، تنهائي ۾ گذارڻ لڳس، ست ئي جماٽا ڪري، چاليهي تي بابا سائين نوراني مسجد ۾ مرحوم جي ايصال ثواب لاءِ واعظ بہ ڪرايو هو، آخر ۾ امان سائڻ ۽ منهنجي گهرواري سميت ٻين وچڙي ويلن لاءِ دعاءِ مغفرت ڪرائي وئي، اتي ننگر نياز جو بہ بندوبست ٿيل هو، سيني ڪي ننگر نياز ڪرائي، اوڙي، پاڙي ڪي ڏئي وئي، گهر موٽي آياسون. ائين پوءِ باقي زندگي يادگيرين ۾ گذاريم پئي.

ان ڪانپوءِ هي غزل لکيم:

ويـــا وطـــن مـــان پکـــي اڏامـــي،
اڪيلـــو وڻ ڪـــي ڪـــري ويـــا مـــدامي.
جـــدائي جـــيءَ جهوريـــو آهـــي،
ڪـــنهن ســان ڪريــان مــان هــم ڪلامــي.
ســواءِ تـــو ڪريــان، ڪــنهن ســان محبــت،
روئنـــدي راهـــ ۾ هـــر رات وهـــامي.
انهـن جي جڏهن يـاد، ”گـل“ ڪي جـو آئـي،
ڪـــنهن پـــري نـــ ملهـــائڻ جـــي حـــامي.

❋❋❋❋❋



# پاڱو/25

## لاهور جو سفر، پرائڻ جو بهتر موقعو

گهرواري جي وفات کان پهرين ڪيس بي، ايڊ سيڪنڊ ڪلاس ۾ علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد مان ڪرائي هئي، مان بہ لاڪاليج خيرپور ۾ داخلا ورتي هئي، بہ سال امتحان بہ ڏنو هو، پر گهرواري جي وفات ڪانپوءِ دل شڪستو ٿي پيس، لاجي ڊگري اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏنم. وفات کان پهرين ان جو ميڊيڪل بورڊ ويهاريو، ٽين پلس سال سروس هيس، نوڪري مان رٽائرمينٽ بہ ڪٽي هيائين، مون انهن پيسن مان سندس ايصال ثواب لاءِ هن جي نالي تي ’نور مسجد‘ جوڙائي هئي، راٽيپور گرلس هاءِ اسڪول ۽ راٽيپور پرائمري اسڪول ۾ پاٽي جا موٽر بہ لڳرايا هئا، رب پاڪ ان ڪي جنت ۾ وڏي درجي ۾ جڳهہ ڏي. آمين ثم آمين. هن جي وفات ڪانپوءِ گهڻو وقت اوطاق تي تنهائيءَ ۾ گذرندو هو، ڪڏهن ڪڏهن گهر بابا سان ملڻ ويندو هيس يا وري بابا سائين مون وٽ ايندو هو، اسڪول کان ديوٽي ڪري سڌو اوطاق تي ايندو هيس، گهران ماني ايندي هئي، رات ڏينهن اتي گذرندا هئا، رات جو ۽ ڏينهن جو اڪثر ڪري استاد طالب حسن پنيرو ۽ استاد عطا محمد گهانگهرو بہ ايندا هئا، چاچا خضر حيات مون سان گڏ رهندو هو، استاد تہ ڪڏهن ڪڏهن رات جو مون وٽ ئي سمهي پوندا هئا، يارن دوستن جو بہ اچڻ وڃڻ هوندو هو، بس دل وندرائيندو رهندو هيس، پر دل پاڳل منجهان يادون نڪرن ئي نہ پيون. رات جو ننڊ نہ ايندي هئي تہ گلن ڪي پاڻي ڏيندو هيس، يا وري ساري ميدان ۾ پاٽيءَ جو ڇنڪار ڪندو هيس، اهڙي طرح رات گذري ويندي هئي.

بهرحال انسان ڪي هار مڃڻي ئي پوندي آهي، پر هن دل ۾ اجان دردن جو سامان پريل هو، پوءِ مٿان وري جون، جولاءِ گرمين جون موڪلون

تي ويون، ساري وئڪيشن چاچا خضر ۽ دوستن سان گڏ اوطاق 'گل
ڪاٽيج' تي ئي گذري وئي، اتي حميد علي سيوهاڻي کان ڪڏهن ڪڏهن
صوفي ڪلامن جون محفلون به ڪرائيندو هيس. ادا ڊاڪٽر حسين گل وٽ
اسپتال ۾ ڪمپائونڊر وحيد حاجي کان به پنهنجي درديلي شاعري ۾ غزل
چورائيندو هيس. بس اهي سڀ دل وندرائڻ ۽ درد کي دور ڪرڻ وارا بهانا
هوندا هيا، گرميءَ جون موڪلون پوريون ٿيون ته پهرين آگسٽ تي
اسڪول وياسين. سيني استاد دوستن سان ملياسين، اتي ادا پرويز احمد
ملاح جيڪو مرحوم پياري شفيق استاد جمال الدين ملاح جو پٽ هو، ان
مون کي مايوس ڏسي چيو ته"ادا شير گل مان بم ڊسپوزل جي ڪورس تي
ڏيڍ مهيني لاءِ لاهور ٿو وڃان تنهنجو موڊ هجي ته ڊي اي او آفيس مان
تنهنجو به نالو وجهرائي اچان، منهنجي به اسڪول ۾ دل ئي نه پئي لڳي،
سو چيم يار جلدي ڪر، منهنجو به نالو هٽائي اچ. ادا پرويز ملاح ٻن ڏينهن
۾ منهنجو به نالو هٽائي آيو، اسين ٻئي چٽا اسڪول کان رليو ٿي، ريل
وسيلي لاهور پهتاسين.

اتي پهچڻ شرط ادا پرويز ملاح مون کي سامان وٽ بيهاري پاڻ
هاسٽل جي ڪمري جي ڪوشش ڪئي ته پندرهن منٽن جي اندر ڪمرو
ملي ويو، ٻيا دوست ٻاهر ڪمري لاءِ پريشان هئا، اسان پنهنجو سامان
ڪمري ۾ رکي، وهنجي، سهنجي تيار وينا هياسون ته ادا پرويز ملاح جو
استاد اچي اسان سان مليو، ان سان حال حوال ٿيو، ادا پرويز ملاح جي
پهرين کان سڃاڻپ هئي، هو پهريان به هتي ڪورس ڪري ويو هو، ان ۾
ڏيڻ وٺڻ جا گر هيا، وري مان به اهي گر سکي ويو هيس، ٻين شاگردن مان
ڪن کي هال ۾ ترسايو ويو ته، ڪن کي ڪمرا به مليا پر اسان جو ڪمرو
سيني کان بهتر حالت ۾ هو، آل پاڪستان، آزاد ڪشمير سميت شاگرد
هئا، ڪي پوليس ته ڪي ريلوي کاتي، ايجو ڪيشن کاتي مان اسان صرف
ٻه چٽا هئاسون. پوليس کاتي مان ڪي انسپيڪٽر، ايس ايچ او ۽ اي ايس
آءِ کان وٺي سپاهي تائين شامل هيا، ٻين کاتن مان آفيسر کان لوئر اسٽاف



تائين هئا، ٻئي ڏينهن ڪلاسن ۾ پڙهائي شروع ٿي وئي، سيني استادن سان
سنا واسطا ٿي ويا هئا ڪجهه ڏينهن ۾ استادن کان سواءِ انچارج ڪرنل
صاحب سان به دعا سلام ٿي وئي هئي، اسان سوشل ماڻهو هياسون، هر
ڪنهن سان ياري دوستي به ٿي وئي هئي، ماني وغير هوٽل تي کائيندا
هياسون، سنگت ساٿ ۽ ڪرنل سميت استادن جي به دعوت ڪندو هوس،
ڪڏهن ڪڏهن ڪرنل صاحب پنهنجي ڪار ۾ گهمائيندو هو، تعارف
ڪرائيندو هو ته منهنجي اداري جا ڪيڊٽ شاگرد آهن، هڪ دفعو منهاج
القرآن اداري ڏانهن به وٺي ويو هو اتان جي انتظاميه سان به ملاقات ڪرائي
هيائين، ان وقت طاهرالقادري ملڪ کان ٻاهر هو، ان سان ملاقات نه ٿي
سگهي، بهرحال اسان پنهنجي اداري ۾ به پنهنجو سٺو مقام ناهيو هو،
اهڙي طرح پنهنجي مرحوم گهرواري ۽ امان سائڻ کي به نه وساريو، جيترا
ڏينهن اتي هيس، هر جمعي ڏينهن تي قرآن خواني ۽ منائي ورهائڻ جو به
بندوبست ڪيو هو. اداري واري مسجد ۾ انهن جي ايصال ثواب ۾ منهنجا
ڪلاس فيلوز، استاد صاحبان ۽ ڪرنل صاحب به دعا ۾ شريڪ ٿيندو هو،
هڪ جمعي جو ڏينهن به نه گسايو هو، ان ڪانپوءِ اسڪول جي پڙهائي به
ٿيندي هئي، هڪ دفعو ساري پلٽون سان گڏ بم کي به ڊسپوز ڪيو هو،
ميزائيل، راڪيٽ لانچر ۽ بمن جا به تجربا ڪياسون، جيئن ته مان سائنس
ٽيچر هيس، دوست ايندا هئا ته انهن کي بمن ۽ ميزائيل جو سٺيون سٺيون
تصويرون به ناهي ڏيندو هوس. پڙهائي سان گڏ مان ادا پرويز ملاح کي ساڻ
ڪري سموري لاهور جا ماڳ مڪان به گهميا هيا، ڪڏهن شوق ٿيندو هو
ته فلم به سينيما ۾ ڏسڻ ويندا هياسون، هڪ دفعو مان، پرويز ۽ ملتان جو
دوست آصف شاهه خانيوال به گهمي آيا هئاسون. انهيءَ پڙهائي دوران ادا
پرويز ملاح کي ايبٽ آباد پنهنجي پيڻ ۽ ماما ڏانهن به گهمائي آيو هيس.
اتان جا به ان کي نظارا ڪرايا هئا پوءِ ٻه ٽي ڏينهن اتي رهي واپس لاهور
پهچي پنهنجي پڙهائي ۽ امتحان جي تياري ۾ لڳي وياسين. امتحان شروع
ٿي ويا، ان سان گڏ ميزائيل ۽ بمن جي باري ۾ زباني امتحان به ورتو ويو،

رزلٽ جو انتظار هو، جڏهن رزلٽ آيو ساري اداري ۾ منهنجي پهرين
پوزيشن، پرويز احمد ملاح جي ٻئي پوزيشن ۽ اسان جي دوست آصف شاهه
اسان جي مهربانيءَ سان ٽئين پوزيشن ڪنئي. سڀني دوستن مبارڪون
ڏنيون، اسان سڀني کي مٺائي به کارائي هئي، ڪرنل صاحب مون کي ۽ ادا
پرويز ملاح کي سٺي ڪارڪردگيءَ جو سرٽيفيڪيٽ به ڏنو هو، ان سال
2001ع ۾ برساتون ڏاڍيون پيون هيون، موسم ڏاڍي سٺي هئي. جون،
جولاءِ لاهور ۾ گرميءَ جو پتو ئي نه پيو هو، بهرحال سڀني دوستن، استادن
۽ ڪرنل صاحب کان موڪلايو، ڪين چيو ته زندگي رهي ته وري ملندسون.
ان وقت ادا علي گل راز به اسان وٽ آيو هو. ان جي به ڪرنل صاحب سان
ملاقات ڪرائي هئي، ڪرنل صاحب هڪ استاد کي چيو هو ته اداري جي
سوزوڪي ۾ منهنجن پيارن شاگردن کي ريلوي اسٽيشن تي ڇڏي اچو.
استاد اسان کي ريلوي اسٽيشن تي ڇڏي ويو، اسان جون سيٽون پهريان
ئي بڪ ٿيل هيون، لاهور کان سفر ڪندي راڻيپور ريلوي اسٽيشن تي
لٿاسون، اتي انتظار ۾ پائر بيٺا هئا، انهن سان گاڏي تي چڙهي گهر پهتس،
جتي بابا سائين کي پيرن تي هٿ رکي پاڪر پاتم، بابا ڏاڍيون چميون
ڏنيون، ڀين گهر پاتين سان به مليم. اهڙيءَ ريت پنهنجي دل وندرائڻ وارو
سورن ڀريو سفر پورو ٿيو.

*****



# ڀاڱو/26

## سياسي سرگرميون،
## حسين گل راڻيپور جو نائب ناظم ٿيو

لاهور مان بم ڊسپوزل جو ڪورس مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ واپس
پنهنجي ڊيوٽي تي لڳي ويس. رات، ڏينهن گل 'ڪاٽيج' اوطاق تي گذرندو
هو، دوستن يارن جو اچڻ وڃڻ هوندو هو، بس دل کي پيو وندرائيندو
هيس، اتي اوطاق تي بابا سائين خير خيرات به ڪندو رهندو هو، هوڏانهن
وري بلدياتي اليڪشن جو به وڏو زور شور هيو، انهي اليڪشن ۾ شهر ۾
ميٽنگون ٿي رهيون هيون، هڪ ميٽنگ سائين معشوق علي شاهه جي
بنگلي ۾ ٿي هئي، اتي سڀ شهري سائين ادل شاهه سميت گڏ ٿيا هئا، ان
۾ ادا حسين گل به موجود هو، باڊي چونڊي رهيا هيا، ادا حسين گل جو
نالو نائب ناظم طور ڪنيو ويو، ان تي ادا حسين گل چيو ته مان اليڪشن ۾
حصو نه وٺندس، ڇو جو اسان جو ميران سائين سان لڳاءُ آهي، ان جي
سامهون ڪيئن ٿو بيهي سگهان، منهنجي مٿان بابا سائين جو به زور
پئجي سگهي ٿو، مان بابا کي جواب نه ڏئي سگهندس، هو انهن کي جواب
ڏئي واپس گهر هليو آيو. هوڏانهن وري ميران سائين جن کي اليڪشن ۾
ماڻهو جي ڳولها هئي ته ڪنهن ماڻهو ميران سائين کي صلاح ڏني اوهان
پريشان نه ٿيو، اوهان وٽ پنهنجو ماڻهو موجود آهي، توهان هيڏانهن
هوڏانهن پيا ڳولهيو، سائين چيو ڪير آهي؟ ان کي ٻڌايائون ته اوهان جي
خاندان جو مريد زوار حاجي ربنواز سرڪيءَ جو پٽ ڊاڪٽر حسين گل
سرڪي آهي، جيڪو اوهان جي ڪري پير معشوق علي شاهه جن کي جواب
ڏئي آيو آهي ته مان ميران سائين جن جو ماڻهو آهيان، ان ڪري اوهان جي

پينل ۾ نہ بيهندس، پوءِ تہ سائين ڏاڍو خوش ٿيو، بابا تي زور وڌو ويو. مان بابا کي چيم بابا سائين اسان جو اليڪشن سان ڇا؟ بابا بہ چيو پٽ سمهي ٿا چئو، پوءِ مان ادا پرويز گل ۽ چاچا خضر حيات بابا سائين کان موڪلائي سائين نالي مني وارن جي شادي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ لاڙڪاڻي ڏانهن روانا ٿياسون، اتي ڊاڪٽر عمران حسين کي بہ سي ايم سي ڪاليج لاڙڪاڻي وٽان ڪنيوسين، اتان پوءِ باقراڻي پرسان ڳوٺ سائين نالي مني وارن جي شادي ۾ شرڪت ڪئي. واپسيءَ تي عمران حسين کي لاڙڪاڻي ڇڏي، اسان گهر موٽي آياسون. مان پهچڻ شرط رات جو 12 بجي بابا وٽ ويس تہ جاڳي پيو. مان بابا کي چيو تہ بابا خيال ڪجانءِ اسان اليڪش ۾ نہ بيهنداسون. بابا افسوس سان چوڻ لڳو تہ پٽ ميران سائين جو ايترو مون مٿان زور پئجي ويو جو مان چپ ٿي ويس، حسين گل کي اسپتال وٺان منهنجو چئي نہ چاهيندي بہ اليڪشن جو فارم ڀرائي آيا آهن، مان بابا ڏانهن ڏسي ڪجهہ منٽ خاموش رهيس، بابا کي چيم جيڪا الله جي مرضي، رب پاڪ بهتر ڪندو، ماڻهو تہ اليڪشن وڙهڻ ۽ سيٽ وٺڻ لاءِ جتن ڪندا آهن پر اسان جي خاندان جي سچائي ۽ شرافت جي ڪري اسان لاءِ سيٽ وٺڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ هئي، بهرحال سڀ ڪم الله جي رضا جا سمجهي بابا سائين کان موڪلائي سمهي پيس.

صبح ٿيو تہ چوڌول ٿي ويو تہ ڊاڪٽر حسين گل فارم ڀرائي آيو آهي، سڀ يار، دوست، مٽ، مائٽ خوش ٿيڻ لڳا، اڳواٽ ئي چوڻ لڳا تہ اوهان ضرور ڪاميابي ماڻيندا. هن اليڪشن ۾ ميران سائين ۽ سائين عبدالقادر شاهہ جيلاني پاڻ ۾ اليڪشن وڙهڻ ۾ گڏ هيا. پي پي پي جي عوام دوست پينل تان اليڪشن وڙهي رهيا هياسون. ناظم لاءِ پير فياض حسين شاهہ ۽ نائب ناظم لاءِ ڊاڪٽر حسين گل سميت پينل جي سيني اميدوارن جا فارم بحال ٿي ويا. راڻيپور جي يونين ڪائونسلز ۾ اليڪشن جي مهم تيزي سان شروع ٿي ويئي، مون کي بہ دل وندرائڻ جو هڪ سٺو موقعو ملي ويو. ادا حسين گل سان رات ڏينهن دوستن سميت گڏ هوندو



هئس، اسان سان گڏ غريب عوام، شهر جا معززين، پرين پيارا ۽ شهري ساٿ ۾ ساٿاري هيا. مٽن، مائٽن جو بہ ساٿ هيو، رات جو جڏهن اليڪشن جي مهم تي نڪرندا هئاسين، تہ پيادل مهم دوران اسان جا پيارا دوست عبدالمجيد ملاح، استاد رجب علي ملاح، ڊاڪٽر غلام محمد ميمڻ، ادا مرحوم سعيد سرڪي، ادا مرحوم لعل ڏنو عرف لالو سرڪي، قربان ميمڻ، قلندر بخش چانڊيو، خضر حيات ملاح، استاد عطا محمد گهانگهرو، استاد طالب حسين پنهيرو، ادا غلام سرور ميمڻ صاحب ۽ استاد سجاول بہ ساٿ ۾ ساٿاري هئا، ٽوٽل ميمڻ برادري، انور گهانگهري سميت ٻيا بہ ڪيترائي دوست، مٽ، مائٽ، گڏ هوندا هيا. اڄان تائين اسان انهن لاءِ دعاڳو رهندا آهيون، ماڻهن جا ميڙ پيادل اسان سان ساڻ هوندا هيا، هوڏانهن وري ٻئي پاسي مخالف اميدوار ڪارن ۽ جيپن ۾ ويهي ورڪ ڪندا هيا، انهن سان بہ ڪارن ۽ پئسن وارا ماڻهو جام هيا، بهرحال مون لاءِ اها اليڪشن عزت جو مسئلو بڻجي ويئي هئي، پوءِ دل مان درد کي هلڪو ڪري باقي ڏينهن ادا حسين گل سان گڏ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي اليڪشن جي ڏينهن تائين ساڻ رهيس، ايتري تائين جو منهنجي بہ اليڪشن ۾ ڊيوٽي لڳي هئي، اها بہ ڪينسل ڪرائي ڇڏي هيم، ڪارنر گڏجاڻيون هلنديون رهيون، ڪڏهن ڪاٿي تہ ڪڏهن ڪاٿي، مٿان اليڪشن بہ اچي ويهي، اليڪشن واري ساري رات ٽيمون ٺاهي، اليڪشن جي عملي جي خدمتون ڪندا رهياسون، سائين فضل شاهہ بہ گڏ هيو، سائين رمضان شاهہ جيلاني جو آخري تائين ساٿ رهيو، الله سائين ڪيس خوش و خرم رکي، آمين. صبح جو اليڪشن ٿيڻي هئي، سيني دوستن يارن جون ڊيوٽيون رکي پوءِ رات جو بہ اڍائي ڪلاڪ آرام ڪيوسين، صبح سان جلدي اٿي پنهنجن پنهنجن پولينگس جو معائنو ڪيو، اليڪشن شروع ٿي ويئي، مان ميران سائين کي پنهنجي گاڏي ۾ بہ ٿي پولينگس گهمائي، وري ڪيس گهر ڇڏي آيس، سچو ڏينهن پچ پچان ڪري ماڻهن جا ووٽ ڏياريندو رهيس، بهرحال اهو ڏينهن اسان جي خاندان لاءِ وڏو امتحان جو ڏينهن هيو، ڪيترائي اڻ

وٽندڙ واقعا به ٿيا، انهن سان مڙس ٿي منهن به ڏيندا رهياسين، خير سان
شام جو پنجين بجي اليڪشن جو ٽائيم ختم ٿي ويو، دوست، يارن سان
گڏجي رزلٽ جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. جڏهن رزلٽ پڌرو ٿيو ته ٻارنهن
پولينگس منجهان ستن پولينگس تي اسان وڏي اڪثريت سان کٽيوسين،
وڏ ۾ وڏ ووٽ سرڪي وڌا پولينگ تان کنياسون، هوڏانهن وري اسان جي
آمهون سامهون اليڪشن وڙهڻ وارن پنجن پولينگس تي جزوي ڪاميابي
ماٺي، رزلٽ مان خبر پئي ته اسان وڏي مارجن سان اليڪشن کٽي ويا
آهيون، پوءِ اسان ۽ بابا سائين جي خوشي جي انتها هئي، مٽ مائٽ، يار،
دوست، ڏاڍو خوش ٿيا، مبارڪون ڏيڻ لاءِ اوطاق تي پهتا، پوءِ اتان سڀ
گڏجي وچي سائين ميران شاه جي بنگلي تي پهتاسون، اتي پهچڻ شرط
سڀ پير، غريب، يار دوست، اوڙي پاڙي واريون، ذاتيون مٽ مائٽ آيل
هيا، سڀ ڀاڪرين پئي مبارڪون ڏيڻ لڳا، پوءِ ته دهل شرنايون، خوشيون ۽
ناچ ڏسڻ وٽان هيا. بهرحال اليڪشن کانپوءِ به سائين معشوق علي شاهه
جن جو اسان سان سٺو ورتاءُ هوندو هو، اليڪشن کانپوءِ بابا سائين وڏي
خيرات ڪئي، سڀ مٽ، مائٽ، يار دوست ۽ پير فقير انهي ننگر نياز ۾
شامل ٿيا هيا، اهڙي طرح ڪجهه ڏينهن کانپوءِ حلف برداري ٿي، ڪٽي آيلن
۾ فياض حسين شاه جيلاني، ڊاڪٽر حسين گل سرڪي، زاهد حسين ميمڻ،
وڏيرو نبي بخش عباسي، سيٺ محمد يعقوب ميمڻ، غلام حسين ملاح،
مريد حسين سولنگي ۽ ٻيا دوست شامل هيا، جن جا نالا وسري ويا آهن،
سڀ انهي حلف برداري ۾ شامل ٿيا، هرڪو پنهنجن پنهنجن عهدن مطابق
پنهنجن واردن ۽ شهر راٺيپور جي ڪمن ڪارين ۾ لڳي ويا، صفائي
سٿرائي جو بهترين نظام هلي رهيو هو، سڀ کو وري پنهنجي پيشي سان
به لڳل رهيو، ادا حسين گل ڊاڪٽري سان گڏ آفيس کي به ٽائيم ڏيڻ لڳو،
جيڪي به فيصلا ٿيندا هيا، سائين فياض شاه سان گڏ پنهنجي اوطاق تي
ڪندو رهندو هو، غريب ماڻهو حد کان وڌيڪ خوش هوندا هيا، اسان جي
اوطاق تي مٽ، مائٽ، يار دوست، پير فقير، غريب، درويش لاءِ



هڪجهڙائي هوندي هئي، اوطاق تي اينڌڙ سيني ماڻهن سان سٺو ورتاءُ
ڪيو ويندو هو. هوڏانهن مان وري، پنهنجي اوطاق گل ڪاٽيج تي يارن
دوستن جي خدمت ڪندو رهندو هيس، مون وٽ اڪثر مظهر ماڊل جا
استاد غلام حسين چنو، غلام رسول لڪ، مقبول پنهيار ايندا رهندا هيا،
ڪڏهن ڪڏهن ته اتي ئي رهي پوندا هيا. ادا غلام سرور ميمڻ صاحب سان
واسطو ٿيو، ان ڪان پهرين ان جي پيءُ مرحوم سائين قربان علي ميمڻ سان
سوڀي ديري ڪان وٺي تعلق هيو، راٺيپور ۾ ماما علي ڏنو گهانگهرو جي
جڳهه ۾ اسڪول پڻ هوندو هيس، اتان کانپوءِ ڊاڪٽر لوٿر جي اکين واري
هاسپيٽل جيڪا خالي پيل هئي، منل سائين کان ڪرائي تي وٺي ان ۾
اسڪول کوليو هيائين، اتي به سائين جن سان ملاقاتون ٿينديون هيون،
تمام پيارو انسان، سنڌ جي تعليم لاءِ درد رکندڙ، پاڻ پتوڙيندڙ انسان
هيو، اتي سندس فرزند غلام سرور سان ملاقاتون پڻ ٿينديون هيون، ادا
غلام سرور سان محبت جا پيچ ٿي پيا، هر محفل ۾ جيڏانهن به وڃڻو هوندو
هو ته مون وٽ ڪار هوندي هئي، قربان صاحب گڏ هوندو هيو، ڪڏهن
اسڪول جي ڪم لاءِ سکر، خيرپور، لاڙڪاڻي ته ڪڏهن وري حيدرآباد
ويندا هئاسون، ادا غلام سرور صاحب جي راٺيپور ۾ ايتري واقفيت نه
هوندي هئي، هو مون کي چوندو هو ته ادا پاڻ سان گڏ گهماءِ ته جيئن
منهنجي سڃاڻپ ٿئي، ادا حسين گل سان به هن جي واقفيت ڪرايم، اهو
به هن جو وڏ ۾ وڏ خيال ڪندو هيو، بهرحال غلام سرور صاحب ڏاهو، داناءُ،
اديب شخصيت ۽ صوفي صفت جو مالڪ آهي، بهرحال هاڻي ته ان جي
شخصيت اهڙي مشهور ٿي وئي آهي جو ڪٿي ڪٿي اسان جو تعارف هن
کي ڪرائڻو پوي ٿو، هوڏانهن ماما فقراءِ جي معرفت ويور شائين اسڪول
وارن دوستن سان به ملاقاتيون ٿينديون هيون، اهي به پنهنجي مٽ پاڻ
آهن. عبدالحڪيم ۽ سر ممتاز حسين چنا به جيءَ ۾ جايون ڏيندا هئا، سدا
آباد رهن. بهرحال منهنجي اوطاق تي ادا غلام سرور ميمڻ سان گڏجي
صوفي راڳ رهاڻ جون محفلون به ٿينديون هيون. راٺيپور ۾ جيڪي به

سياسي، سماجي، ادبي، فقرائي ڪچهريون ٿينديون هيون تہ مان، غلام سرور صاحب، ادا حسين گل، قربان ميمڻ، عبدالمجيد ملاح، عبدالحڪيم سومرو، عبدالوحيد سولنگي ۽ ٻيا دوست شامل هوندا هئاسين،مرحوم فقير نظر محمد لاڪي سان بہ ڏاڍيون صوفي روح رهاڻيون ۽ ڪچهريون ٿينديون هيون، مئي محمد هارون جي مئي ڪچهري بہ وسرڻ جهڙي ناهي، شمس فقير سان بہ ڪچهريون ٿينديون هيون، ڪڏهن ڪڏهن ادا عابد حسين عباسي سان بہ جوڙ لڳندا هئا، اهڙي طرح منهنجي دل پئي وندريل رهندي هئي. اوطاق ۾ اڪيلو ئي رهندو هيس، چاچا خضر حيات جو ساٿ هوندو هو، بابا سائين منهنجي اها حالت ڏسي مون تي زور پريو تہ پُٽ شادي ڪر، منهنجي طبيعت صحيح نٿي رهي، الائي ڪيتري منهنجي زندگي هوندي، نيٺ مان بابا جي دل خوش ڪندي، ها ڪيم، هونئن بہ شادي گناهن جي ڍال آهي، مان گناهن کان بچڻ خاطر تمام پري پري زندگي گذاريندو هيس، نيٺ هڪ هنڌ، شادي جي ڳالهہ ٻولهہ تي، پر پاڻ راضي نہ هيا، چيائون تہ ادا هتان نہ، مان اتان هتي ويس، ماما فقراءِ بہ سمجهايو هو، پوءِ بابا پنهنجي ذات وارين خوبصورت ننڍين عمرين وارين ڇوڪرين جا سگ بہ آيا، پر مون بابا کي چيو تہ "نہ بابا اُهي منهنجي ڌيئرن جي برابر آهن، مان شادي ڪندس پر پنهنجي هيسي جيسي مطابق، تہ بابا سائين پاڪر پائي، نيٺ مون کان ها ڪرائي هئي. انهي دوران بابا جي طبيعت بہ ناساز رهندي هئي، جيئن تہ منهنجي ٻچپن جي شادي ٿيل هئي، جيڪا بابا جي ڀاٽيجي هئي، ان سان اڪثر اختلاف رهندا هيا، نيٺ بابا جي راضپي سان منهنجي ان کان عليحدگي (طلاق) ٿي ويئي.پوءِ بابا مون کي چيو تہ "منهنجو پٽ آهين تہ شادي ڪري ڏيکار." گمبٽ کان منهنجو پيارو دوست سليم شيخ بہ شادي لاءِ ڇورائيندو رهندو هو، پيارو دوست، ادا استاد نيڪ محمد شيخ، سائين استاد اعجاز شاه جيلاني جو بہ زور هيو، ادا نيڪ محمد شيخ، ادا حسين گل ۽ منهنجي ڀائرن سان ملي، منهنجي شادي جو معاملو حل ڪيو هو، منهنجي سالي ميان مخدوم سهيل احمد



قاضي کي بہ راضي ڪري ڇڏيو هو، هڪ ڏينهن ادا قاضي سهيل، گل ڪاٽيج تي مون سان ملڻ آيا، منهنجون ان سان پهرين ملاقاتون ٿيل هيون، ان جو مون سان شادي جي باري ۾ حال احوال ٿيو، ان دوران مان ڪيس پنهنجن سٺاين سان گڏ سڀ ڪميون، ڪوتاهيون، ڪمزوريون بہ بيان ڪري ٻڌايون، پوءِ ان کي چيم تہ متان وري بعد ۾ چوين تہ هي ڳالهہ مان ٻڌي آهي. ان ڪلي چيو تہ توهان جي خاندان جي مون کي خبر آهي، توکي بہ پنجن ڇهن سالن کان گمبٽ ايندي ويندي ڏسندو هيس، توهان مون کي سٺا لڳندا هيا، بهرحال هر حال ۾ اوهان منظور آهيو، مون کي ڪنهن جي پرواهہ ناهي. انهيءَ ڪانپوءِ سندن گهر ڀاتي اسان جو گهر ڏسي ويا، انهيءَ وچ ۾ مان بہ پنهنجي امان جهڙي سس سان ملاقات ڪئي، پهرين ئي ملاقات ۾ ماءُ وانگر پيار ڪيائين، بعد ۾ منهنجا گهر وارا منهنجي ڀيڻ ۽ ادا فدا گل بہ گهر ڏسي آيا هيا، انهن جي نيڪي ڪري ڏاڍو خوش ٿين پيا. مون کي چيائون تہ ادا اوهان کو اهڙو سٺو ڪم ڪيو آهي، جو الله اوهان جي مٿان مهربان ۽ راضي آهي. مون چيو "ڀيڻ مان سٺو ڪم ڪهڙو ڪيو آهي، بس مان ۽ توهان گهر ڀاتين منهنجي مرحومہ گهر واري جي بي حد خدمت ڪئي، ان جي عيوض ۾ رب پاڪ منهنجي مٿان راضي ٿي هڪ تحفو ڏئي رهيو آهي، پوءِ ٻئي ڏينهن تي ادا حسين گل ڀيڻ ۽ گهر ڀاتين کي ساڻ ڪري منهنجي مڱڻي گمبٽ شهر مان ڪرائي آيا، اهو مڱڻو منهنجي گهر واري جي وفات کان تقريبن هڪ سال بعد ۾ ڪيو ويو هو.

❃❃❃❃❃

# موٽي مند بهار جي

منهنجي مگڻي کانپوءِ سڀ ڪو پنهنجن ڪم ڪارن ۾ لڳي ويو، جيئن تہ ادا فدا گل ڊيوٽي تان لٿل هو، اهو بہ ادا فيروز گل سان مِينهُن جي واڙي جي ڪم ۾ لڳو، مان وري پنهنجي ڊيوٽي ۾ لڳي ويس. ادا قربان ميمڻ سان ميران محي الدين، ميران سائين لائبريري ۾ ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. ادا مختيار حسين چنا ۽ ادا زين سولنگي، منظور اڄڻ، جن سان بہ ميل ميلاپ ٿيندا هئا، اتي ادبي، شهري مسئلن ۽ لائبريري جي باري ۾ بہ سوچ ويچار ڪندا هياسون، ڪڏهن پريس ڪلب ۾ ادا حفيظ ميمڻ، ادا نانڪ رام، ادا وحيد سولنگي، مرحوم ميان اظهر مولائي سان بہ ڪچهريون ٿينديون هيون، ادا ياسين راڄپر، استاد سجاول تنيو، استاد غلام سرور ميمڻ صاحب کان سواءِ لياقت ميمڻ پرين پيارن سان بہ روح رهاڻ ٿيندي هئي. ان دؤر ۾ ادا حسين گل نائب ناظم هو، ان سان بہ سيني دوستن جون ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون ۽ ٻيا بہ ڪوڙ سارا دوست هوندا هيا. استاد رجب ملاح ۽ مٺي محمد هارون ميمڻ جهڙا پيارا پرين بہ قرب ڏيندا هيا، دين محمد عرف بگو، شيرين گل، حبت الله سومرو، استاد طالب حسين، نور حسن سولنگي بہ هر ڪم ۾ ساٿاري هوندا هيا، تمام سٺو ماحول بڻيل هوندو هو، گهڻو وقت سنگت ساٿ سان گذرندو هو. ادا غلام سرور سان بہ روزانو ملاقاتيون ٿينديون هيون، ان دوران قربان صاحب پيرن کان روڊ جي ٻئي پاسي کان زمين بہ ورتي هئي اتي اسڪول لاءِ نقشو بہ سکر مان ٺهرائي آيا هياسون. مان بہ ادا سرور وارن سان ساڻ هيس، ان زمين تي مظهر مسلم ماڊل اسڪول ٺاهڻ جو بنياد وڌو ويو، مان هر معاملي ۾ سرور صاحب سان گڏ هوندو هيس، جڻ تہ سندن گهر جو ڀاتي



هجان، هر ڏک سک ۾ مان ۽ ادا حسين گل ساڻن ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺا هوندا هياسون اسڪول ٺهڻ تائين رات ڏينهن گڏ هوندو هيس.

بهرحال اهو سلسلو هلندو رهيو، ان سان گڏ دنيا داري وارا ڪم بہ ٿيندا رهندا هئا، ان دور ۾ وري قبيلائي جهيڙا شروع ٿي ويا هئا. انهن جهيڙن مان بہ رب پاڪ بچائيندو آيو، رب جا وڏا احسان، سڀ ڪنهن جي دلين جو مالڪ منهنجو رب پاڪ آهي.

ان دوران اسان جو شهر راڻيپور ۾ هڪ منفرد مقام هو، بهرحال عجز ۽ عاجزيءَ جو مزو ئي نرالو آهي، غرور ۽ تڪبر ۾ ڇا رکيو آهي. 2002ع ۾ بابا سائين جي بہ طبعيت ناساز رهي پئي، مون مٿان زور پريائين تہ پٽ منهنجي الائي ڪيتري زندگي آهي، هاڻي اوهان شادي ڪريو، پوءِ بابا سائين ادا سهيل قاضي ۽ منهنجي سَسُ کي گهر گهرائي انهن کي جلدي منهنجي شادي ڪرائڻ جو چيو تہ پوءِ ادا سهيل ۽ امان (سَسُ) چيس تہ اوهان جي شئي آهي جيڪا اوهان جي مرضي اسين اوهان جي خوشيءَ ۾ راضي آهيون. پوءِ بابا سائين انهن کان 22 سيپٽمبر 2002ع جي تاريخ ورتي، وري پوءِ منهنجي شادي جي سامان لاءِ گهر ڀاتي لڳي ويا. اهڙي طرح شادي جا ڏينهن مٿان اچي ويا، هوڏانهن وري ادا سهيل وارن جي پنهنجي جڳهہ نهي رهي هئي، ان ڪري اهي ڪرائي واري جڳهہ ۾ رهندا هئا، جڳهہ ننڍي هئي، سائين اعجاز شاهہ ۽ ادا نيڪ محمد شيخ جي مهربانيءَ سان بہ ڏينهن ادا نور الدين پهنور جو گهر خالي ڪرائي ڪنواريتن کي اتي رهايو هو. ادا نور الدين بہ مهنجو سٺو دوست آهي، دوستن جو دوست ۽ يارن جو يار آهي، ادا نورالدين بہ ڏينهن پنهنجا ٻار پيري ڳوٺ ڇڏي آيو هو، سندس جو اهو مون مٿان احسان آهي لاهي تہ نٿو سگهان پر ڳائي تہ سگهان ٿو، شادي جي تقريب سادي نموني سان ڪئي وئي. پنهنجا گهر ڀاتي ڪجهہ ويجها عزيز ۽ ڪجهہ قربائتن دوستن منهنجي شادي ۾ شرڪت ڪئي، ڪنواريتن ڏانهن بہ سندن گهر ڀاتين، ڪجهہ ويجهن عزيز ۽ دوستن شرڪت ڪئي هئي، شادي جو پروگرام گرلز

هاءِ اسڪول گمبٽ ۾ ڪيو ويو، اتي ماني جي پروگرام جو بندوبست سائين اعجاز علي شاهه جيلاني بورچين جي مدد سان ڪري ڇڏيو هو. ادا نيڪ محمد ۽ ادا سليم شيخ به سائين سان ڪم ۾ ساٿاري هيا، بهرحال ڇچ بي وڳي راٽيپور ڪان گمبٽ پهتي، سڀ ڀائر، بابا سائين بيماري جي حالت ۾ به شادي ۾ آيو هو، نڪاح جي شروعات وڪيلن شاهدن جي هاڪاري لفظ ٻڌڻ سان ٿي، مون به ها چئي ته ڪنوار قبول آهي، پوءِ نڪاح شروع ٿي ويو، جڏهن نڪاح پورو ٿيو ته مان بابا کي پيرين پئي ڀاڪر پاتم ته ڏاڍو خوش ٿيو، ڀائرن دوستن مٽن مائٽن مبارڪون ڏئي هار پارايا.

اهڙي طرح سادگيءَ سان شادي پڄاڻي تي پهتي. سڀني مهمانن کي ماني ڪارائي وئي، ان ڪانپوءِ ڪجهه دوست واپس هليا ويا. مون کي رسمن لاءِ ادا نورالدين پنهنور واري جڳهه ۾ وٺي آيا، جتي ڪنوار کي سهڻو سجائي ويهاريو ويو هو، اتي لائون لاتم، پهريو ديدار به نصيب ٿيو، ڏسڻ سان ئي دل مان سبحان الله نڪري وئي، رب پاڪ کي ياد ڪندي چيم ڏکن پويان سک آهن، پو اتي ڪنوار جي پاسي ڪان ٻه رڪعتون نفل شڪراني جا پڙهيم، وري سالين يوڳ ڪندي خرچي به ورتي، مون کي هار به پارايائون.

اهڙي طرح سان سڀ رسمون پيڻ جي موجودگيءَ ۾ پوريون ٿيون، ادا سهيل ۽ سڀني گهرڀاتين کان موڪلائي. پنهنجي تحفو مليل ڪنوار کي بارات سميت ۽ بابا سائين جي دعائن سان پنهنجي گهر راٽيپور وٺي آيس، گهر پهچڻ وقت باباسائين ڪنوار جي مٿي تي هٿ رکيو، مون کي ڀاڪر پائي چيائين ته پٽ نئين زندگي جي شروعات اوهان ٻنهي کي مبارڪ هجي. اهو چئي بابا سائين پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويو. ان وقت رات جا تقريبن ڇهه، ست ٿي رهياهئا، مان ڪنوار کي گهرڀاتين حوالي ڪري پاڻ دوستن سان ملڻ اوطاق تي هليو آيس، انهن سان ڪل يوڳ ۽ ڪچهري ۾ لڳي ويس. اتي اوطاق تي ادا فيروز گل جي پٽ گلفام گل جا سنت ٺهر به ڪراياسون. ان ڪانپوءِ جهمريون ۽ نچڻ ڪڏڻ به ٿيو، منهنجي شادي سان گڏ گلفام گل جا سنت ٺهر به ٿي ويا. دوستن سان گڏ رات جو نائين بجي



تائين ويهي رهيس. آخر ۾ دوستن ڇيو يار هاٽي گهر وڃ ڪنوار به تنهنجي ديدار لاءِ ويٺي هوندي پوءِ مان دوستن ڪان موڪلائي پنهنجي ونيءَ سان اچي مليم. ان کي ڏسي رب پاڪ جا احسان اجان تائين پيو ڳائيندو آهيان، هڪ نئين خوبصورت زندگي جي شروعات ٿي.

شاديءَ جي ڏهن ڏينهن ڪانپوءِ 17 گريڊ ۾ پروموشن جو ليٽر اچي ويو ته او هان پنهنجا ڪاغذ ڊي اي او آفيس خيرپور ميرس ۾ جمع ڪرايو. اهي ڪاغذ ادا استاد رجب ملاح جي هٿان جمع ڪرائي ڇڏيا. شادي ڪانپوءِ رب پاڪ طرفان ڀاڳ کليا، واهه منهنجا مالڪ سائين. منهنجي 17 گريڊ جي ڊي پي سي ٿي وئي، دوستن يارن مبارڪون ڏنيون.

*****

## باڱو/28

# اڪڙين ۾ پاڻي، بابا ڪئي موڪلاڻي

هو ڏانهن بابا سائين جي طبعيت ناساز ٿيڻ لڳي، پوءِ سڀ گهر ڀاتي سندس خدمت ۾ لڳي وياسون، سيني ڀائرن مان ادا پرويز گل ڪي جس هجي هن سيني ڀائرن ۾ وڌيڪ خدمت ڪئي. بابا جي خدمت سان گڏ ڪاروبار ۽ منهنجي ڊيوٽي به هلي پئي، هڪ ڏينهن اوچتو بابا سيني ڀائرن کي گهرائي چيو ته پٽ به ڏينهن دڪان، اسپتال ۽ ڊيوٽي تي ڪو به نه وڃي، سڀ ڀاتي گهر ۾ ئي موجود رهو، اسان بابا سائين جي حڪم جي تعميل ڪندي ائين ئي ڪيوسين، ايبٽ آباد کان به سيئي مائٽ آيل هئا، اربع کان خميس تائين مٿان وري جمع جو ڏينهن هو، رمضان شريف جي 16 تاريخ هئي ۽ 22 نومبر 2002ع هئي، هوڏانهن جمع نماز جي آذان اچي رهي هئي ته بابا اسان سيني گهر ڀاتين ۽ ايبٽ آباد کان آيل مائٽن ڏانهن ڏٺو، چپن تي ڪلمي پاڪ جو ورد ڪندي اسان کان موڪلائي پنهنجي اصلي ماڳ روانو ٿي ويو. اسان سڀ روئڻ لڳاسين، مان بي انتها ڏک ۾ ونجي ويس، پاڻ تي ضابطو آندم، سيني گهر ڀاتين کي روئڻ کان بس ڪرائي، ڪين چيم ته الله پاڪ جي رضا ۾ راضي رهڻو آهي. پوءِ اسين سڀ بابا سائين جي ڪفن، دفن انتظامن ۾ لڳي وياسون، اوطاق تي ادا نظير احمد پٽ ۽ دوستن، مٽن مائٽن گڏجي بندوبست ڪري ڇڏيو هو، جنهن ٻڌو دوستن، مٽن مائٽن سيئي پهچي چڪا هئا، اسان وري بابا سائين کي وهنجاري سينگاري ڪفن پارائي، درود شريف، نعت شريف ۽ مولود شريف پڙهندي گهر کان ٻاهر آندو، ڪلهي ڪانڌي تي، بابا جي جنازي کي عيسو لاکو امام بارگاهه ۾ کڻي آياسون، اتي جنازي نماز ۾ پيرن، فقيرن، عزيزن، دوستن سميت سوين ماڻهن نماز جنازا ۾ شرڪت ڪئي. بابا سائين کي سندس وصيت موجب پنهنجي اباڻي قبرستان چتن شاهه بخاري ۾ امان سائڻ جي پرسان آلين اکين سان مٽي ماءُ حوالي ڪيوسين. دعا گهري راڻيپور گهر تڏي واري جڳهه تي آيا سون. رمضان شريف جي احترام ۾ کاڌي پيتي جو بندوبست نه ڪيو هو، پوءِ تڏي تي جڏهن سڀ ڪانڌي پهچي ويا ته مولوي صاحب دعا گهري آمين چيو. سيني ڪانڌين اسان کي مخاطب ٿيندي چيو ادا جيڪو حڪم ڏٺي جو، اسان سيني ڀائرن چيو قبول آهي، جيڪا رب پاڪ جي رضا. پوءِ خير جي دعا تي ان ڪانپوءِ دعا جو سلسلو جاري رهيو، روزي کولڻ جو ٽائيم ٿي ويو، ان ڪانپوءِ خير خيرات ۽ سيني کي روزو کولايو ويو. ٽي ڏينهن اهو دعا جو سلسلو جاري رهيو، ٽئين ڏينهن تي روزي جي ٽائيم تي سيني کي زورو کولرائي، خير خيرات ڪري تڏو کنيوسين، آخري دعا خير گهري سين، پوءِ وري سڀڪو پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن هليو ويو. الله پاڪ بابا سائين کي جنت الفردوس ۾ اعليٰ مقام عطا ڪري آمين ثم آمين. وري سڀ ڪو پنهنجن ڪم ڪارين ۾ لڳي ويو، مان به اسڪول ڊيوٽي ۾ لڳي ويس. بابا سائين جون يادون نه وسرڻ جهڙيون آهن ائين محسوس ٿيندو آهي چڻ سدائين باباسائين ۽ امان سائڻ گڏ آهن، پوءِ ست ئي جماڻا ڪياسون، چالهيي تي قرآن خواني ڪري وڏي خير خيرات ڪئي، سيني مٽن مائٽن دوستن يارن ڪائي ايصال ثواب لاءِ گڏجي دعائون گهريون سين، الله پاڪ جي رضا ۾ راضي رهڻو آهي، هر ڪنهن کي موت جو ذائقو چکڻو آهي، وري سڀ گهر ڀاتي پنهنجن پنهنجن ڪم ڪارين ۾ لڳي وياسون.

*****

# حج جي سعادت

بابا سائين جي وفات کانپوءِ وري سڀ کو پنهنجن ڪم ڪارين ۾ لڳي ويو، ڊسمبر مهيني جي آخري هفتي ۾ منهنجو سبجيڪٽ اسپيشلسٽ (ليڪچرار) جو آرڊر به اچي ويو. سڀ گهرجون پوريون ڪري گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول راڻيپور مان رليو ٿي، پهرين جنوري 2003ع تي گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج سوڀي ديري ۾ ڊيوٽي جوائن ڪئي، ان وقت راڻيپور ۾ هيڊ ماستر سائين غلام رسول منگي صاحب هو، تمام بهترين شخصيت جو مالڪ هو، منهنجو استاد به رهيو هو، سوڀي ديري ۾ پرنسپال سر عطا محمد پاڳٽ صاحب هو، نيڪ نمازي ۽ سٺو انسان هو، ان سان پهرين به ملاقات هئي. ان وڏي عزت ڏني، اتي استادن ۾ سر فاروق احمد پاڳٽ به پنهنجي مٽ پاڻ هو، سر محمد سليمان وساڻ پهريان کان ئي منهنجو دوست هو، سر لياقت علي فردوسي صاحب جون محبتون اجان تائين دل ۾ سانديون وينو آهيان، سر خان محمد خاڪي جو قرب به نه وسرڻ جهڙو آهي، سر اشرف منگي به سڀ کان اڳ پرو پيار ۾ هوندو هو، سر منو منير احمد پاڳٽ جي مرڪ به ياد آهي، ان کان سواءِ سائين سيد سوڀارو شاهه جي ڏنل محبت به ياد اٿم، سر عنايت علي شاهه جا ٽهڪ به اجان تائين ياد آهن، سر غلام رسول سهتو به پنهنجي مٽ پاڻ هو، سر خان محمد سهتو به ياد اٿم، ڪنهن جا نالا ڪٽي ڪنهن جا نالا ڪٽا سڀ سر جا سائين هئا. انهن سڀني سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي هئي، سچي اسٽاپ کي منائي به ڪارائي هيم 17 گريڊ ملڻ جي خوشيءَ ۾ تمام سٺو وقت گذريو هو، راڻيپور وارن استادن به آخري الوداعي پارٽي به سني نموني سان ڪئي هئي، انهن جون ڏنل عزتون اجا تائين ياد هونديون آهن،



بهرحال چار سال سوڀي ديري ۾ ڊيوٽي ڪندي گذري ويا. ان دوران مان سچل ڳوٺ ڪراچيءَ ۾ چاچا خضر حيات سان گڏجي پلاٽ وٺي جڳهه به نهرائي هئي، سر عطا محمد پاڳٽ مهنجو ڏاڍو خيال ڪندو هو، ادا فاروق احمد به سٺن دوستن مان هڪ پيارو دوست هو ۽ آهي، ڪجهه وقت کانپوءِ سر عطا محمد صاحب رٽائر ٿي ويو، ان جي جڳهه تي سر ارشاد سولنگي صاحب پرنسپال ٿيو، اهو به سٺو ماڻهو هو، بهرحال شادي کانپوءِ منهنجا ڀاڳ کليا ماءُ پيءَ جي دعائن سان ان دوران چاچا خضر حيات جو بينڪ طرفان حج جو ڪٽو نڪتو هو، ته مان به چاچا خضر سان گڏ حج ڪرڻ لاءِ پئسا جمع ڪرايا هيا، منهنجو به حج ۾ نالو اچي ويو، مون لاءِ خوشي جي انتها هئي، حج جي ڪٽي نڪرڻ کان پهرين 2003ع ۾ پٽ جي اولاد ٿي هئي، پر چم دوران ئي رب پاڪ واپس وٺي ڇڏيو. جيڪا رب جي رضا پوءِ وري رب پاڪ 28جون 2004ع ۾ ڌيءَ سان نوازيو رب جي رحمت گهر ۾ اچي وئي جنهن جي اچڻ جي خوشيءَ ۾ چنيءَ واري ڏينهن سارو گهر روشنيءَ سان چراغان ڪيو هو، ديڳيون لاهي خوشي جو اظهار ڪيو هو. حج تي وڃي رهيو هيس ته منهنجي ڌيءَ آغا اربا گل جي عمر پنج مهينا ڪن هئي، ادا فاروق احمد پاڳٽ حج لاءِ 42 ڏينهن موڪل به وٺرائي ڏني هئي، چاچا خضر حيات ۽ مان حج لاءِ بندوبست ڪري 17 ڊسمبر تي گهر پاتين کان موڪلائي سچل ڳوٺ ڪراچي پنهنجي جاءِ تي پهتاسون، ان کانپوءِ حاجي ڪئمپ وڃي ساريون گهرجون احرام سميت پوريون ڪيون. ٻئي ڏينهن رات جو پنجين بجي 20 ڊسمبر 2004ع تي صبح جو ايئرپورٽ تي پهچي بورڊنگ ڪرائي، ڏهين بجي جهاز تي چڙهي چئن ڪلاڪن جو سفر طئي ڪري، جده ايئرپورٽ تي پهتاسون، اتان جون سڀ گهرجون پوريون ڪري تقريبن رات جو اٺين بجي ڏاري بسن تي چڙهي لبيڪ الله همه لبيڪ جو ورد ڪندا وڃي مڪه شريف هوٽل تي پهتاسين، اتي حج جي رش سبب رات جا ٻارنهن ٿي ويا، سامان هوٽل تي رکي، رات جو ٻه بجي پنهنجي قافلي وارن سان گڏجي بيت الله عمري ڪرڻ لاءِ

پهتاسون. جڏهن پهرين نظر ڪعبتہ الله تي پئي تہ خوشيءَ جي انتها نہ رهي، حجره اسود کي سلام ڪندي ڪعبت الله جي طواف جا ست چڪر پورا ڪيا. ان وقت مون هڪ چڪر ۾ رش هوندي بہ حجره اسود کي چمي بہ ڏني هيم، پوءِ وري ست چڪر صحي (صفا مروه) جا ڪري، دعا گهري، ان وقت صبح جي نماز جو ٽائيم ٿيڻ وارو هو، رات ڏينهن جي اوجاڳي جي باوجود تهجد جي نماز پڙهي پوءِ وري ڪعبت الله ۾ ئي صبح جي نماز بہ پڙهي، وار ڪوڙائي احرام لاهي، هوٽل تي وهنجي سهنجي آرام ڪيوسين اسان جي عمري جو عمل پورو ٿيو. آب زم زم جو پاڻي بہ جام پيتوسين. ڪجهہ آرام ڪري وري ظهر جي نماز بہ ڪعبت الله ۾ پڙهي، هر وقت چاچا خضر ۽ مان گڏ هوندا هياسون، اهڙي طرح هر ڏينهن عبادت، طواف ۽ ننڍا، عمرا ڪياسون. بابا سائين، امي جان، مرحومہ گهرواري، سس، سهري ۽ ٻين پرين پيارن لاءِ عمره ۽ طواف ڪيا هيا سون، سڀني مرحومين لاءِ الله پاڪ جي دربار ۾ دعا گهرندا هياسون. الله سائين اسان جي والدين جي مغفرت فرماءِ، سڀني پيارن دوستن مٽن مائٽن لاءِ بہ دعا گهرندا هياسون. هڪ ڏينهن طواف پيو ڪيان تہ گهران ڪال اچي وئي، منهنجي گهرواري مون کي چيو تہ لڳي ٿو تہ مان اميد واري آهيان دعا ڪندا تہ پٽ جي اولاد ٿئي مان طواف دوران الله پاڪ جي گهر ڏانهن ڏسندي اها دعا گهريم تہ رب پاڪ جيڪو منهنجي لاءِ بهتر هجي اها اولاد ڏجانءِ جيڪو منهنجي بهتريءَ جو سامان ثابت ٿئي ائين چئي آمين، چيم وري پنهنجي طواف ڪرڻ ۾ لڳي ويس. اهڙي طرح سان عبادت ڪرڻ ۾ ڏينهن گذري رهيا هئام هڪ دفعو جنهن الله جي در جو ديدار ڪيو تہ باربار ديدار جي خواهش رهندس، حج ۾ اجان وقت هو، ان دوران اسان ٻيون زيارتون ڪيوسين، ادا زين ۽ ان جي گهرواري بہ اسان سان زيارتن ۾ گڏ هوندا هئا، سفر دوران رفيق ٿيا هئا، اسين جبل نور تي غار حرا، جبل ثور تي غار ثور، مسجد جن، جنت المعليٰ، نبي سائين جو گهر مبارڪ ۽ ٻيون سڀ زيارتون ڪيون، ڪجهہ گهروارن ۽ دوستن لاءِ بہ سوکڙيون ورتيون هيون، حج جو



بہ وقت اچي ويو. سڀ قافلي وارا احرام ٻڌي بسن تي چڙهي منيٰ ۾ پنهنجي خيمي ۾ ترسياسون، پنهنجي عبادت بہ ڪندا هيا سون اتي ادا ريحان، ان جو پيءُ ۽ ان جي پاءُ ميجر سلمان سان بہ تعلق ٿيو هو، اهي بہ سٺا ماڻهو هئا، پوءِ منيٰ کان عرفات ڏانهن روانا ٿياسون، صبح جو اتي پهچي پنهنجي خيمي ۾ سامان رکي اسان جبل رحمت تي بہ نفل نماز پڙهي، واپس رستي تي ڏاڍيون سبيلون بوتلون شربت جا ڪارٽون ورهائي رهيا هئا، اتان ڪجهہ ڪارٽون ڪٽي اچي پنهنجن رفيقن کي پيارياسون دعا ڪرڻ لڳا، مسجد نمرا ۾ ظهر ۽ عصر جي باجماعت نماز پڙهي سون، مغرب ۽ عشاءِ جي بہ باجماعت نماز پڙهي رات جو دير سان بسن تي چڙهي اچي مزلفہ ۾ رات گذاري. صبح جي نماز مسجد ۾ پڙهي، ان ڪانپوءِ شيطان کي پٿر هڻي واپس خيمي ۾ آياسون، ٽي ڏينهن شيطان کي پٿريون هنيون پوءِ قرباني(ٻڪرا) اضحيٰ ڪئي. چاچا خضر ۽ مان طواف ڪرڻ ڪعبت الله آياسون طواف دوران چاچا مون کان جدا ٿي ويو، جتي مان ان کي چيو هو اهو اتي نہ آيو، مان انتظار ڪري وار ڪوڙائي هوٽل تان احرام لاهي تڙ ڪري ٻيا ڪپڙا پائي واپس بس تي چڙهي منيٰ روانو ٿيس، چو جو سج اپرڻ کان پهريائين اتي پهچڻو هو، مان پهچي ويس چاچا جي خبر تڏهن پئي، جڏهن مان خيمي تي ويس تہ، اتي آيو، مون کي چيائين تہ اتي مون کي ننڊ وٺي وئي هئي، جلدي جلدي ڪري پهتو آهيان، شام جو سامان کلهي تي کڻي آخري ارڪان شيطان کي پٿريون هڻي اتان واپس مڪي شريف پيادل اچي هوٽل تي پهتاسون. اتي ڏاڍي برسات بہ پئي هئي پر اسان برسات کان بچي ويا سون، اهڙي طرح جنوري 2005ع ۾ حج جي سعادت ماڻي. مڪي شريف ۾ تقريبن اسان کي 35 ڏينهن ٿي ويا هيا، اتي ادا ماسات عبدالستار گلال ۽ ادا امتياز هنگورو بہ مليا هيا، انهن بہ وڏي خدمت ڪئي هئي، ادا زين العابدين عرف زين ۽ ان جي گهرواريءَ کي بہ هجر اسود پٿر کي چمي ڏياري هئي، ڏاڍا خوش ٿيا هئا. الله پاڪ جي گهر جو الوداعي طواف ڪري روئي موڪلائي هوٽل تي

آياسين. جتان صبح جو بسن وسيلي مدينې شريف ڏانهن روانا ٿياسون، رستي ۾ بسن تي جوس، بوتلون برياني ننگر طور مليون، نعت شريف پڙهندا، مدنيءَ جي ملڪ ۾ پهتاسون، ديدار ڪرڻ جي وڏي شدت هئي، جتي بسون بيٺيون هيون، اتي ادا ماسات اشرف حسين سرڪي بہ دوست سان گڏ اسان وٽ پهتو، ان کي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي، بس تي چڙهي هوٽل واري ڪمري تي وٺي آيو، اتي ادا امداد حسين سرڪي بہ مليو، ويتر خوشي ٿي، رات هئي سامان رکي، آرام ڪري صبح جو سوير اٿي، روضہ مبارڪ ڏانهن وياسون تہ سامهون مدني جي نيلن تي نظر پئي تہ خوشيءَ جي انتها هئي، مسجد نبوي ۾ تهجد نماز پڙهي ۽ فجر جي نماز پڙهي بعد ۾ سائين جن جي جالي مبارڪ آڏو ادب وچان بيهي درود پاڪ پڙهيو سين، ان ڏينهن پاڻ کي روضي مبارڪ آڏو ڏسي بيحد خوشي ٿي رهي هئي، پوءِ جنت الرياض ۾ حضور سائين جي منبر محراب وٽ بہ نفل نماز بہ پڙهي سون، چاليهہ نمازون بہ پوريون پڙهيون سين، اتي جيڪي زيارتون هيون، جن ۾ مسجد علي، مسجد عمر، مسجد عثمان، مسجد سائڻ فاطمہ، جنت البقيہ، مسجد بلاول، مسجد قبا، مسجد قبلتين، کوهہ علي سائين، کوهہ عثمان، باغ سلمان فارسي، حضرت حمزه، احد جبل ۽ ٻيون بہ ننڍيون وڏيون زيارتون ڪيون. ادا اشرف حسين، ادا امداد حسين، ادا الله ڏنو سرڪي، ادا شهزادو عباسي، ادا جاويد پناڻ، ادا افسر، ادا ظهير حسين سرڪي، ادا ضمير حسين سرڪي ۽ ٻين سيني دوستن ۽ مائٽن جون دعوتون ڪاڏيون. انهن دعوتن ۾ فقير قائم الدين پنيرو بہ ساڻ هو، ڪنهن جا ٿورالاهي ڪنهن جا لاهيان سڀ پنهنجي مٽ پاڻ هئا .پوءِ ڪجهہ گهر ڀاتين ۽ دوستن لاءِ بہ سوکڙيون ورتيون سين. نبي پاڪ جا ديدار بہ نصيب ٿيا تہ آب زم زم بہ جام پيتوسين جيڪو هڪ دفعو ويندو تہ ان جي دل چوندي تہ جيڪر منو محبوب باربار گهرائي، پوءِ آخري ڏينهن محرم جو هيو، جنت البقيہ جو ديدارڪري امامن سڳورن کان موڪلائي، آخري سلام مني مرسل تي پڙهي اکين مان نير وهائيندي، سيني عزيزن ۽ دوستن کان موڪلايو، بس



تي چڙهي جده ڏانهن روانا ٿياسون، ڏهن ڪلاڪن جو سفر طئي ڪري رات جو جده ايئرپورٽ تي پهتاسون، سفري گهرجون پوريون ڪري پي آءِ اي جي جهاز وسيلي صبح جو ستين بجي ڪراچي ايئرپورٽ تي پهچي وياسين. اسان کي وٺڻ لاءِ ادا ڊاڪٽرحسين گل ۽ ادا غلام سرور ميمڻ موجود هئا، ادا ضرار جان پناڻ بہ آيو هو، انهن سان ملياسون، ادا ضرار اسان کي سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جناح هاسٽل تي ڇڏي واپس ويو، اتان مان، چاچا خضر حيات، ادا حسين گل، غلام سرور ميمڻ ۽ ادا ڊاڪٽر الطاف ميمڻ جيڪو اتي پڙهندو هو، سڀئي گڏجي ڪينٽ ريلوي اسٽيشن تي آياسون، ڏهہ محرم جو ڏينهن هو ريل گاڏي خالي هئي، پوءِ ڪچهريون ڪندا اچي رات جو راڻيپور اسٽيشن تي پهتاسون. سڀ ڀائر انتظار ۾ بيٺا هئا، ڏهہ محرم جي نسبت سان سادگي سان اچي گهر پهتاسون، ائين منهنجي حج جو سفر پورو ٿيو. مان هاٽي زوار سان گڏ حاجي بہ ٿي ويس. بابا، امان جي دعائن سان ۽ شادي ڏاڍي ڀاڳ واري ثابت ٿي ڇو جو بابا سائين پنهنجن هٿن سان ڪرائي هئي، گهر ۾ پهتس تہ منهنجي ڏيءَ آغا اريبا گل انهن 42 ڏينهن جي وڇوڙي سبب مون کي نہ پئي سڃاڻي، هفتي کن ڪانپوءِ اهستي آهستي سڃاتائين. پوءِ خير خيرات ڪري گهر ڀاتين ۽ دوستن کي سوکڙيون، آب زم زم، ڪجور ڏني. ائين پوءِ پنهنجي زندگيءَ جي وهنوار ۾ لڳي وياسين.

*****

# ڀاڱو/30

## ڪار وهنوار ڪائنات جا

انهيءَ پوئين دور ۾ ادا اعجاز شاهہ جيلاني جي شادي لاڙڪاڻي پير شهر مان ڪرائي آيا هيا سين. ادا نيڪ محمد شيخ، ادا بچل گلال، ادا علي گل راز مون سان جيپ تي گڏ هيا. ادا نيڪ محمد شيخ جي شادي بہ کهڙا شهر مان دوستن سان گڏجي ڪرائي آيا هياسون. ادا علي گل راز جي پٽن جي سنت ٺُهر ۾ مان، اعجاز علي شاهہ، ادا نيڪ محمد شيخ ۽ ادا محمد ايوب لاڙڪ هر ڪم ۾ اڳڀرا هياسون، ساري رات عاشق نظاماڻي راڳ بہ ڳايو هو، ان دوران ادا سهيل قاضي جي شادي جو بندوست بہ مون ڪيو هو، بهرحال خيرپور ضلعي ۾ هر هڪ دوست سان ڏک سک ۾ گڏ هياسون. جادو واهڻ واري چاچا نثار چامڙي سان بہ قرب جو رشتو هوندو هو، ادا نارائڻ سان بہ ملاقات ٿيندي هئي، اڳڙا ۾ سائين مهدي شاهہ ۽ چاچا شاهن تنيو سان بہ ملاقاتون ٿينديون هيون، بهرحال اهو وقت تمام سنو هو. مان پنهنجي ڊيوٽي جو پابند هوندوهيس. 2005ع واريون جون جولاءِ اسڪولن جون موڪلون ختم ٿيون، اسڪول وڃڻ جي تياري ۾ هيس تہ اسپتال مان ڪنهن طرفان پيغام آيو تہ اوهان کي پٽ جو اولاد ٿيو آهي، مان ڏاڍو خوش ٿيس، مون حج دوران جيڪا الله پاڪ جي بارگاهہ ۾ دعا گهري هئي، اها قبول پئي، پوءِ سٺي نموني پٽ جي ڇٽي ڪئي، ان جو نالو آغا شاهزيب گل ۽ آغا عاطف گل رکيم پر ڪجهہ مهينن کانپوءِ چاچا حاجي الله بخش چيو تہ شير گل، پٽ جو نالو آغا اريب گل رکو، ڏيءَ جو نالو آغا اريبا گل تہ پٽ جو نالو آغا اريب گل رکو پوءِ مان چاچا جي چوڻ مطابق نالو مٽايو، هاڻي ان جو نالو آغا اريب گل آهي. پوءِ اسڪول وارن استاد دوستن کي مٺائي بہ کارائي هئي، ان وقت هڪ بہ دفعا آغا اريبا گل کي بہ اسڪول



وٺي ويو هيس، بعد ۾ قبيلائي جهيڙن سبب سوپي ديري اسڪول مان گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول اينڊ ڪاليج ڪنب ۾ بدلي ڪرائي، اتي ان وقت پرنسيپال دين محمد مري هيو، سنو ماڻهو هو، استادن مان سر بشير احمد لوهراڻي، سر صادق تمراڻي، سر علي رضا تمراڻي، سر بهرام الدين جوڻيجو، سر حبيب الله پلهہ، سر علي نواز پلهہ ۽ ٻيا بہ استاد هيا، سڀ جا سڀ محبتي ماڻهو هيا، جن سان منهنجو ڀيريان ڪان ٿي تعلق هو، انهن خوش آمديد چئي ڪري سٺي عزت ڏني، اسان جون دعائون هر وقت انهن سان گڏ آهن. هوڏانهن وري سوپي ديري اسڪول وارن سٺي نموني سان الوداعي پارٽي ڪئي، جنهن لاءِ سندن هر وقت ٿورائتو آهيان. ڪنب اسڪول ۾ بہ سنو وقت گذرندو هو، ادا بشير لوهراڻي روزانو مون سان گڏ جيپ تي هلندو هو.

ان دور ۾ ادا حسين گل جا ڀيريان وارا ناظم جا چار سال مڪمل ٿي ويا هيا، وري ٻيهر بلدياتي اليڪشن ٿي رهيا هئا، ان وقت ادا حسين گل اليڪشن کان لنوائي ايبٽ آباد هليو ويو هو، ٻيرن مون مٿان زور رکيو تہ ڊاڪٽر حسين گل کي واپس گهراءِ وٺ، پر مون کين جواب ڏنو، چيم تہ مان نہ چوندس، بهرحال ان جو نمبر کين ڏنو، پوءِ الائي ڪيئن کيس راضي ڪري گهرايائون، پوءِ انهن سان گڏ سڀ ڀيريان وارا ساٿي فارم ڀرائي آيا. وري اليڪشن جو دور شروع ٿيو، ان وقت پيپلز پارٽي جي پليٽ فارم تي سائين عبدالقادر شاهہ جيلاني جو فرزند ۽ سائين معشوق علي شاهہ جن گڏ اليڪشن وڙهي رهيا هئا، هيڏانهن وري سائين ميران محي الدين جو فرزند ۽ ادا حسين گل وارا مسلم ليگ (ف) طرفان اليڪشن وڙهي رهيا هئا، زور شور سان اليڪش جي مهم هلندي هئي، ساڳيا دوست اسان سان گڏ هوندا هيا، اسان جو پاءُ سداگل بہ اسان جي مقابلي ۾ پيپلز پارٽي ۽ ادا مرحوم حاجي عبدالحڪيم سرڪي گڏ هو، هن اليڪشن ۾ چوٿيءَ جو مقابلو هو، مان ۽ سڀ پائر ادا سدا گل کان سواءِ ادا حسين گل سان گڏ هئاسين. بهرحال اها اليڪشن وڏي اڪثريت سان اسان پيپلز پارٽي وارن

کان کٽي، ٻارنهن ئي پولنگيون اسان کٽيون سين، پوءِ تہ خوشي جي انتها ٿي وئي. ان اليڪشن ۾ سائين صدرالدين شاهہ ادا حسين گل کي گهرائي شاباش ڏني هئي. اهڙي ريت يوسي راٽيپور جو ٻيهر ناظم فياض حسين شاهہ ۽ ادا حسين گل نائب ناظم ٿيا. ضلع اليڪشن ۾ پير صاحب پاڳاري جي آشيرواد سان ضلع ناظم پير نياز حسين شاهہ ٿيو، ان بلدياتي اليڪشن ۾ جن شهر وارن، دوستن، يارن، پيرن، فقيرن مدد ڪئي، انهن جا دل جي گهراين سان ٿورائتا آهيون. ٻئي پاسي مان وري سماجي ڪمن ۾ لڳي ويس. غير فعال ٿيل سگا راٽيپور شاخ کي دوستن جي مدد سان بحال ڪيو سين، ان سٺي ڪم ۾ ادا قربان ميمڻ اڳيان اڳيان هو، ادا مختيار حسين چنو بہ گڏ گڏ هو، ادا والي ڏنو، ادا منظور اڇڻ، ادا نانڪ رام، ياسين راڄپر، سر دين محمد ميمڻ، ادا غلام سرور ميمڻ، ادا طالب حسين پنيرو جن بہ ساٿاري هئا، ان کان سواءِ ٻيا بہ دوست هئا. ادا حسين گل سميت سڀني دوستن ساٿ ڏنو، پوءِ اسين ميران سائين پارڪ وٽ نياز حسين شاهہ کان اجازت وٺي اتي سگا آفيس ٺاهي، دوستن ۽ شهر وارن جي ساٿ سان تمام سٺو ڪم هلندو هو. ادا قربان ميمڻ جو تمام اهم ڪردار هوندو هو. سگا جي پليٽ فارم تان ڳوٺاڻن ۽ شهر وارن غريب ماڻهن کي هيپاٽائيٽس بي واريون سُيون بہ هڻايون هيون. ان سان گڏ ادا حسين گل جي معرفت ضلع ناظم ۽ دوستن جي مدد سان پئسا وٺي، ادا قربان ميمڻ ۽ مان حيدرآباد مان ميران محي الدين لائبريري لاءِ ڪتابن جا ٻورا ڀري وٺي آيا هياسون. ميران محي الدين پارڪ جو بہ خيال رکندا هئاسون. سگا جي اليڪشن ٿي تہ اسان الطاف اٿيم گروپ کي شڪست ڏني. اهڙي طرح نئين باڊي چونڊجي آئي، جنهن ۾ ادا مختيار چنو، ادي زاهده سولنگي، ادا والي ڏنو، ادا قربان ميمڻ ۽ مون (آغا شير گل) سميت ٻيا عهديدار شامل هئا. حلف برداري لاءِ سگا چيئرمين ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب آيو هو. ان جي هٿان حلف برداري ٿي، ان پروگرام ۾ معزز شهرين سان گڏ استاد، اديب، دانشور، سنڌي ادبي سنگت جا دوست ۽ صحافي شريڪ ٿيا. تمام



بهترين پروگرام ٿيو هو، بعد ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب ۽ منهنجو پيارو استاد پروفيسر غلام قادر ڦلپوٽو صاحب رات جو منهنجي گهر ترسيا هيا. مون انهن جي وڏي خدمت چاڪري ڪئي هئي، پوءِ صبح جو ناشتو ڪري واپس ڪراچي ويا هيا. هو آيا ۽ ويا باءِ ايئر هيا. ادا حسين گل ايئرپورٽ تان وٺي بہ آيو هُين تہ ڇڏي بہ آيو هُين. ادا مختيار چنو صاحب آفيس جو ڪم تمام سٺي نموني سان سر انجام ڏيندو هو. ان سان ٻنهن ٻيلي طور مان، ادا قربان ميمڻ ۽ ادا والي ڏنو صديقي سڀ کان اڳڀرا هياسون. بهرحال مٿان وري عام چونڊون اچي ويون، ان دوران پير فياض شاهہ يوسي راٽيپور جي ناظم شپ تان استعيفيٰ ڏئي ايم پي اي لاءِ فارم ڀرايو تہ ناظم جي چارج ادا حسين گل کي ملي وئي، تمام سٺي نموني سان ڪم ڪري رهيو هو، غريب غربن جو وڏو خيال ڪندو هو، ايستائين جو پنهنجي پگهار جي پئسن مان سلائي مشينون وٺي، غريبن کي ڏيندو هو. اليڪشن ۾ منهنجي ڊيوٽي بہ لڳي. هڪ ڏينهن اليڪشن جو سامان وٺون پيا تہ شام جو ستين بجي خبر پئي تہ بينظير صاحبہ شهيد ٿي وئي آهي. پوءِ تہ نفسا نفسي جو عالم هيو. سڀڪو پنهنجن گهر ڏانهن وريو. مان رستي تان جان بچائيندي گهر اچي پهتس. وچي اوطاق تي ٿي وي ڏسڻ ويٺس، اهي ٽئي ڏينهن ڏک ۾ ٻاهر نہ نڪتس. هوڏانهن ساري پاڪستان ۾ سرڪاري ملڪيتن کي باهيون ڏئي ساڙيو ويو هو، سنڌ ۾ تمام گهڻو نقصان ٿي چڪو هو، ڪن ماڻهن تہ لٽ مار بہ ڪئي هئي. هر ماڻهو ڏکايل هو، اليڪشن بہ پوئتي ڪئي وئي، مشرف جو دجالي دور هو. ان دؤر ۾ اسان سگا طرفان بينظير جي شهادت جي ڏک ۾ قرآن خواني بہ ڪرائي هئي، ان کي خراج عقيدت بہ پيش ڪيو هو. ادا زين سولنگي ۽ ادا وحيد سولنگي سميت سڀني دوستن حصو ورتو هو، سائين مرحوم استاد خادم حسين کي بہ سگا طرفان خراج عقيدت پيش ڪيو هو. پوءِ اليڪشن مان پنهنجي ڊيوٽي مٽائي بم ڊسپوزل ۾ ڊي سي آفيس خيرپور ۾ قاضي صاحب سان گڏ هٽائي هئي. جڏهن اليڪشن ٿي تہ پيپلز پارٽي ڪامياب ٿي، پير

فياض شاهہ هارايو هو. پوءِ آصف علي زرداري صدر ۽ يوسف رضا گيلاني وزير اعظم ٿي ويا. زرداري حڪومت 2009ع تي سئي گڏس مان لٿل سڀ ملازم بحال ڪيا، جن ۾ ادا فداگل بہ بحال ٿيو هو. ان وچين پيرڊ دوران 2006ع ۾ مان دبئي، عرب امارات گهمڻ لاءِ ادا فداگل ڏانهن ويو هيس، ويزا ادا لحاظ چامڙي موڪلي هئي، هن ادا فدا گل کي بہ ڪم واري ويزا وٺي ڏني هئي، اسان جو پيائرن جهڙو دوست آهي.

*****



# پاڱو/31

## گلزار گهڙيون پر روڳي رخ حالتن جا

دبئي واري ويزا ملڻ ڪانپوءِ گهران موڪلائي ادا بچل گلال وٽ گلشن حديد ڪراچي پهتس، پاسپورٽ ۽ ويزا ادا نثار سومري کي ڏنم، انهي دبئي جي ويزا تي وچڻ ۽ اچڻ جي ٽڪيٽ وٺي ڏني. مان سنگت کان موڪلائي ڪراچي ايئر پورٽ ڪراچي کان روانو ٿيس، دبئي ايئر پورٽ پهتس تہ اتي مونکي وٺڻ لاءِ ادا لحاظ چامڙو، ادا فدا گل ۽ سندس ڊرائيور رحيم يوسفزئي موجود هئا، اتان پوءِ ديرا دبئي ادا لحاظ چامڙي جي آفيس آياسين، ڪجهہ آرام ڪري ماني ڪائي شام جو جبيرا بيچ گهمياسون، پوپريون ڏسي ڏاڍو مزو آيو، اتان ادا لحاظ چامڙي شارجا جي فليٽ تي ڇڏيو، اتان رات جي ماني ڪائي، مان، ادا فداگل ۽ رحيم پٺاڻ سان شارجا زيد ڪالوني وياسين، اتي ادا مشتاق پنهيار مليو، ڏاڍو محبتي ماڻهو هو، ادا غلام مصطفيٰ نوناري سان بہ ملاقات ٿي، پرين پيارو ماڻهو آهي، ان جي هٿ جون ڏاڍيون پڪل مانيون ڪاڌيون سين. مان ادا فدا گل وارن وٽ زيد شارجا ۾ رهيل هيس. اتي زيد ۾ بہ دوستن جون دعوتون ڪاڌيون هيون الله پاڪ سڀني دوستن کي خوش ۽ آباد رکي، آمين. ادا فداگل وارا جڏهن رات جو ٽڪل ڪم تان ورندا هيا تہ گڏجي ماني ڪائي وري زيد جي مارڪيٽن جو بہ چڪر ڏيندا هياسون. ڪڏهن ڪڏهن ادا فداگل موڪل ڪري مون کي ادا لحاظ چامڙي جي آفيس وٺي ويندو هو اتي ديرا دبئي ۽ پرپاسي ادا لحاظ ۽ سنگت سان گڏجي خوب گهميا هئاسون. تمام خوبصورت نظارا ڏٺا هئا، جيڪي اڄ بہ دل تي چٽيل آهن. هڪ ڏينهن ادا لحاظ چامڙي پنهنجي ڊرائيور فدا علي پٺاڻ کي گاڏي ڏني تہ ادا آغا شيرگل کي گهمائي اچو. مان، ادا فداگل، ادا مصطفيٰ نوناري، ادا مشتاق پنهيار ڊرائيور سان گڏجي

شارجا زيد کان سڌو نظارا ڏسندا وڃي رياست 'راس الخيمہ' (Ras Al_Khaimah) پهتاسون، اتان جي سامونڊي بيچ تي وڃي خوب انجواءِ ڪيوسين، پوءِ کان خرفان (Khirfan) بندر گاهہ جو نظارو ڏٺوسين، اتي بہ سهڻيون پوپريون ڏسي دل کي وندرايوسين. رياست فجيره جي بيچ جا نظارا ڪياسون، اتان ٿيندا مسجد علي جو ديدار ڪيوسين ۽ مغرب جي نماز پڙهي. رات جو نائين بجي ڌاري رياست اُم الڪائيوائن (Umm al_Qaiwain) وياسين، سمنڊ جو ٽنل پار ڪري شهر گهميو سين ۽ واپسي تي پوءِ کان بادشاهہ جي خوبصورت محل جو نظارو بہ ڪيوسين. رات جي ماني رستي ۾ کاڌي، رياست عجمان جو ديدار ڪندا اچي رات جو ٻارهين بجي پنهنجي جڳهہ شارجا زيد پهتاسون. ٻئي ڏينهن ادا لحاظ چاﻣڙي سان گڏ ادا فداگل جي ڪم واري هنڌ بہ ويا هياسين. ادا لحاظ چاﻣڙي سان شارجا رياست جا ماڳ مڪان گهمياسون، اتي سفير مال بہ ڏٺوسون، ڏاڍو لطف اندوز ٿياسون، پوءِ وري دبئي رياست جا خوب صورت مال دبئي مال، ابن البطوطہ مال، ستي مال ۽ برج خليفہ سميت سموري نيو دبئي جا ديدار ڪياسون ان سان گڏ پيون بہ ڪوڙ ساريون ڏسڻ وارين جايون هيون جن جا نالا هاڻي وسري ويا آهن. دبئي جي پراڻي مڇي مارڪيٽ ۽ پراڻي ڊڪ بازار بہ ڏٺي، جتي پراڻي وقت ۾ چاچا الله بخش ۽ ادا محمد مراد جن مزدوري ڪندا هئا. ٻن ڏينهن ڪانپوءِ مان، ادا لحاظ چاﻣڙو، ادا فداگل، ادا مشتاق پنهيار ۽ ادا مصطفيٰ نوناري ابو ظهبي گهمڻ وياسون. سڌو سنئون وڃي مرينہ مال ڏٺوسون ڏاڍو مزو آيو، پوپريون بہ خوبصورت هيون، اتان انجواءِ ڪندي پوءِ اچي مسجد شيخ زيد بن سلطان النهيان جو ديدار ڪيو، سلطان جي قبر تي بہ قل پڙهياسون. بهرحال مسجد ڏاڍي خوب صورت ٺهيل هئي، اتي ٿورو وقت ساهہ پٽيو. ان ڪانپوءِ ادا لحاظ هوٽل تي ماني کارائي. اهڙيءَ ريت سموريون رياستون گهميون. جن کي گڏي ڪري عرب امارات چوندا آهن، سيني رياستن جو گڏيل سڪو درهم آهي. دبئي گهمي ڦري پوءِ ادا فداگل کي ساڻ وٺي واپس



ٿياسين. ڪراچي ايئر پورٽ پهچي، ٽيڪسي وسيلي سهراب ڳوٺ ڪراچي آياسين، اتان بس تي چڙهي رات جو ٻہ بجي راڻيپور پنهنجي گهر پهتاسون.

اڳ ذڪر ڪري چڪو آهيان تہ جڏهن پيپلزپارٽي جي حڪومت آئي تہ ان برطرف سيئي سوئي گيس ملازم بحال ڪيا هئا. پوءِ ادا فداگل بہ 2009 ۾ بحال ٿي ويو هو، ان گمبٽ ۾ ڊيوٽي جوائن ڪئي، ادا پرويز گل پهرياں ئي راڻيپور ۾ ڊيوٽي ڪندو هو ۽ مان بہ پنهنجي ڊيوٽي ڪنب اسڪول ۾ ڪندو هيس، اتي ادا غلا م سرور ميمڻ وارا بہ ملڻ ايندا هئا، گهڻو وقت منهنجو انهن سان ئي گذرندو هو. ادا حسين گل ناظم جي عهدي سان گڏو گڏ پنهنجي اسپتال بہ هلائيندو هو. تمام سٺو وقت گذرندو هيو. سيئي دوست گڏجي ڪڏهن سگا آفيس تہ ڪڏهن ميران محي الدين لائبريري ويندا هياسين. جڏهن ادا غلام سرور ميمڻ صاحب وٽ ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب آيو هو اتي اسڪول ۾ سگا طرفان پروگرام ڪرايو هو. هڪ ڀيري منهنجي اوطاق تي شفيع فقير سان ساري رات روح رهاڻ ٿي هئي ۽ مظهر اسڪول ۾ سوڊو فقير بہ ڳائي ويو هو، ڪڏهن ڪڏهن نظر فقير لاڪو سان بہ روح رهاڻيون ٿينديون هيون. اڪثر مان، ادا سرور ميمڻ، ادا حسين گل، ادا قربان ميمڻ، ادا وحيد سولنگي، لالا حڪيم رفتہ سومرو، ادا طالب حسين پنيرو ۽ ادا مجيد ملاح جا مارواڙيءَ زبان ۾ لاڪي فقير جي شاعري ڳيڙٻ ڳيڙو تان سکيرو بہ ڏاڍي ٻڌي سون، اتي بہ لاڪي فقير جا ڪلام ٻڌي ڏاڍو لطف اندوز ٿيندا هياسون، ادا سرور ميمڻ جي شادي جي لاءِ سائين قربان ميمڻ سان گڏجي لاڙڪاڻي بہ ويا هئاسون، ادا سرور ان ڏينهن پنهنجي ٿيندڙ ڪنوار جو ديدار ڪري ڏاڍو خوش هو انهيءَ خوشي جو اظهار مون سان پڻ ڪيو هيائين. بهرحال ڪجهہ وقت ڪانپوءِ شادي بہ ڪري آيو هو، اهڙيءَ ريت ادا ڊاڪٽر الطاف حسين ميمڻ جي شادي بہ سيئارجا مان پتا فيملي مان ڪرائي هئي، گهڻو وقت مان سگا آفيس ۾ ادا سرور ميمڻ وٽ هوندوهيس، ان وقت ادا سرور ميمڻ جي

اسڪول جو ڪم سر قربان ميمڻ صاحب جي نگرانيءَ ۾تيزي سان هلندڙ
هو، مان بہ رات جو گهڻو وقت اسڪول جي ڇت پرائي تائين انهن سان گڏ
هوندو هيس، هلندڙ ڪم دوران سائين قربان علي ميمڻ صاحب جو اسان
کان وڇوڙو ٿي ويو، الله سائين سندس درجات بلند فرمائي، آمين ثم آمين.
پوءِ اسين سڀ دوست تدفين کان ٽيجهي تائين ادا سرور ۽ ان جي پائرن
سان ڏک ۾ شريڪ رهياسون. ادا آخر انسان فنا آهي، اسان کان هڪ سني
انسان، سني تعليمدان ۽ شفيق انسان جو وڇوڙو اڃان تائين نہ وسريو
آهي، پوءِ سمورو بار ادا سرور ميمڻ ۽ ان جي پائرن تي اچي ويو، جيڪي
تمام سني انداز سان سائين قربان علي ميمڻ جي ڇڏيل عظيم مقصد جي
پورائي لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. اسان جون دعائون انهن سان گڏ آهن.
منهنجي پنهنجي اولاد ڌيءَ آغا اريبا گل ۽ پٽ آغا اريب گل بہ هن اداري
مان ئي پڙهيا هئا، پائيتا بہ هن اداري مان پڙهيا آهن.

ادا حسين گل جي سالن جون شاديون بہ ڪرايون هيون، ڇچ ايبٽ
آباد مان آئي هئي، بعد ۾ پائٽن ۽ پاٽيجن جون بہ شاديون ڪرايون. ان وقت
آصف رضا، عمران سرڪي ۽ ادا غازي خان عباسي جي پٽ، ادا خدا بخش
وساڻ جي پٽ، ادا عبدالعزيز وساڻ جي پاءُ ۽ ان جي پٽ گلبهار وساڻ کي بہ
ادا ضرار جان پناڻ جي مهربانيءَ سان بيورو آف اسٽيٽسٽڪس ۾ پارهين
اسڪيل ۾ نوڪري ڏياري، جيڪي ٻن سالن کان پوءِ 16 اسڪيل ۾ اچي
ويا. اها بيورو آف اسٽيٽسٽڪس بعد ۾ پاپوليشن سينسس ۾ ضم ٿي وئي.
سيني کي بغير پيسن جي نوڪري ڏياري، فقط رڳو آفيسرن کي سو ڪڙيون
پاڪڙيون ڏنيون هيون، سني ڪم جو اجورو الله سائين ڏيندو آهي، انسان
ڪجهہ بہ ڏئي نہ سگهندو، اميد صرف الله پاڪ ۾ رکڻ گهرجي. پوءِ وري
سال 2009ع ۾ ادا حسين گل کي ناظم جي چارج ملي هئي، انهي دوران
ادا ايبٽ آباد جون، جولاءِ جي موڪلن ۾ فيمليءَ سان گڏ ويل هو، هيڏانهن
وري اسان جي مائٽن جو پاڻ ۾ جهيڙو ٿي پيو، جنهن جي نتيجي ”هڪ قتل
۽ هڪ زخمي ٿي پيو. مان ان جنازي ۾ شامل هيس، باقي ڪا بہ سرڪي



برادري نہ هئي. اتي خبر پئي تہ جهيڙي ۾ ادا حسين گل جو بہ نالو ڏنئي
رهيا آهن، تہ ان چُرچ ڪرائي آهي، ان ۾ سياسي ذرين جو هٿ هو. بهرحال
پوءِ بہ مان رسڪ ڪٽي انهن جي تڏي تي ويس، انهن کي سمجهايو پر هو نہ
سمجهيا، اسان جون تہ انهن سان بہ همدرديون هيون نہ سمجهن اها انهن
جي مرضي، دلين جو مالڪ منهنجو رب پاڪ آهي هر ڪنهن جو پنهنجو
حساب ڪتاب ٿيندو، الله پاڪ اتي فيصلو حق سچ ظاهر ڪندو، بندا پوءِ
اتي ڪهڙو جواب ڏيندين. بهرحال مان واپس گهر بي ڌڙڪ ٿي آيس، چو
ڊچان گنهگار اسين نہ هياسون، پر احتياط ڪندي پنهنجو ڪم ڪار جاري
رکيوسين. پوليس جاچ پڙتال ڪري ڪيس ڪوڙو ڪري ڇڏيو، الله پاڪ
اسان سيني کي سچ ڳولهڻ جي هدايت ڏئي. اڳتي هلي خير ٿي ويو. وري
ڪجهہ وقت ڪانپوءِ جهيڙا شروع ٿي ويا، ان وقت اسان پنهنجو دڪان
ڪرايي تي ڏئي ڇڏيو هو، ان دوران وري شاهاڻي برادري جو چڱو مڙس
قتل ٿيو هو، پوءِ تہ پڪ ٿي وئي تہ وري جهيڙا وڌندا. هڪ ڏينهن صبح جو
گهر ستو پيو هيس تہ ادا حسين گل مون وٽ آيو، چيائين تہ هلو ڪراچي
هلون، مان چپ ٿي ويس، ادا کي ڇيم تيار ٿيو. پوءِ ادا حسين گل، ادا
سرور ميمڻ کي ڪال ڪري چيو تہ ڪا ويگن ڪرائي ڏيو، وري خيال آيو تہ
پنهنجي ڪار ۾ وڃون ٿا، پوءِ ادا سرور ميمڻ کي چيو ادا ويگن نہ ڪرايو،
اسان پنهنجي ڪار ۾ وڃون ٿا، ڪار ۾ مان ادا پرويز گل، ادا حسين گل ۽
ان جي گهر واري سميت اتان گڏ نڪتاسون. نبي پاڪ جي سنت مطابق
راٽيپور رياست مان ڪراچي لاءِ هجرت ڪئي، اهو 27 اپريل 2010ع جو
ڏينهن هو.

*****

# هجرت

جڏهن ڪراچي ڏانهن هجرت لاءِ نڪتاسون تہ مون پهريان ئي ادا بچل گلال سان ڳالهائي ڇڏيو هو، ان چيو تہ اسان جي جڳهہ خالي آهي، مان سمورو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. راڻيپور مان نڪري جڏهن حيدرآباد پهتاسون تہ ادا حسين گل چيو تہ غلام قادر ۽ ادا عتيق الرحمن سرڪي وٽ هلون ٿا، پوءِ انهن سان ملياسون، مون کي ۽ ادا پرويز گل کي مزو نہ آيو، ادا حسين گل جو موڊ هو تہ حيدر آباد رهون، اسان ڪيس چيو تنهنجي مرضي پاڻ تہ ڪراچي جي صلاح ڪري نڪتا هئاسون، جي تون هت رهين تہ تو تہ تنهنجي مرضي، اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي، اسان واپس راڻيپور وڃون ٿا.

پوءِ ادا حسين گل ڳالهہ کي سمجهي، ڪجهہ منٽ چپ ٿي ويو، بعد ۾ چيائين جيڪا اوهان جي مرضي. پوءِ اسين حيدر آباد مان ادا عتيق الرحمان سرڪي وارن کان موڪلائي، گلشن حديد ڪراچي ادا بچل گلال واري جڳهہ فيز ٿو پهتاسون. ادا بچل گلال اڳيئي سمورو بندوبست ڪري ڇڏيو هو. ادا نثار حسين سومرو بہ ان سان گڏ هو. ان جي ڊيڪوريشن جي دڪان تان گلم غاليچا ۽ ڪجهہ سامان بہ کڻي آيا هئا، پوءِ اتي رات جو رهي پياسون. پنهنجي گهر جهڙو ماحول لڳي پيو، صبح جو اٿي، ادا بچل، ادا نثار سومرو ۽ غلام سرور اڄڻ صاحب سان ۽ ڪجهہ ٻين دوستن سان بہ ادا حسين گل کي ملايوسين، منهنجا تہ پهريان کان ئي واقف هئا، ادا حسين گل ۽ ادا پرويز گل کي اتي ڏاڍو مزو آيو، چوڻ لڳا تہ سٺو ٿيو، اسين ڪراچي گلشن حديد آياسون، پوءِ اتي رهي ڪري وري ٻيءَ جڳهہ جي بہ ڳولا ڪئي سون. هوڏانهن راڻيپور ۾ هلندڙجهيڙا عروج تي هئا، ادا حسين گل جي پٽ، ادا



سداگل جي پٽ شهزاد گل ۽ وسيم گل جا امتحان بہ هلندڙ هئا، پوءِ ادا حسين گل فون ڪري سائين معشوق علي شاهہ کي چيو تہ اسان جي ٻچڙن جا امتحان آهن، اوهان مدد ڪيو، سائين معشوق علي شاهہ پنهنجي جيپ ڊرائيور کي ڏئي، ڪجهہ نوڪرن کي هٿيار ساڻ ڏئي چيائون تہ جيستائين امتحان هلن اوهان انهن ٻچڙن کي امتحان ڏياريندا. سندن مهرباني سان ٻارن جا امتحان بہ ٿي ويا. اهو احسان سائين معشوق شاهہ جو هر وقت ياد آهي. سياسي مخالفت هوندي بہ ان مدد ڪئي ۽ جن پيرن سڳورن سان سياست ۾ گڏ هياسون، انهن تہ ان وقت ۾ فون ڪري بہ نہ پڇيو هو، بهرحال هر ڪنهن جون چڱايون، سڻايون ياد آهن، ان ڪانپوءِ جڳهہ بہ ڪرائي تي ملي وئي هئي، ادا فداگل وارن کي فون ڪري چيو تہ اوهان سڀ ڀاتي اچو ۽ سامان بہ ٽرڪ وسيلي موڪليو، باقي منهنجا ٻار اتي هجن مان بعد ۾ انهن کي گهرائيندس، پوءِ سامان ٽرڪ تي ادا سداگل ۽ سائين معشوق علي شاهہ پنهنجا نوڪر بہ هٿيارن سميت موڪليا هيا، جن سامان رکڻ ۾ مدد بہ ڪرائي هئي، باقي اسان وارن پيرن تہ پڇيو ئي ڪونہ تہ ڪيڏانهن ٿا وڃون. جڏهن سمورو سامان ٽرڪ تي چڙهي ويو تہ پوءِ ٽرڪ سان سائينءَ جا نوڪر بہ گڏ هيا، هنگورجا ڪراس ڪرائي واپس ويا هئا. سائين معشوق علي جيلاني جا قرب اسان جون دعائون هر وقت ان سان گڏ آهن، جتي بہ هجو سدائين خوش ۽ آباد هجو،آمين.

بهرحال سامان ۽ سموري فيملي راڻيپور کان ڪراچي گلشن حديد پهچي ويا، اتي ادا علي گل ۽ سدا گل وڃي فيملي سميت ڏار رهيا، آخر ۾ مان ادا سهيل احمد کي چيم تہ اوهان منهنجي فيملي کي ساڻ ڪري وٺي اچو، پوءِ اهي ڪوچ تي چڙهي آيا. مان انهن کي ڪانوڙ پل وٺان پنهنجي گاڏي تي گلشن حديد وٺي آيس. مان اتي ئي ادا بچل گلال واري جڳهہ ۾ ڪرايي تي رهيس ۽ ادا حسين گل وارن کي ٻي جڳهہ ۾ رهايو.

پوءِ پنهنجا ٻار اسڪول ۾ داخل ڪراياسون، نسيم گل ۽ سرفراز گل کي اڄڻ صاحب جي معرفت ڪوئين وڪٽوريہ ماڊل اسڪول ۾ داخل

ڪرايو، امتياز علي صديقي صاحب وٽ فيز ون ۾ ۽ مان پنهنجا ٻار ۽ ڀائيٽا
روشن تارا اسڪول فيز ٿو ۾ داخل ڪرايا.

2010ع ڪراچي ۾ ڏاڍيون برساتون پيون هيون، ان ڪري موسم تمام سٺي هئي، اتي عتيق الرحمان ۽ ادا بشير صاحب سرڪي به ملڻ آيا هيا، اسان جو گهڻو وقت ادا بچل گلال ۽ ادا نثار سومرو وٽ گذرندو هو. اتي سائين اڄڻ صاحب ۽ سهيل احمد سومرو سان به ڪچهريون ٿينديون هيون، اتي به خير خيرات ڪئي هئي، ڪجهه دوست ۽ مائٽ به هيا، اتي ادا الله ڏنو سرڪي ۽ ادا مرحوم خان سان به ملاقاتيون ٿينديون هيون. بهرحال سٺو وقت گذري رهيو هو مٿان جون جولاءِ جون به موڪليون ٿي ويون، مان پنهنجي بدلي ڪرائڻ ۾ لڳي ويس، ادا پرويز گل جي ته ادا فدا گل هفتي کن ۾ بدلي ڪرائي ڇڏي، ان ڪراچي هيڊ آفيس جوائن ڪيو، ادا فدا گل پنهنجي بدلي اڳتي هلي ڪري گهارو ٺٽو ۾ ڪرائي هئي، مان وري ادا غلام شبير قلپوٽو جي ڪوشش سان درساڻو چنو ڪرائي هئي، نومبر مهيني 2010ع ۾ گورنمينٽ بوائز هائر سيڪنڊري اسڪول ۽ ڪاليج احمد دائود درسانو چنو گڏاپ ٽائون ملير ڪراچي ۾ ان بدلي دوران ادا فاروق احمد پاڳت به ڪڏهن ڪڏهن ساڻ هوندو هو. ادا فاروق کي جس آهي جو خيرپور مان بدليءَ جا سارا ڪاغذات انهيءَ پورا ڪرائي ڏنا هئا، ان جا به مون مٿان احسان آهن، مون وٽ گلشن حديد به ايندو هو، اسان جون دعائون به هر وقت ان سان ساڻ آهن، قصو ته بدلي ڪرائڻ جو وڏو آهي پر مختصر انداز ۾ بيان ڪريان ٿو، ان دوران ادا حسين گل ان جي گهر واري ۽ پيڻ به عمري تي ويا هيا، انهن کي رب پاڪ پنهنجي گهر جو ديدار به ڪرايو، مديني پاڪ جي زيارت به نصيب ٿين اسان سڀني لاءِ هجرت سٺي ثابت ٿي. مديني ۾ ادا فيروز گل رهندو هو، ان هنن کي ساريون زيارتون پنهنجي گاڏيءَ تي ڪرايون ۽ عمرو به ڪرايو.

ادا حسين گل عمرو ڪري واپس موٽي آيو، خير خيرات به ڪئي سين، ڪجهه وقت ڪانپوءِ ادا حسين گل کي بخار نه ڇڏي رهيو هو تقريبن



مهينو کن بخار هليو، آغا خان اسپتال مان علاج ڪرايوسين ته ٺيڪ ٿي ويو. ان دوران ادا ڊاڪٽر شفيع محمد وساڻ، ادا حسين گل وٽ آيو، پاڻ ۾ ڪچهري ڪيائون، ان جي معرفت پي پي ايڇ آءِ هيلٿ ۾ نوڪري ملي ويس. ڊاڀيجي ٺٽو ۾ تمام سٺي نموني نوڪري ڪيائون. ساري ٺٽي ضلعي ۾ خوبصورت اسپتال ادا حسين گل جي هئي، اڄڻ صاحب جي محنتن سان وڏا گل ٻوٽا لڳل هيا، غلام سرور اڄڻ صاحب به يارن جو يار هو، اتي تقريبن ادا حسين گل پنج، ڇهه سال نوڪري ڪئي، ان وقت مان پيڻ سان گڏ ايبٽ آباد ويو هيس، مامي جي طبيعت به ٺيڪ نه هئي، اتان ٿيندو وري پيڻ کي عمران حسين وٽ وانا وزيرستان ڇڏڻو هو، ان وقت عمران جي پوسٽنگ وانا ۾ هئي، ايبٽ آباد وڃي ماميءَ سان اسپتال ملياسون. اسان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿي، پوءِ گهر موٽي آيس. ايبٽ آباد رات جو ماما وڏي سان ڪجهه اٽبٽت ٿي پوءِ عمران سان ڳالهه ٻولهه ٿي، ان چيو توهان (ماما سائين) پشاور اچو مان سارو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي، پوءِ مان پنهنجي ننڍي پيڻ کان موڪلائي، پنهنجي وڏي پيڻ کي ساڻ ڪنيو. رات جو ڏهين بجي ادا ساجد ۽ ادا واجد اسان کي پشاور واري وين تي ويهاريو، اسان کان موڪلائي گهر واپس ويو، اسان تقريبن هڪ بجي پشاور پهتاسون. عمران سان رابطو هيو، پوءِ پشاور ويگن اسٽاپ تان فوجي گاڏي تي ويهي، فوج جي ريسٽ هائوس ۾ آرام ڪيوسين. صبح جو ناشتو ڪري اسان کي فوجي گاڏي ۾ ويهاري ايئرپورٽ پشاور وٺي آيا، ڪاغذات ڏسي ننڍي فوجي جهاز Y_12 تي چڙهي ڪلاڪ جو سفر ڪري شام جو پنجين بجي ڏاري وانا پهتاسون. اتي عمران حسين ۽ ان جو دوست انتظار ۾ بيٺا هئا، انهن سان گاڏي ۾ ويهي عمران حسين جي بنگلي چانوٽي وانا ۾ پهتاسون،اتي رات جي ماني کائي آرام ڪيو سين.

*****

# ٽياسين پُرامید، وسايوسين گلشن حديد

جڏهن مان وانا پهتس ته ٻئي ڏينهن چانوٽيءَ جي اسپتال عمران حسين سان ويس، بهترين انتظام هو. عمران پنهنجن دوستن سان ملايو، انهن سان ملي ڪري ڏاڍي خوشي ٿي، فوجين جي پاڻ ۾ وڏي محبت هوندي آهي، وانا چانوٽيءَ ۾ اندر ڏاڍو گهمندو هيس، شام جو واڪ به ڪندوهيس، هر هفتي تي فيملي پروگرام ڪاڻ جو به هوندو هو، ان ۾ به حصو وٺندوهيس، اتي عمران حسين پنهنجن دوستن سان به تعارف ڪرايو هو، ڪڏهن ڪڏهن فوجي ڪانواءِ سان گڏ عمران سان گڏجي وانا وزيرستان جا پهاڙي نظارا به ڪندا هئاسون برسات روزانو پوندي هئي، جولاءِ ۾ به ڏاڍي ٿڌ هوندي هئي، جڏهن برسات پوندي هئي ته نديون پاڻي سان ڀرجي وينديون هيون، اسان گاڏيون پار نه ڪندا هياسون ته متان لڙهي نه وڃن، جڏهن پاڻي هلڪو ٿيندو هو، برسات رڪجندي هئي پوءِ گاڏيون پار ڪندا هياسون، بهرحال افغانستان جو انگور اڏو، باڊر ويجهو هو، ان تائين گهمندا هياسون، اتي هر پهاڙ تي وڏا مورچا ٺهيل هوندا هئا، ننڍيون فوجي ڇاوڻيون به ٺهيل هونديون هيون، زخمي ٿيندڙ فوجين لاءِ اسپتالون به ٺهيل هونديون هيون، گهمڻ ۾ ڏاڍو مزو آيو، جڻ مان به فوج جو حصو هيس، اتي وڏا وڏا ڪوٽ گهرن ڪي هئا، جيڪي بمباري ۾ تباهه ٿي چڪا هئا، اتي به ذاتيون وڏي تعداد ۾ رهنديون هيون هڪ محسود ۽ ٻي وزير اهي ٻئي پاڻ ۾ وڙهيل هوندا هئا، محسود قبيلو جنگجو طالبان هئا ۽ وزير وري پئسن تي محسود قبيلي وارن کي مارائڻ لاءِ فوج جي مخبري ڪندا هئا، انهيءَ ڪري انهن جي پاڻ ۾ دشمني رهندي هئي، بهرحال فوج، فوج آهي. آخر ڪار ساري وانا وزيرستان تي ڪنٽرول ڪري



ڇڏيو هو، پوءِ به هر وقت فوج خبردار رهندي هئي، عمران حسين سان وانا به خوب گهيم پر فوج سان گڏجي، اتي ئي رهان پيو ته اچانڪ خبر ٿي وئي تي آئي ته بلو ايئر لائين جهاز اسلام آباد ويجهو مارگلا پهاڙين ۾ ڪري پيو آهي، خبر پئي ته منهنجو سنڌو عبدالغني سهرياڻي به ان حادثي ۾ شهيد ٿي ويو آهي، جيڪو ان وقت نواز مسلم ليگ ڪنڊڪوٽ ضلع جو صدر به هو، پوءِ مان گهران جاچ ڪيم ته انهن چيو اها خبر درست آهي. ادا عبدالغني جي مون سان سنئي لڳندي هئي، پوءِ مان گهر ياتين کي چيم ته اوهان ادا پرويز گل سان گڏجي پنهنجي پيڻ ڏانهن بدرڪمرشل ڊفينس ڏانهن وڃو، پوءِ اهي اتان ٿي آيا جيڪا الله جي مرضي رب جي رضا ۾ راضي رهڻو آهي. مان تقريبن ويهه ڏينهن اتي رهيس، عمران کي چيم هاڻي مان ڪراچي وڃان، ان وقت موسم ڏاڍي خراب هئي، ان چيو جهاز جي ته خبر نه آهي، باقي اسان جي فوجي ڪانواءِ ٽانڪ شهر ڏانهن وڃي رهي آهي، مان چيو مانس ته انهن سان وڃان ٿو باءِ روڊ جو مزو وٺندو ٿو وڃان. پوءِ ان سارو بندوبست ڪري ڇڏيو، ان جو دوست به هيو جيڪو ملتان وڃڻو هو، پوءِ ٻئي ڏينهن مان پيڻ ۽ عمران کان موڪلائي، صبح جو نائين بجي ڏاري فوج جي ڪانواءِ سان گڏ وانا کان ٽانڪ ڏانهن روانا ٿياسون. رستي ۾ ڏاڍا پهاڙي نظارا ڪندا اچي ٽانڪ نڪتاسون. تقريبن رات جو اٺين بجي، مونکي ۽ عمران واري دوست کي ٽانڪ مان فوجي گاڏي ڊيره اسماعيل خان بسن جي اڏي تي ڇڏي وئي، پوءِ اتان اسان ڊائيوو بس تي چڙهي رات جو هڪ بجي ڏاري ملتان پهتاسون. عمران جو دوست اتان گهر ويو، مان وري ملتان مان ڊائيوو بس تي چڙهي نائين بجي صبح جو سکر پهتس، اتان پوءِ راٽيپور گهر ويس، ٻئي ڏينهن اسڪول ڪنب ويس اتي استادن سان مليس، ان وقت ڪراچي کان ادا غلام شبير قلپوٽو چيو ادا شير گل ڪٿي آهين؟ مون چيو ته راٽيپور ۾، ته چيائين واپس اچو مان اوهان جو بدليءَ جو آرڊر ڪراچي ڪرائي ڇڏيو آهي اهو ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿي، پوءِ مان ڪراچي لاءِ روانو ٿيس.

ڪراچي پهچي بدلي واري آرڊر جي حوالي سان ادا شبير قلپوٽو سان مليو هيم. گلشن حديد گهر پاتين سان ملي ڪين حال احوال ڏنو، ان وقت ساري پاڪستان ۾ برساتون ڏاڍيون پيون هيون، انهيءَ ڪري سنڌ ۾ تمام وڏي ٻوڏ آئي هئي. سنڌي عوام ٻوڏ دوران ڏاڍو پريشان هو، ڪيترن ماڻهن جا گهر گهاٽ ۽ فصل ٻوڏ جي پاڻي ۾ تباهه ٿي چڪا هئا، ماڻهن ۾ وڏي لڏ پلاڻ شروع ٿي وئي هئي، ماڻهن جو ايترو ته نقصان ٿيو هو جو، ڪيترائي ماڻهو خيرات وٺڻ تي مجبور هيا، ڪيترن ئي ماڻهن ته ڪراچي جو رخ ڪيو هو، ان دوران اسڪول مئي کان آگسٽ تائين بند رهيا هئا، اتي ٻوڏ ستايل ماڻهن ۽ انهن جو مال متاع رکيو ويو هو، ساري سنڌ ۾ نفسا نفسي هئي، انهن ماڻهن جون تڪليفون ڏسي، اسان کان پنهنجون تڪليفون وسري ويون، الله سائين جا پنهنجي مٿان ته گهڻا احسان هيا، جو ڪنهن آڏو محتاج نه ڪيو هيائين. اهڙي طرح وقت گذري رهيو هو، اسان وٽ ان دور ۾ ڪجهه دوست ۽ عزيز ملڻ آيا هئا، جن ۾ ادا غلام سرور ميمڻ ادا نانڪ رام، ادا الطاف ميمڻ، ادا قربان ميمڻ، جنهن سامان موڪلڻ ۾ اسان جي وڏي مدد ڪئي هئي، ادا الطاف سومرو، ادا استاد شاهنواز ملاح، ادا طالب حسين، ادا استاد ڪوثر خاڪي، ادا فاروق احمد پاڳت ۽ ٻيا شامل آهن، چاچا خضر حيات، ادا ملان قلندر بخش چامڙو به آيا هئا، عزيزن مان ادا عتيق الرحمان، ادا بشير صاحب جن به آيا هئا، ادا حاجي علي ڏنو گهانگهرو به ٻارن سميت ايندو ويندو هو. الله پاڪ ان کي سدا آباد رکي، ان ڏکئي وقت ۾ به هن ساٿ ڏنو هو، ادا محڪم الدين، حاجي رستم، سائين مهدي شاهه، ادا امداد حسين ۽ ٻيا به هئا. ڪيترن دوستن ته انهيءَ ڏکئي وقت ۾ وساري ڇڏيو هو، ڪنهن ڪنهن کي ميارون ڏيون، جيڪو به ايندو هو اسان جي اوطاق جا دروازا اڄان ائين سڀني دوستن ۽ مٽن مائٽن لاءِ کليل رهندا آهن، الله سائين جي ڪرم سان پوءِ اسين گلشن حديد فيز ٽو ۾ ادا بچل گلال ۽ ادا نثارسومرو جي معرفت مارڪيٽ ۽ ان جي مٿان ٺهيل جڳهه خريد ڪئي، ان وقت ادا سدا گل ۽ ادا



فداگل اسان کي ڇڏي واپس راٺيپور آيا هئا، پوءِ وري ادا فيروز گل جي چوڻ تي ٽن چئن مهينن کانپوءِ ادا فدا گل وري واپس آيو هو، اهي تڪليفون به ياد اٿم، پر ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ نٿا چاهيون، وقت گذرندو ويو، مان پنهنجي ڊيوٽي تي اسڪول ۾ لڳي ويس. ادا حسين گل پنهنجي ڊيوٽي، ادا پرويز گل ۽ ادا فدا گل پنهنجي ڊيوٽيءَ سان ۽ ادا فيرو ز گل وري سعودي عرب ۾ ڪمائيندو هيو. اسان راٺيپور ڪجهه ملڪيت وڪٽي، گلشن حديد ۾ مارڪيٽ کانپوءِ فيز ون ۾ جڳهه ورتي، ادا حسين گل وارا 2011 ۾ پنهنجي جڳهه ۾ شفٽ ٿي ويا، مان وري ادا بچل گلال واري جڳهه ڇڏي فيز ون ۾ ادا منير شر جي معرفت ٻي جڳهه ڪرايي تي ورتي، ان جڳهه ۾ مهينو ڪن مس رهيم، ته ادا حسين گل وارا مون کي به پنهنجي جڳهه فيز ون وٺي ويا، ڪجهه وقت گذرڻ کانپوءِ وري ٻي جڳهه فيز ون ۾ ورتي، وري انهيءَ دوران فيز ون ۾ مارڪيٽ به ورتي، اهي سڀ سودا بنا ڪميشن جي ادا حاجي اظهر پائي جان ڪرايا هيا، الله پاڪ کيس آباد رکي آمين. ان کانسواءِ پلاٽ به جام ورتا هئا، ان دوران اسان راٺيپور کان به وڌيڪ گلشن حديد ۾ خوش هياسون، پوءِ وري دوستن ۽ عزيزن کي ياد اچي وياسون. ادا ايترو چوان ته الله کان سواءِ ڪريي جو ڪو به نه آهي. هڪ ڳالهه جيڪا وسري وئي هئي ته جڏهن اسان ڪراچي هجرت ڪئي هئي ان کان پهريائين پاڙي وارن ۽ مٽن مائٽن جي مدد سان ڇتن شاهه وارو دڳ به ادا حسين گل ۽ پائرن جي مدد سان ٺهرايو هو، اهو رستي وٺڻ وارو به وڏو قصو آهي، ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ نٿو چاهيان. اهڙي طرح پوءِ ادا امداد حسين ۽ ادا مرحوم بشير وارا ۽ ڪجهه ٻيا مائٽ به گلشن حديد لڏي آيا هئا، اڪثر سڀني سان ملڻ ٿيندو هو، ادا شمس وارن سان ادا مرحوم بشير، ادا مرحوم خان، ادا امداد حسين، ادا محڪم الدين ۽ دوستن مان ادا امتياز علي صديقي، ڪيريا برادري، ادا يتيم ڪلهوڙو، داد محمد پناڻ، ادا رياض گلال، ادا عمران گلال ۽ گلبهار لڪ سان به ملاقاتون ٿينديون هيون، ان کانسواءِ ٻيا به دوست هيا جن سان ملاقاتيون ٿينديون هيون.

ڊيوٽي تي اسڪول احمد دائود هائير سيڪنڊري اسڪول ويندو هيس، اتان جو اسٽاف بہ تمام سٺو هو، ان وقت پرنسپال شيدي بروهي هو ۽ ٻيو مان سبجيڪٽ اسپيشلٽ هيم شيدي صاحب سميت باقي استاد سيڪنڊري سيڪشن جا هئا. مجموعي طور اسٽاف ۾ پرنسپال شيدي بروهي ۽ مان وائيس پرنسپال آغا شير گل سرڪي، باقي سيڪنڊري اسٽاف ۾ سر نظر محمد جوکيو، سر علي حسن جوکيو، سر جميل جوکيو، سر خالد جمعہ جوکيو، سر رفيق جوکيو، سر بچل جوکيو، سر ابراهيم جوکيو، سر بچل بلوچ، سر عيسيٰ بلوچ، سر ڏي و جي، سر ڪمون ۽ ٻيا بہ استاد هئا، انهن کان سواءِ لوئر اسٽاف ۾ ادا رسول بخش جوکيو، ادا شريف جوکيو، ادا شفيع محمد جوکيو، ادا الله ورايو جوکيو، ادا ارباب جوکيو، ادا الطاف جوکيو، ادا امجد جوکيو، ادا مصطفيٰ جوکيو، ادا اسلم جوکيو، ادا علي نواز جوکيو، ادا شهزاد جوکيو، ادا سجيل بلوچ ۽ ادا ممتاز حسين جوکيو، ادا مصري خان جوکيو، ادا مرحوم بلاول جوکيو سڀ محبتي ماڻهو هيا، انهن کان سواءِ پاڙي وارن معزز ماڻهن سان بہ دعا سلام آهي، جن مان سائين غلام الرسول جوکيو، سائين چام شاهپور، ادا امداد حسين جوکيو، ادا مجاهد جوکيو، سائين عبدالغني جوکيو، سر عبدالرحمان جوکيو ۽ ڪيترن ٻين جوکين ۽ بلوچ برادري جي ماڻهن سان دعا سلام آهي.

*****



## پاڱو/34

# دين جي دنيا: حج ۽ عمرن جو احوال

اسڪول جي ڊيوٽي سان گڏ دوستن يارن سان بہ هر ڏک، سک ۾ گڏ هوندو هيس، جڏهن فيز ون A،521 ۾ رهندا هياسون تہ 2011ع ۾ اتي مون کي وري عمري ڪرڻ جو شوق جاڳيو تہ الله پاڪ جي گهر ۽ مٺي مدني جو ديدار ڪري اچان، پوءِ مان پنهنجا، پنهنجي گهر واري ۽ پيڻ جا پئسا جمع ڪرايا، خرچ پکي لاءِ ڪجهہ سون گهر واري جو وڪيو هو جون ۾ اسان جي ويزا لڳي وئي، اسان 22 جون 2011ع تي گهر ڀاتين کان موڪلائي، ڪراچي ايئر پورٽ کان پي آءِ اي جهاز وسيلي سعودي رياض ايئرپورٽ پهتاسين، اتان وري ترڪي ايئر لائين جي جهاز تي چڙهي صبح جو ڇئين بجي مدينہ منوره ايئرپورٽ تي پهتاسون، اتي ادا فيروز گل ۽ عبدالحميد سرڪي اسان جي انتظار ۾ هئا، پوءِ انهن سان ملياسون، انهن جي گاڏي ۾ چڙهي هوٽل تي آياسون، اتان ادا فيروزگل ۽ حميد واپس ويا، اسان وري اتي ڪجهہ آرام ڪري صبح جو سوير اٿي مدني سرڪار جي روضي مبارڪ مسجد نبوي ۾ نماز پڙهي عورتون، عورتن واري پاسي ڏانهن ويون مان وري مردن واري پاسي کان داخل ٿيس، نماز کان فارغ ٿي سائين جن مٺي محمد تي سلام عقيدت پيش ڪري درود شريف پڙهيو. جنت الرياض ۾ بہ نفل بہ پڙهيم، ڏاڍو دل کي سڪون اچي ويو، گهر ڀاتين بہ ديدار ڪيو مدني محبوب جون زيارتون ڪري دل باغ بهار ٿي پئي، الله سائين شل باربار مدني محبوب جو ديدار ڪرائي آمين. ان ڪانپوءِ مدني سرڪار جو

چارئي پاسا چڪر ڏئي، واپس گهر آياسون ڪجهه دير ٿي وئي هئي، ادا
فيروز گل ماني ڪٺي آيو هو ڪجهه ٿڪل هو پوءِ مان ان کي چيم ماني
نہ ڪٺي ايندا ڪيو اسان هوٽل تي ماني کائي اينداسين، ان کي تائيم
اسان لاءِ گهٽ هو گهڻو وقت دوستن سان ڪم ڪار ۾ گذاريندو هو. ادا
امداد حسين گهڻو وقت اسان سان گڏ هوندو هو مديني پاڪ جون سڀ
زيارتون بہ ان ڪرايون، جن جو اڳ بہ ذڪر ڪري چڪو آهيان، هڪ
دفعو ادا فيروز گل سان گڏجي باغن جو بہ ديدار ڪيو هو اتان وري ادا
جاويد پناڻ جي باغ تي بہ ويو هيس، اتي ان سان ۽ لقمان جتوئي سان
بہ ملاقات ٿي هئي، اهڙي طرح مسجد نبوي ۾ چاليهہ نمازون پوريون
ڪيون، اتي ادا اشرف، ادا افسر ۽ ٻيا بہ مٽ مائٽ مليا هئا، جن ڏاڍي
خدمت ڪئي هئي. ان وقت اسان جو ماسات وقار عرف پٽو بہ مديني
پاڪ آيو هو ان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي، بعد ۾ اتان بس وسيلي
مڪي شريف لاءِ تيار ٿياسون، ادا فيروز گل چيو هو تہ مان هلان پر مون
چيو تہ منهنجو سڀ ڪجهہ ڏٺل آهي تنهنجي مهرباني، پوءِ مان،
منهنجي گهر واري، ڀيڻ ۽ ماسات پٽو سان بس تي چڙهي ميڪات
واري مسجد کان احرام پاتاسون، ٻہ رڪعتون نفل پڙهي، بس تي چڙهي
ڇهن ستن ڪلاڪن جو سفر ڪري مڪي شريف پنهنجي هوٽل تي
پهتاسون، اتي سامان رکي، ڪعبتہ الله شريف جو طواف ڪري وري
صفا مروه (صحي) جا ست چڪر هٽي، وارن جي چڳ وٺرائي، احرام
لاهي وهنجي سهنجي ڪپڙا پاتاسون، اهڙي طرح عمرو پورو ٿيو الله
پاڪ جي در جو ديدار ڪري ڏاڍي خوشي ٿي، بعد ۾ گهر واري ۽ ڀيڻ
کي حجره اسود پٿر کي چمي بہ ڏياري آيو هيم، ڀيڻ ڏاڍي خوش ٿي، ان
چيو ادا مان بہ ٽي ڀيرا آئي آهيان پر، ڪڏهن بہ حجره اسود پٿر کي
چمي نصيب نہ ٿي هئي، پهريون دفعو اوهان جي هٿان چمي نصيب ٿي
آهي، دعا ڪرڻ لڳي، ٻن ڏينهن کانپوءِ ادا امداد حسين بہ اچي ويو،
گڏجي ٻيون زيارتون بہ ڪيون. جبل ثور تي چڙهي غار ثور جو ديدار



ڪيوسين. ادا امداد چيو مان هتي رهي ڪري پهريون ڀيرو جبل تي
چڙهيو آهيان، غار حرا، جنت المعلئ ۽ ٻيون زيارتون اسان پهريان
ڪري چڪا هئاسين، ماسات پٽو اسان کان موڪلائي جده هليو ويو،
اسان وري پنهنجي والدين جا نئيا عمرا بہ ڪياسون ۽ انهن لاءِ بہ
طواف ڪياسون، ڪعبت الله جا ڏاڍا ديدار نصيب ٿيا، ان کانپوءِ گهر
وارن کي ايتريون زيارتون ڪرايون جو ڀيڻ مون کي چيو ادا ايتريون
زيارتون مان پهريون نہ ڪيون هيون، اتي اسان کي ادا جميل احمد
گهانگهرو بہ ملي ويو هو ان سان گڏجي نئيا عمرا بہ ڪياسين، ڪعبتہ
الله ۾ بہ گڏ هوندا هياسون، ان سان گڏ ادا نور محمد ڪلهوڙي جي ماءُ بہ
ساڻ هئي، اها هڪ دفعو انهن کان جدا ٿي وئي هئي پوءِ مون ان کي
ڳولي لڌو. هفتو مڪي شريف ۾ رهياسون ڏاڍا ديدار ڪياسون، سڪ تہ
لهڻ جهڙي نہ هئي، اتي ادا امتياز هنگورو بہ مليو هو ان بہ سوکڙيو
پاکڙيون ڏنيون هيون، آخري طواف ڪري الله پاڪ جي در تان
موڪلائي، مان، ادا امداد گهر ڀاتين سميت بس تي چڙهي، وري واپس
مدينہ شريف آياسون، اتي ادا فيروز گل مسجد بلاول پرسان اسان لاءِ
جڳهہ جو بندوبست ڪري ڇڏيو هو پوءِ جڳهہ تي سامان رکي، وري
اسان مدني جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪئي، روزانو پنهنجي
عبادت ڪرڻ ۾ لڳي ويندا هئاسين. واپس جڳهہ تي ايندا هئاسون تہ،
مٽ مائٽ ۽ دوست يار بہ ملڻ ايندا هئا، انهن ڏاڍي خدمت ڪئي، اتي
وري ادا جميل گهانگهري وارا بہ مليا هئا، پوءِ ان سان بہ روزانو ملاقات
ٿيندي هئي، وري هڪ دفعو انهن کان ساڳي امان گم ٿي وئي هئي، وري
بہ مان ان کي لڌو هيم، بهرحال اتي ادا جاويد پناڻ سان بہ ملاقات
ٿيندي هئي، مديني شريف ۾ ادا محب سرڪي سان بہ ملاقات ٿي هئي،
جيڪو فيملي سميت نيوزيلينڊ کان عمرو ڪرڻ آيو هو ان کان سواءِ
ادا امتياز هنگوري سان بہ ملاقات ٿي هئي، اهو بہ فيملي سميت مديني
شريف ۾ زيارت ڪرڻ آيو هو ادا ڊاڪٽر عبدالشڪور پٽي سان بہ

ملاقات ٿي هئي، پوءِ هفتو ڪن رهي ادا امداد حسين سان گڏجي سوڪڙيون پاڪڙيون ورتيون. ادا فيروز گل کي اسان لاءِ فرصت ڪانہ هئي، هڪ دفعو ان جا دوست ٻرڙا بہ فيملي سميت ملڻ آيا هيا اهي بہ سوڪڙيون پاڪڙيون ڏئي ويا هيا. پر اسان جي عزيزن اسان جي وڏي خدمت ڪئي. ان کان بعد ۾ جيڪي بہ مديني شريف جو زيارتون هيون، ا هي ادا امداحسين ۽ ادا نثار احمد سرڪي پنهنجي گاڏي تي ڪرايون هيون. بعد ۾ هوٽل تي ادا نثار حسين ماني بہ ڪارائي هئي، پوءِ وري مان جنت البقيع سميت ساريون زيارتون ڪيون، بيبي سائڻ فاطمہ الزهره سميت سڀني امامن جون بہ زيارتون ڪيون، ان ڪانپوءِ منڙي مدني سڳوري کان روئي موڪلايو بعد ۾ جڳهہ تي اچي ڪري ادا نياز حسين وڏيرو ۽ ٻين سڀني عزيزن ۽ دوستن کان موڪلايو. بعد ۾ ادا شمس گاڏي آندي هئي، اسين سڀ ادا فيروزگل ۽ ادا امداد حسين سميت مدينہ المنوره ايئرپورٽ تي آياسون، ادا فيروزگل وارن کان موڪلائي، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ مدينہ شريف ايئرپورٽ پي آءِ اي جهاز وسيلي ڪراچي ايئرپورٽ تي پهتاسون، صبح جو 10 بجي ڌاري ڀائرن ۽ فيملي سميت گلشن حديد گهرپهتاسون تہ گهر وارن مبارڪون ڏئي گلن جي ورڪا ڪئي، دوستن يارن مبارڪون ڏنيون، اهڙي طرح عمري جو سفر پنهنجي پڄاڻي تي پهتو الله سائين ۽ مدني سرڪار جا وڏا قرب ٿي ويا.

*****



# ڀاڱو/35

## عمران حسين جي شادي، ادا واجد خان جو انتقال

عمري ڪانپوءِ وري ڪم ڪارين ۾ لڳي وياسون، ان دوران مان پنهنجي ڀاڻيٽي ادا حسين گل جي ڌيءَ کي بہ سينارجا اسڪول مان ٻارهون ڪلاس سائنس ۾ پاس ڪرايو اڳتي هلي انهيءَ کي بي اي بہ پاس ڪرائي هئي، ادا پرويز گل جي گهر واري کي بہ ڪراچي اچڻ ڪانپوءِ بي، اي ڪرائي هئي، بهرحال هر پاسي نظر هوندي هئي، ڪجهہ وقت گذرڻ ڪانپوءِ 2013ع جنوري ۾ ڀائرن جي ساڻ سان ٻئي گهر A-56 ۾ شفٽ ٿيس، پنهنجن ٻارن کي پنهنجي گهر پرسان ڪوئين وڪٽوريہ ماڊل سيڪنڊري اسڪول ۾ داخل ڪرايو اتي پهريان ئي منهنجا ڀائيٽا نسيم گل ۽ سرفراز گل پڙهندا هئا، ٻين ڀاڻيٽن ۽ ٻين ماڻٽن کي بہ اتي داخل ڪرايو اسڪول جو پرنسپال امتياز علي صديقي صاحب سنو ماڻهو آهي، اصل شڪارپور اتان وري سکر ۽ هاڻي گلشن حديد ڪراچي ۾ رهندو آهي، ان جا ڪجهہ ڀائر سکر ۾ هڪ ڀاءُ اسٽيل مل ۾ نوڪري ڪندو هو جيڪو هاڻي رٽائر ٿي ويو آهي، ادا امتياز حسين سان بہ ڀائرن وانگر دوستي آهي، ان جي معرفت ادا جمشيد صديقي، ادا ملڪ صابر، ادا سعيد خان، ادا ڊاڪٽر علي ۽ ٻين بہ ڪيترن ئي پرائيويٽ اسڪولز وارن سان ادا امتياز علي واقفيت ڪرائي، اتي اعجاز شاهہ جعفري، ماما ستار سان بہ واقفيت ٿي، گهڻو وقت منهنجو ادا امتياز سان گذرندو آهي، پنهنجي اسڪول ۾ جيڪو بہ پروگرام ڪرائيندو آهي، ان ۾ مهمان خاص مون کي ڪندو آهي، اسان جون دعائون ان ۽ ان جي گهر وارن لاءِ

سدائين هونديون آهن، منهنجو هن گهر ۾ تمام سٺو وقت گذرندو آهي، ٻائرن سان هر وقت ساٿ آهي، بعد ۾ هيٺين پورشن ۾ عمران حسين رهيو، پوءِ ڪجهه مهينا گذرڻ کانپوءِ وري عمران حسين جي شادي جي پروگرام ۾ لڳي وياسون. ادا حسين گل جي ڌيءَ سان پهريان مڱڻي ٿيل هئي، 2013ع ۾ عمران حسين جي ڌوم ڌام سان شادي ڪرائي هئي. ڪاشانه گلشن حديد ۾ پروگرام هو راڄيپور کان مٽ مائٽ دوست يار ۽ ٺَٽي مان سرڪي برادري ماما عبدالخالق سرڪي ۽ گلشن حديد مان جيڪي به دوست يار ۽ عزيز هئا، سڀني شرڪت ڪئي هئي، ايبٽ آباد کان ادا واجد خان مرحوم به اسان جي پيڻ سميت ۽ ماماجن به فيملي سميت آيا هيا، ماني ادا اظهر جي معرفت ڪراچي شهر مان ڪرائي هئي، ادا فدا گل هر ڪم ۾ اڳڀرو هو، ان شادي ۾ سڀني ٻائرن ڏاڍي خوشي ڪئي هئي، اهڙي طرح عمران حسين جي شادي جو مرحلو مڪمل ٿي ويو، بعد ۾ سڀ ڪو پنهنجن گهرن ڏانهن هليو ويو. ان کانپوءِ عمران حسين جي پوسٽنگ گجرانوالا راهه والي ڪينٽ ۾ ٿي هئي، هو فيملي سميت اوڏانهن شفٽ ٿي ويو هو. ڪجهه وقت گذرڻ کانپوءِ وري اسان جي پيٽوي ادا واجد خان جدون جي طبعيت خراب ٿي پئي هئي، 2014ع ۾ اسپتال داخل ٿيو پيڻ ۽ عمران حسين جن به ان جو خيال ڪندا هئا، مان به ان سان فون تي ڳالهائيندو هيس، ادا حسين گل وارا به ان سان ملي آيا هئا، بعد ۾ ان جي اچانڪ طبعيت خراب ٿي پئي پوءِ جلدي جلدي ادا طارق خان جدون ان کي اسپتال کڻائي ويو هو پر هو اسپتال ۾ ئي وفات ڪري ويو. اسان کي جيئن ئي ڪراچي خبر پئي، ادا پرويز گل وارا باءِ ايئر اسلام آباد پهچي رات جو ئي گهر ايبٽ آباد پهچي ويا، مان وري ادا فداگل سان پنهنجي ڪار تي 4:30 بجي شام جو ڪراچي مان نڪتاسون، راڄيپور نائين بجي رات جو پهچي اتان ادا نظام کي ساڻ ڪنيو اتان ٻي ڪار به مائٽن جي هئي، پوءِ سڄي رات جو ڊرائيونگ ڪندي وڃي صبح جو ستين بجي لاهور موٽروي تي پهچي، پوءِ هوٽل تي ڪجهه منٽ ترسي، چانهه بسڪٽ



کائي پوءِ وري ايبٽ آباد لاءِ روانا ٿياسون، ڏينهن جو هڪ بجي گهر ايبٽ آباد پهتاسون. اسان کان پهرين هڪ ڪلاڪ اڳئي ادا واجد خان جدون جي تدفين ٿي چڪي هئي، ادا پرويز گل ته رات جو ئي پهچي ويو هو، تدفين فوجي اعزاز سان ٿي هئي، ادا واجد خان ڊيوٽي دوران وفات ڪئي هئي، ان ڪري ان کي شهادت واري پروٽوڪول سان سلامي ڏئي دفنايو ويو پوءِ مان ٽيجهي تائين اتي هيس، راڄيپور کان به رشتيدار ۽ ادا علي گل آيو هو، پوءِ ٽيجهو ڪري ماما جن کان موڪلائي ۽ پيڻ کان اجازت وٺي ڪراچي ڏانهن روانا ٿياسون، ادا نظام ۽ منٺار کي راڄيپور لاهي مان ۽ ادا فدا گل ڪراچي آيا سون، صبح جو نائين بجي گلشن حديد پهتاسون، جيڪا الله جي مرضي اسان کان ادا واجد خان جدون 18 مارچ 2014ع کان جدا ٿي، اصلي گهر الله سائين پاڻ وٽ گهرائي ورتو پوءِ مان سفر جو ٿڪل هيم بعد ۾ آرام ڪري شام جو اٿيس. ٻه ٽي ڏينهن يار دوستن ۽ مٽ مائٽ ۽ استاد برادري دعا لاءِ ايندا رهيا بعد ۾ قرآن خاني ڪري ادا مرحوم واجد خان کي ايصال ثواب پهچايو سين، الله پاڪ سندس کي جنت ۾ اعليٰ مقام نصيب ڪري، فقير طبعيت انسان هو، بعد ۾ وري مان ڊيوٽي ڪرڻ لڳس، چاليهي تي باءِ ايئر اسلام آباد ايئرپورٽ تان عمران حسين کڻي آيو هو پيڻ سان مليم، چاليهي جي خير خيرات ڪري، گهر ۾ سامان وغيره به وٺي ڏنم، ادا طارق سان گڏجي ادا واجد خان جي ڪاغذن جي به پوئيواري ڪيم بعد ۾ سارو ڪم ادا طارق ئي ڪرائيندو رهيو، ادا طارق ۽ ادا شهزاد گل جدون کي پارٽ ڪيم اجان تائين اهي پيڻ جو خيال رکندا آهن، پوءِ مان پيڻ جن کي ڏئي وٺي، مان ڪجهه ڏينهن ۾ واپس ڪراچي اچي ويس، وري اچي پنهنجن ڪم ڪار ۽ ڊيوٽي ۾ لڳي ويس، ادا پرويز گل ۽ مان سال کان پيڻ ڏي ڪجهه رقم موڪليندا هياسين، ڪڏهن ڏک ته ڪڏهن سک وري سکن پويان ڏک ئي زندگيءَ جو نالو آهي.

✻✻✻✻✻

# سنڌ جي درگاهن تي حاضري ۽ ماڳن، مڪانن جا سفر

اهڙي طرح وري زندگي جو وهنوار هلندو رهيو، ان وقت الله واري چورنگي گلشن حديد ۾ ادا نور ۽ ادا شمس وارن کان دڪان ڪرايي تي ورتي، سعيد ڀائي، طارق ۽ شاهد ڀائي وارن سنڌ فرنيچر هائوس جو ڪاروبار کوليو هو، پوءِ مان بہ دوستن سان گڏ ڪجهہ وقت اتي بہ گذاريندو هيس، شام جو ڊيوٽي کان بعد ۾ اتي ٻين دوستن سان بہ ملاقاتيون ٿينديون هيون، منهنجي ويهڻ سان بہ انهن جي ڪاروبار ۾ اضافو ٿيندو هو، ادا گلشير جوڻيجو کي بہ اتان ٽرڪون فرنيچر جي سامان جون ڀرائي ڏنيون هيم، تڏهن ادا گلشير وارن جو گهر حيدرآباد ۾ هيو، هڪ دفعو اسان مورو ادا محمد صالح ڪلهوڙو جن جي شادي ۾ ويا هئاسون. ادا فدا گل، پرويز گل، ادا امتياز صديقي، ماما ستار سولنگي ۽ مان اتي وهانءَ تي رات رهي، پوءِ واپسي ۾ ادا گلشير ۽ ادا نورخان، سيني ڀائرن سان حيدر آباد ۾ سندن گهر ماني کاڌي هئي، امان ادا نورخان جي ماءُ سان بہ ملاقات ڪئي هئي، ڪجهہ وقت آرام ڪري وري واپس گلشن حديد موٽي آيا هياسون، ان وقت ادا امتياز صديقي ۽ دوستن سان گڏ ڏاڍو گهمندا هياسون، ڪڏهن ڪراچي تہ ڪڏهن ٺٽو، تہ ڪڏهن گهوڙا ٻاڙي پير پٺو، سخي ڏاتار، بگمياڙ موري ۾ بہ تڙ ڪندا هياسون، ڪڏهن وري سجاول کان ميرپور بٺورو کان صوفي شاهہ عنايت تہ ڪڏهن شاهہ ڪريم ۾ بہ رات گذاريندا هئاسين، ڪڏهن پٽ شاهہ تہ ڪڏهن قلندر سائين، اهي سڀ زيارتون پنهنجي فيملي کي بہ گهمايون هيون، ڪڏهن ڪڏهن



ڪينجهر ڍنڍ ۽ ڪڏهن هاليجي ڍنڍ تي بہ ويندو هيس، ڪيترا ڀيرا ڪينجهر ڍنڍ تي بہ راتيون گذاريون هيون، فيملي سميت جيڪڏهن يار دوست ايندا هئا تہ انهن کي مڪلي قبرستان، شاهہ جهان مسجد سميت اهي سڀ ماڳ مڪان گهمائيندو هيس، اهڙي طرح وقت سٺو گذرندو رهيو، پنهنجي ڊيوٽي بہ ايمانداري سان ڪئي. نوراني لاهوت بہ دوستن سان گڏ وين ڪرائي ويا هئاسون. ادا فيروز گل اهو بندوبست ڪيو هو، جنهن سفر ۾ مان، ادا فدا گل، ادا امتياز صديقي، سکر کان منگي صاحب بہ آيا هيا، ماما ستار، ادا يتيم ڪلهوڙو، داد محمد پناڻ ادا جمشيد صديقي، ادا حسين گل، ادا پرويز گل ۽ ٻيا بہ ڪجهہ دوست هئا، نوراني سرڪار جي زيارت ڪري رات اتي رهي، صبح جو لاهوت بہ ڪيوسين، پوءِ سڀ لاهوتي تي وياسون مان پهريان بہ لاهوت ڪيو هو، استاد برادري سان بہ دفعا ويو هيس، وري واپس گلشن حديد موٽي آيا سون. گلشن حديد ۾ ادا حسين گل جي ڪلينڪ بہ هوندي هئي، بعد ۾ پي پي ايچ ۾ نوڪري ملي هيس تہ بند ڪري ڇڏي هيائين، ان وقت 20 مارچ 2015 ع ۾ چاچا حاجي الله بخش جو بہ انتقال ٿي ويو هو، پوءِ سڀ ڀائر ۽ ڪجهہ فيملي راٽيپور وياسون، ادا فدا گل ۽ ادا علي گل پهريائين اتي هئا، انهن بندوبست ڪري ڇڏيو هو پر مون کي نہ وڻيو پوءِ مان اتان سامان کڻائي جڳهہ جي ٻئي پورشن ۾ سيٽنگ ڪرائي، ان کانپوءِ چاچا جو ڪفن دفن جو بندوبست ڪري، نماز جنازه عيسو لاکو امام بارگاهہ ۾ پڙهائي، پنهنجي اباڻي قبرستان ڇتن شاهہ بخاري ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪري، دعا گهري واپس گهر آياسون، ٽي ڏينهن دعا جو سلسلو هليو، دوست يار مٽ، مائٽ ۽ ڪراچي کان ادا امتياز صديقي ادا مرسلين، ادا يتيم ڪلهوڙو، ادا علم الدين ڪيريو ۽ ٻيا بہ دوست دعا ۾ شريڪ ٿيا هئا، جڳهہ جي حالت تمام خراب هئي، ادا علي گل ايترو خيال جڳهہ جو نہ ڪيو هو، پوءِ مان وچين ڀت رات جو ئي ڍهرائي ڇڏي هئي، پوءِ هڪ ئي هال ٿي پيو، بعد ۾ اتي دعا گهري، ٽئين ڏينهن ٽيجهو تي خير خيرات ڪري واپس ڪراچي موٽي آياسون، يار دوست

هتي بہ آيا هئا. بعد ۾ مان پائرن کي گھرائي چيو تہ جايون خالي ڪرائي ڪم ڪرايون، پوءِ ادا فيروز گل پئسا ڏنا، ڪجھ اسان وجھي پرويز گل کي مهينو کن موڪل ڪرائي، ڪم شروع ڪرايو. هوڏانهن وري ادا فدا گل اسپتال جو بہ ڪم شروع ڪرايو هو مان پلاٽ وڪڻي ان کي پئسا ڏنا هيا، ٻنهي پاسي ڪم هلي رهيو هو، ان وقت ادا محمد بچل گلال جو پاءُ ۽ ادا رياض گلال جو پيءُ وفات ڪري ويو هو، مان سنگت سان ڪراچي کان ويو هيس، انهن سان دعا گھري پهنجي گھر راڻيپور بہ اچي، ادا پرويز گل سان ملي ڪري ڪم جو بہ جائزو ورتو، ڪم ادا پرويز گل زور شور سان ڪرائي رهيو هو، مان مطمئن ٿي ويس. دوستن سان واپس گلشن حديد گھر پهتس، مون سان ادا امداد حسين، ادا الله ڏنو، شمس، ادا سعيد پائي گڏ هيا.

جڏهن مان چاچا مرحوم الله بخش جي تڏي تي ئي وينو هيس تہ مون وٽ هڪ چٺي آئي، ڪولي ڏنم تہ ادا عاشق حسين سرڪي جي هئي، جيڪا ادا عبدالحڪيم جي باري ۾ لکيل هئي، جنهن ۾ لکيل هو تہ ادا آيو آهين تہ اسان جي ملڪيت جو بہ فيصلو ڪري وڃو، پوءِ مان ٽيجهي جي آخري رات ادا عبدالحڪيم، ادا عاشق ۽ ادا شبير کي گھرائي سيني جون ڳالهيون ٻڌيون. ادا حڪيم تي ڏاڍو زور پريو تہ، ادا پاڻ ۾ پائر نهي وڃو، ادا عاشق وارن چيو ادا جيڪو بہ فيصلو ڪندا منظور ڪنداسون، پوءِ رات جو انين بجي کان رات جا ٻہ ٿي ويا. مائٽن گڏجي ڏاڍو ادا حڪيم کي سمجهايو، اسان جي هڪ بہ نہ ٻڌائين، پوءِ ادا عاشق ۽ ادا شبير وارن چيو ادا اوهان جي مهرباني اسان جو پاءُ ڪا بہ ڳالهہ نہ سمجهندو بهرحال پوءِ بنا فيصلي جي سڀ ڪو پنهنجي گھر واپس هليو ويو، مان بہ واپس ڪراچي هليو آيس. ڪجھ وقت گذرڻ کانپوءِ ادا عاشق، ادا حڪيم ڏي قرآن شريف بہ ڪٽي ويو، وري سردار نظير چانڊيو وٽ فيصلو بہ رکرايو، اتي فيصلو ٿيو، ادا حڪيم سرڪي، منهنجي فيصلي کان ڏهوٽي ملڪيت پري ڏني، ان ۾ بہ الله سائين جي بهتري هئي، حق وارن کي حق مليو، ادا عرض



ڪيان تہ دنيا ڍونڊ آهي، ان جي جائز گھرج ڪيو، دنيا سان حرص نہ ڪيو ساري ملڪيت هتي ئي رهجي ويندي، شل قبر بہ نصيب ٿئي، وري ڪجھ وقت کانپوءِ خبر پئي تہ ادا عبدالحڪيم دل جو دورو پوڻ سبب فوت ٿي ويو. جيئن ئي مون کي خبر پئي ادا فداگل کي ساڻ ڪري راڻيپور پهتس. ادا حڪيم جي جنازي کي ڪلهو ڏئي ڏاڍو رنم، ننڍپڻ جو يار بہ هو، پاءُ بہ هو، زندگي جو تمام گهڻو وقت ڏک سک ۾ گڏ گذاريو هو، پوءِ جنازي نماز پڙهي، ان کي پنهنجي اباڻي قبرستان چتن شاهہ ۾ سندس پيءُ ۽ ماءُ جي قبرن پرسان دفنائي دعا گھري واپس آياسون. راڻيپور سندس گھر تي اچي خير جي دعا گھري، پوءِ ادا فدا گل ۽ مان واپس ڪراچي آياسين. وري هفتي کانپوءِ خبر پئي تہ ادا نيڪ محمد عرف دادو شيخ گذاري ويو آهي، ان جو ٻڌي ڏاڍو دل کي صدمو رسيو منهنجو جگري دوست هو، راڻيپور ڪني زندگي گذاري هئي، پوءِ ان جي سوٽ سهيل ۽ پاڻيجي کان ڪال ڪري پڇيو. هنن ٻڌايو تہ ماما اسان نڪري چڪا آهيون، مان بہ پنهنجي ڪار تي اڪيلو نڪري پيس، اتي پهچي تڏي ۾ شريڪ ٿيس، تمام گهڻا ماڻهو اچي چڪا هئا، ادا نيڪ محمد جي سموري استاد برادري بہ پهتل هئي، انهن سيني سان مليس، اوڙي پاڙي وارا انصاري بہ هر ڪم ۾ مدد گار هيا، ادا نياز ڪلهوڙو ۽ ٻي تمام گهڻي خلق آئي هئي، ادا نيڪ محمد بہ يارن جو يار هو هر ڪنهن جي ڪم ايندو هو، انهي ڪري ان جا سڀ دوست پري کان بہ پهچي چڪا هيا، پوءِ نماز جنازا عيسو لاڪو امام بارگاهہ ۾ پڙهي ان کي عيسو لاڪو قبرستان ۾ ئي سندس ماءُ، پيءُ جي قبرن پرسان متي ماءُ حوالي ڪيوسين، پوءِ مان ٽيجهو ڪري آخري خير جي دعا گھري، سندس گھر پاتين کان موڪلائي واپس ڪراچي آيس. اها آهي انسان جي زندگي جنهن تي ايڏو بانور ٿو ڪري.

هوڏانهن وري جگهہ بہ تيار ٿي وئي هئي، اسان جو ميڊيڪل سينٽر جنهن جو نالو بابا سائين جي نالي تي ’رينواز ميموريل ميڊيڪل سينٽر‘ رکيو هو، ادا فدا گل تمام سٺو ڪم ڪرايو هو، ان جو افتتاح

ڊاڪٽر رياض فاروقي صاحب کان ڪرايو هو، پنهنجي جڳهه ۾ وڏي خير خيرات ڪرائي هئي، سارو ڏينهن خيرات هلي هئي جن ۾ مٽن مائٽن ۽ دوستن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي هئي، ادا حسين گل ان اسپتال ۾ ئي ويهي ويو، پنهنجي نوڪري ڇڏي ڏنائين، نوڪري تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي، وري زندگيءَ جي نئين شروعات شروع ڪيائين، اهو سال 2016 ع هو، ادا حسين گل راڻيپور ۾ رهڻ لڳو، مان فيملي سميت واپس ڪراچي آيس، وري پنهنجي ڊيوٽي ۾ لڳي ويس، جڏهن وري جون ۽ جولاءِ 2016 ع واريون گرميءَ جون موڪلون مليون ته مان زوار برڪت علي ملاح سان ڳالهائي پنهنجو پاسپورٽ، ادا عبدالجبار ڪڪراٽي (ابڙو) ۽ چاچا خضر حيات جو به پاسپورٽ ڏنو، پوءِ اسان ٽنهين ڄڻن جون ويزائون، عراق، شام ۽ ايران جون لڳي آيو، اسين زواري جي تياريءَ ۾ لڳي وياسون.

*****



## پاڱو/37

# عراق، شام ۽ ايران ۾ ڪيل زيارتن جو احوال

## سفرنامو عراق، شام ۽ ايران

16 جولائي 2016ع تي پنجين بجي شام جو گلشن حديد آغا هائوس ۾ گهر ڀاتين کان موڪلائي نڪتاسون. ادا پرويز گل ڪار تي اسان کي ايئر پورٽ تي ڇڏڻ هليو، مان، چاچا خضر حيات ملاح ۽ ادا عبدالجبار ڪڪراٽي ( ابڙو) جڏهن ايئر پورٽ جناح ٽرمينل تي پهتاسون ته اتي اسان جو سالار زوار برڪت علي بهشتي مليو، ان سان گڏ ٻيا به سفر وارا رفيق هيا، انهن سان به مليا سون، ادا عامر سومرو، ادا وسيم ملاح، ادا مصطفيٰ راجپوت به فيملي سميت هو، ادا دربان ملا ح به فيملي سميت هو، ادا غلام حسين ملاح، غلام محمد گڏاٽي به پاءُ سميت هو، مولوي مدد علي ملاح به مليو، ان کان سواءِ ٻيا به دوست هئا، سيني سان ملي، پوءِ ادا پرويز گل کان موڪلائي ايئر پورٽ اندر وڃي، اسان بورڊنگ ڪرائي، سامان جهاز طرفان موڪلي هٽ ۾ هڪ ننڍي بيگ جنهن ۾ سفري سامان هو، اها ساڻ هئي، ويٽنگ روم ۾ ويهي، جهاز جو انتظار ڪيو، ڪجهه وقت ڪانپوءِ وڃي سڀ زوار جهاز تي چڙهياسون، ٻن ڪلاڪن جو سفر هو، جهاز ۾ ايئر هوسٽس هٽان اسان کي ڪائڻ پيئڻ جو سامان به پيش ڪيو ويو، ٻن ڪلاڪن جي سفر کان بعد اسان وڃي دبئي ايئر پورٽ تي لٿاسون، اتي چار، پنج ڪلاڪ انتظار ڪرڻو هو، اسان خوب دبئي ايئرپورٽ گهميو، تمام وڏي ايئرپورٽ هئي، سوين جهازن جي اچڻ وڃڻ جي گنجائش هئي،

فوٽو گرافي بہ جام ڪئي، اتان وري تقريبن صبح جو جهاز تي چڙهياسون، بہ ڪلاڪن جو سفر هو، پوءِ دبئي کان اسان جو جهاز عراق جي شهر بغداد ايئر پورٽ تي پهتو. سفري گهرجون پوريون ڪندي اسان کي صبح جا 9 ٿي ويا، اسان جو تمام گهڻو ٽائيم لڳي ويو، ساري رات جا ٿڪل هئاسين، ايئرپورٽ تي خاموشي لڳي پئي هئي، جنگي حالتن جي ڪري ايئرپورٽ اُڪٽيل اُڪٽيل نظر اچي رهي هئي، ڄڻ تہ ڪو راڪاس گهمي ويو آهي، پنجن، ڇهن ڪلاڪن کانپوءِ اجازت ملي، تقريبن ٽين بجي ڌاري ايئرپورٽ کان ٻاهر نڪتاسين، ادا برڪت بهشتي بس ڪرائي، ان تي چڙهي درود شريف پڙهندا نعرا هڻندا، اچي رات جو اسين نجف الشرف (شاهي نجف) پهتاسون، تمام وڏي سيڪيورٽي هئي، شهر ۾ وڃڻ لاءِ بوٽ نهيل هيا، اتان اسان، پنهنجو سامان گذاريو سين، پنهنجي هوٽل تي پهتاسون، ڪمري ۾ سامان رکي سڀ کان پهريان ئي تڙ ڪيوسون، رات ڏينهن جو ٿڪ هو، مون کي تہ سفر ۾ ننڊ بہ نہ ايندي آهي، رات جي ماني کاڌي سون، رات جا ڏهہ ٿي ويا هئا، اسان ڏاڍا ٿڪل هياسون، اسان ٽئي ڄڻا مان، چاچا خضر حيات ۽ ادا عبدالجبار هوٽل جي ڪمري ۾ سمهي پياسون. صبح جو سوير اٿي، ياعلي مشڪل ڪشا شير خدا جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪري، صبح جي نماز پڙهي ڏاڍي خوشي محسوس ٿي. ائين پئي لڳو ڄڻ اسان جنت ۾ وينا آهيون، اسان گهڻو وقت روضي ۾ ئي گذاريندا هياسون، دل کي ايڏو سڪون ملندو هو، ضريح مبارڪ کي چمي ڏيندا هياسون، ائين محسوس ٿيندو هو، ڄڻ جنت مان خوشبوءِ اچي رهي آهي، والدين ۽ پنهنجن پيارن پرين جي مغفرت لاءِ بہ دعائون گهريون، جيڪي مٽ مائٽ دوست زنده آهن انهن لاءِ بہ وڏيون دعائون گهريون. پنهنجي گهرياتين ۽ ٻائرن لاءِ بہ دعا گهري تہ دل جون سڀ اميدون پوريون ٿين، مولا مشڪل ڪشا ٻيهر پنهنجي روضي جي زيارت نصيب ڪرائي، ان کان سواءِ ٻيون بہ زيارتون ڪيون. جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون:

1. حضرت علي عليہ السلام



2. حضرت آدم عليہ السلام
3. حضرت نوح عليہ السلام
4. حصرت هود عليہ السلام
5. حضرت صالح عليہ السلام
6. وادي سلام قبرستان
7. مقام حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام
8. مقام حضرت امام آخر زمان عليہ السلام
9. ڪوهہ امام آخر زمان عليہ السلام
10. مرقد بيبي رقيہ بنت امام حسن عليہ السلام
11. مرقد بيبي زهري بنت امام حسن عليہ السلام
12. نبات الحسن حضرت امام حسن عليہ السلام جي نياڻيءَ جو روضو مبارڪ
13. حضرت رشيد هجري اصحابي مولا علي عليہ السلام
14. اصحابي حضرت اصيب الصافي اليماني
15. علامہ طوسي رحمتہ الله عليہ

## مدائن جون زيارتون

حضرت سليمان فارسي، حضرت عبدالله بن جابر انصاري، خزيفہ يماني، امام زاده طاهر بن امام محمد باقر عليہ السلام، قيصر ڪسري جو ڪوٽ، ڪوفہ مسجد صحلہ، مقام امام جعفر صادق، مقام سجاد، مقام حضرت ابراهيم خليل الله، مقام حضرت ادريس، مقام حضرت خضر، مقام انبياءِ صالحين، مقام امام آخر الزمان، مصلہ حضرت امام زين العابدين، مصلہ حضرت امام مهدي عليہ السلام، زيارت ڪوفہ، حضرت ميثم تمار، بيت علي عليہ السلام جو گهر، حضرت بيبي خديجہ همشيره حضرت غازي

عباس، تخت گاهہ ملعون ابن زياد كنڊر تي ويو آهي، حضرت كميل اصحابي مولا علي، مسجد حنانا هڪ رات امام حسين جو سر مبارڪ رکيو ويو هو، مسجد زيد بن شاھ صحابي مولا علي، مسجد كوفہ، حضرت مسلم بن عقيل سفير امام حسين عليہ السلام، حضرت حاني ابن عروه، حضرت امير مختيار سقفي، جاءِ زربت مولا علي عليہ السلام، كوهہ حضرت نوح، مقام حضرت ابراهيم خليل الله، مقام حضرت جبرائيل، مقام حضرت محمد الرسول الله صلي الله عليہ وسلم، مقام حضرت نوح، مقام حضرت آدم عليہ السلام، مقام حضرت امام جعفر، مقام حضرت زين العابدين جون زيارتون كيون. ان كان سواءِ ٻيون بہ ننڍيون وڏيون زيارتون كيون، هفتو كن رهي مولا مشكل كشا جي روزانو زيارت كندا هئاسون، پوءِ كربلا بس وسيلي روانا ٿياسون، اتي پهچي پهريان هوٽل تي سامان رکي، وهنجي، سهنجي پوءِ امام حسين عليہ السلام ۽ سهڻي غازي عباس جي روضن مبارڪ جي زيارت كئي. ڏاڍو دلي سكون بہ مليو. انهن جي قربانن كي ياد كندي ڏاڍو رناسين، بس ائين محسوس ٿيندو هو تہ ڇڻ جنت الفردوس ۾ وينا آهيون، پوءِ بين الحرمين جو بہ ديدار كيوسين، بعد ۾ ٻيون بہ زيارتون كيون جيكي هي آهن:

## كربلا مولا جون زيارتون

سيدالشهداءِ حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ حضرت غازي عباس علمدار عليہ السلام، شهزادي علي اكبر، شهزاده علي اصغر ابن امام حسين عليہ السلام، شهزاده قاسم ابن امام حسن عليہ السلام، شهزاده محمد فرزنده بيبي زينب سلام الله عليہ بن عبدالله، سيد محمد ابراهيم مجاب مرشد قلندر سركار جي ڏاڏي جي ضريح مبارڪ، ضريح حضرت حبيب ابن مظار عليہ رحمت، مقتل امام حسين عليہ السلام، گنج شهداءِ



ضريح كربلا جا72 شهيد، تلہ زينبہ، سائنڻ بيبي 72 قدمن تان پاءُ كي شهيد ٿيندي ڏٺو اها جڳهہ، اها جاءِ جتي شهزاده علي اصغر تي تير لڳو، اها جاءِ جتي شهزاده علي اكبر كي برڇي لڳي هئي، اها جاءِ جتي غازي عباس جو سڄو بازو كٽيو هو، اها جاءِ جتي علمدار غازي عباس جو کٻو بازو كٽيو هو، مقام شير فضا جتي بيبي فضا ابوالحارث شينهن كي سڏيو هو، باغ امام جعفر صادق، مقام و مسجد امام آخر زمانہ ۽ نهر القمہ جتان علمدار غازي عباس پاڻي ڀريو هو، ان كانپوءِ خيمہ گاهہ اهلبيت، قيام گاه حضرت موسيٰ بن جعفر عليہ السلام، مقام گفتگو عمر بن سعد ۽ امام حسين، علامہ احمد ابوالفهد علام هلي رحہ، شهزاده عون بن عبد الله سائين، بيبي زينب جو فرزند كربلا كان پنج كلو ميٽر پري، امام مسلم جي پٽن كي شهيد كيو ويو هو.

## سامره جون زيارتون

حضرت امام علي نقي عليہ السلام، حضرت امام حسن عسكري، جاءِ غيبت حضرت امام مهدي، مسجد امام آخر زمان عليہ سلام، حضرت بيبي نرجس خاتون والده آخر زمان زوجہ امام حسن عسكري، حضرت بيبي حكيمان خاتون همشيره امام حسن عسكري پڦي آخر زمان عليہ سلام، اتي امامن سڳورن جو ننگر نياز بہ كيو هو، ان كانپوءِ شهر كفل ۾ بہ ٻيون ننڍيون وڏيون زيارتون كيون هيون، بابل جون زيارتون بہ كيون، بلد ۾ مصيب جون بہ زيارتون كيون، هلہ ۾ حضرت ايوب عليہ السلام نبي جي بہ زيارت كئي، ان كان بعد مسجد در شمس مولا علي عليہ السلام سج كي واپس كيو هو، اها جڳهہ بہ ڏٺي، حضرت حمزه بن الحسن بن عبدالله بن ابوالفضل عباس، حضرت قاسم ۽ حضرت زيد شهيد ابن امام زين العابدين جون بہ زيارتون كيون، ان كانپوءِ كاظمين شريف بہ وياسون اتي هي زيارتون كيون سين:

## زيارتون ڪاظمين شريف

حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام، حضرت امام تقي عليہ السلام، عالم ڪبير اسماعيل صدر، مرقد الشريف المرتضيٰ، مرقدالامام ابي يوسف انصاري، مرقد الشريف الرضي الموسوي، ان کان موٽي واپس مولا ڪربلا ڏانهن وياسون، ڏاڍيون زيارتون ڪيوسين امام حسين ۽ حضرت غازي عباس جي روضن مبارڪن جون، ان ڪانپوءِ بين الحرمين ۾ بہ ويندا هياسون، اتي مجلسون بہ ٻڌندا هياسون، چاچا خضر حيات، ادا جبار ۽ پنهنجون تصويرون ۽ موويز بہ پريون هيون، اتان وري اسان پنهنجي گاڏي ڪرائي بغداد شريف جون بہ زيارتون ڪرڻ ويا هياسين، مان، چاچا خضر حيات، ادا عبدالجبار، ادا عامر سومرو، ادا وسيم ملاح ۽ مولوي مدد علي ملاح بہ هو، ڊرائيور سميت ست ماڻهو هياسون، اتي هي زيارتون ڪيون سين.

## بغداد شريف جون زيارتون

سيدنا حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليہ، حضرت بهلول ديوانہ مولا علي السلام، حضرت بيبي زبيده رحہ، حضرت قمبر مولا علي، حضرت امام غزالي، زندان امام موسيٰ، حضرت امام ابو حنيفہ ۽ جنيد بغدادي ۽ ٻيون بہ ننڍيون وڏيون زيارتون ڪيون، ان ڪانپوءِ وري ڪربلا مولا واپس وياسون، اتي هفتو رهي بعد ۾ امام حسين جي روضو مبارڪ ۽ حضرت غازي عباس جي زيارت ڪري، اتان بعد ۾ وري اسان صرف 22 زوار نجف الشرف وڃي ٻيهر مولا مشڪل ڪشا جي زيارت ڪري باقي ٻيا 30 زوار اتان ٻئي سالار سان روڊ رستي بسن ۾ ايران طرف وڌيا، اسان ڪلاڪ اتي رهي پوءِ نجف الشرف ايئر پورٽ تان جهاز تي چڙهي، ٻن ڪلاڪن جو سفر ڪري وڃي دمشق شام (سيريا) ايئر پورٽ تي لٿاسون.



اتي انتظار ڪندي چار پنج ڪلاڪ لڳي ويا مان تہ ٿڪل هيس، اتي ئي فرش تي چيلهہ ڊگهي ڪئي، پوءِ اتان جو هڪ دوست آيو، برڪت بهشتي سان ان جو رابطو هو، اهو پاڪستاني هو، نالو وسري ويو آهي، آخر ۾ اسان جو بہ دوست ٿي ويو هو، ان سان گڏ ايئر پورٽ جي پرسان فائيو اسٽار هوٽل تي وياسين، سخت سيڪيورٽي ۾ جنگي ماحول هو، هر طرف بمباري سان جايون ختم ٿي چڪيون هيون، ان اسان کي ان فائيو اسٽار هوٽل ۾ رهايو، اسان جي خدمت سرڪاري پروٽوڪول سان ٿي رهي هئي، ڪائڻ پيئڻ وافر مقدار ۾ بوقي وانگر هيو، سارو ڪاڌو انهن جو هو، ڪاڌي جي ڪا بہ چارج نہ هئي، اتان اسان سيني زوارن کي بسن جي وسيلي روزانو سخت سيڪيورٽي وسيلي بيبي سائڻ زينب بنت علي عليہ السلام مسافر شام جون زيارتون ڪرائيندا هئا. بيبي سائڻ جي روضي مبارڪ تي وڏو سڪون ايندو هو، انهن جي تڪليفن کي ياد ڪندي ڏاڍو روئندا هياسون، ضريح مبارڪ کي چمندي ڏاڍو دلي سڪون ملندو هو، اتي عزاداري بہ ڪئي هئي، ان ڪانپوءِ ٻيون بہ زيارتون ڪيون، جن جا نالا هي آهن:

## شام جون زيارتون

حرم بيبي رقيہ بنت امام حسين عليہ سلام، مسجد اموي دربار يزيد، مدفون سر مبارڪ حضرت يحييٰ عليہ السلام، بازار شام، مصلہ امام سجاد عليہ السلام، اها جاءِ جتي امام حسين جو سر مبارڪ رکيو ويو هو، قيد خانہ، مقبره صلاح الدين ايوبي، يزيد جو گهر ڪنڊر ٿي ويو هو، قيد خانہ امام زين العابدين، دروازه سعد جتي سيدن کي 48 ڪلاڪ ويهاريو ويو، اها جاءِ جتي سائڻ مسلمانن کي خطبو ڏنو هو، ان کان سواءِ ٻيون بہ زيارتون قبرستان جون ڪيون.

## زيارت قبرستان شام

ضريح مبارڪ جناب ام سلميٰ زوجہ نبي پاڪ، حضرت ام حبيبہ زوجہ نبي پاڪ، ضريح مبارڪ جناب عبدالله بن امام سجاد، 16 شهداءِ مبارڪ جا سر مبارڪ، جناب ام ڪلثوم بنت علي، سائڻ سڪينہ بنت امام حسين، فاطمہ صغران بنت امام حسين، عبدالله بن امام جعفر صادق، ميمونہ بنت امام حسن، اسماءِ بنت عميس زوجہ جعفر طيار، حميده بنت مسلم بن عقيل، حضرت بلال حبشي، بيبي فضا ڪنيز، بيبي فاطمہ زهريٰ، ان ڪان سواءِ يزيد ملعون جي قبر بہ هتي هئي، حضرت معاويہ جي قبر بہ هن قبرستان ۾ آهي، اتان پري ڪان جبل تي ضريح مبارڪ هابيل بن آدم عليہ السلام ۽ اصحاب ڪعف، غار جتي بنده گاهہ خدا آرام ڪن ٿا، پري ڪان ڏٺاسون ڇو جو جنگي حالات هيا، اوڏانهن وڃڻ جي اجازت نہ هئي، ٻيون بہ زيارتون هيون جيڪي جنگي ماحول سبب نہ ڪيون هيون، اتي هفتو رهي آخري سلام بيبي سائڻ زينب جو ڪري واپس، ايران طرف رخ ڪيو، دمشق شام ايئرپورٽ تان جهاز تي چڙهي ايران ايئرپورٽ تهران تي لٿاسون. اتان پوءِ قم شريف پهتاسون اتي هوٽل تي سامان رکي پوءِ زيارتن لاءِ وياسون.

## قم شريف جون زيارتون

اتي بيبي معصومہ فاطمہ همشيره امام رضا عليہ السلام جي زيارت ڪئي، ان ڪانپوءِ امام زاده شاهہ جمال اولاد امام جعفر، شهزاده حسن، شهزاده حسين، شهزاده ابراهيم، شهزده جعفر اولاد سجاد زين العابدين، امام زاده سعيد معصوم اولاد زين العابدين ۽ ٻيا بہ امام زاده هيا سيني جي زيارت ڪئي، ان ڪانپوءِ مسجد جمڪران ۽ چهل اختران 40



بيبيون شهيد گڏ مدفن آهن، ان ڪانپوءِ امام زاده احمد، امام زاده مهدي ۽ ٻيا بہ امام زاده هيا، جن جي زيارت ڪئي، شهزاده جعفر بن موسيٰ ڪاظمين ۽ ٻين امامن جي بہ اولاد مدفن آهي، سيني جون زيارتون ڪيون، ان ڪانپوءِ امام خميني صاحب جي روضي جي بہ زيارت ڪئي، اتان وري پوءِ تهران جون ٻيون بہ زيارتون ڪيون.

## تهران جون زيارتون

حضرت عبدالعظيم الحسيني امام حسين جي زيارت جيترو ثواب ملندو آهي، شهزاد طاهر بن زين العابدين، امام زاده حمزه اولاد امام موسيٰ ڪاظمين، امام زاده صالح، بيت خميني صاحب ۽ ٻيا بہ امام زاده هيا، جن جي زيارت ڪئي، ان ڪانپوءِ بهشت زهريٰ قبرستان جي بہ زيارت ڪئي، آخر ۾ بيبي شهربانو جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪري، پوءِ شاهہ جو محل عجائب گهر بہ ڏٺو، ٽي ڏينهن قم شريف ۾ رهياسين، بعد ۾ بيبي معصوم فاطمہ جي زيارت ڪري اتان ڪجهہ سون وڙو ورتو هو، پوءِ سيني دوستن صلاح ڪئي تہ جهاز تي چڙهي، چڙهي ٽڪجي پيا آهيون، هاڻي تهران ڪان مشهد ريل وسيلي هلون، پوءِ سڀ ريل وسيلي تهران ڪان 20 ڪلاڪن جو سفر ڪري مشهد پهتاسون، ريل جو سفر ڏاڍو سٺو هو، ننڊ ڪندي گذري ويو، پوءِ مشهد ۾ لهي هوٽل تي پهتاسون، جيڪي زوار نجف الشرف ڪان روڊ وسيلي واپس آيا هياسين، شام نہ هليا هيا، انهن سان بہ ملياسون، اهي قم شريف ۾ بہ مليا هيا، پوءِ ڪجهہ آرام ڪري اٿين امام رضا عليہ السلام جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪئي، دل ڪي وڏو سڪون آيو، روزانو ديدار نصيب ٿيندو هو، اتي استاد نورمحمد ڪلهوڙو بہ مليو هو، پوءِ وري اتان جون بہ زيارتون ڪيوسين، امام ياسر برادر، امام رضا عليہ السلام، امام ناصر برادر امام رضا عليہ سلام، حضرت خواجہ مراد،

حضرت خواجہ ربيع، حضرت خواجہ اباسلت (ابا صلط)، بهشت رضا، فردوسي شاعر، زندان هارون رشيد، امام غزالي رحمت الله عليہ، گنج قرآن، شيخ حر عاملي ضريح، سيد محمد بن امام موسيٰ ڪاظمين، سوني سبيل، مسجد گوهر شاد جون زيارتون ڪيون، ان ڪانپوءِ نشا پور جون بہ زيارتون ڪيون.

## زيارتون نشاپور

قدم گاهہ امام رضا عليہ السلام، چشمہ معجزه امام رضا، خطاطي عمر خيام، بيبي شطيسط هونياٽي، امام زاده محمد محروق، امام زاده ابراهيم ۽ ان ڪانپوءِ يزد ۾ شهزاده سيدالڪريم ابن جعفر صادق عليہ السلام، ان ڪان بعد سيئي ننڍيون وڏيون زيارتون ڪيون، دل ڪي قرار اچي ويو، دل چوي پئي تہ باربار امام سڳورا پاڻ وٽ گهرائين، آخر ۾ ادا برڪت بهشتي جي هٿان امام رضا عليہ السلام جي دعوت بہ ڪاڏي هئي، هو اسان جو وڏ ۾ وڏ خيال ڪندو هو. الله پاڪ پنجتن جي صدقي سدائين ٻاجهہ ڪندس. اسان ڪي گهر وارن جي لاءِ سوڪڙيون وٺڻ ۾ بہ مدد ڪئي هيائين، پوءِ اسان روضي مبارڪ امام رضا عليہ السلام جي آخري زيارت ڪري، سڀ زوار مشهد ايئرپورٽ تان جهاز تي چڙهي، دبئي ايئر پورٽ تي لٿاسين، وري ٻئي جهاز وسيلي ڪراچي ايئر پورٽ آياسون. سيني ساٿين ڪان موڪلائي ادا پرويز گل سان ڪار تي چڙهي پنهنجي گهر گلشن حديد پهتاسون، اتي گهر ڀاتين، ڀائرن ۽ دوستن گلن جي ورڪا ڪئي، اهو 07 آگسٽ 2016 ع جو ڏينهن هو، نياز ننگر ڪري، وري معمول جي وهنوار ۾ لڳي وياسين. اهڙي طرح اسان مڪمل زوار ٿي وياسون، اهو اسان جي زواري جو سفر عراق، شام ۽ ايران ملڪن جو هو.

*****



ڀاڱو/38

# منهنجو ارڙهين گريڊ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جو پروموشن ٿيو

زواري کان واپسي کان پوءِ 2016ع ۾ ٽي ادا اظهر ڀائي جي معرفت وري 44_C فيز ٽو ۾ بنگلو خريد ڪيو، ان وقت پئسا بنگلي واري ڪي ڏيٽا هيا، تنهن ڪري اسان فيز ٽو واري مارڪيٽ ۾ فيز ٽو ايڪسٽينشن وارو پلاٽ بہ وڪيو هو.

پئسن جي ادائيگي کانپوءِ بنگلي تي ٽيهہ لک رپيا ٻيو بہ خرچ ڪيو، رنگ وارو مستري فدا ڪلهوڙو راٽيپور کان گهرايو هو، ٻيو ڪم وري گمبٽ وارا اُچڻ مستري ڪري رهيا هيا، جڏهن رنگ واري جو ڪم ختم ٿيو تہ پوءِ انهن کان وري ادا پرويز گل جي مدد سان ماما علي ڏنو گهانگهري جي فيز ٽو واري جڳهہ جو رنگ ڪرايو، جڏهن ان جو ڪم ختم ٿي ويو تہ منهنجي جڳهہ فيز ون ۾ 56 A تي بہ ادا فدا گل جي معرفت اچڻ مستريءَ کان ٽائيل جو ڪم ڪرايو، جڏهن ڪم پورو ٿي ويو تہ پوءِ وري فدا ڪلهوڙي وارن کان سڄي جڳهہ جو رنگ ڪرايم، پر اجان بنگلي سي 44 تي ڪم هلندڙ هو تہ مٿان وري 2017ع ۾ اسڪولن کي جون، جولاءِ جون موڪلون ٿيون، رمضان شريف جو مهينو بہ هيو، 28 روزي تي گلشن حديد کان فيملي ساڻ ڪري مان ايبٽ آباد پيڻ ڏانهن روانو ٿيس، ڏينهن جو سفر ڪري رات اوڪاڙه عثمانيہ هوٽل تي رهي، ٽڪ لاهي، صبح جو ناشتو ڪري، اتان وري پنهنجي ڪار ذريعي ڇهين بجي شام پنهنجي گهر ايبٽ آباد پهتس، تہ ادا حسين گل فيملي سميت اتي باءِ ايئر پهريائين عيد ڪرڻ پهچي ويو هو، اتي ٽي پيڻ جي جڳهہ تي ادا حسين گل ۽ پيڻ سان مليم، اسان ايبٽ آباد ۾ پيڻ کي جيڪا جڳهہ نهرائي ڏني هئي، اها

ڏسي ڏاڍو خوش ٿيس، روح کي راحت ملي، ان جڳهه ۾ ڪجهه پيڻ جا پئسا، ڪجهه اسان پائرن وجهي تقريبن ويهه لک ڪيس ڏنا هيا، ادا فدا گل موڪل وٺي ماسات لياقت علي جدون کان اها جڳهه ٺهرائي هئي، 2016 ع سال ۾ پيڻ ان جڳهه ٺهڻ تي ڏاڍو خوش ٿي هئي، اسان کي دعائون ڪندي هئي، عيد پيڻ سان گڏ ڪئي، ڪجهه وقت پهريائين اسان جي مامي گذاري ويئي هئي، ٻيا ٻه اتان جا مٽ مائٽ گذاري ويا هيا، انهن سان ٻه دعا گهريسون، عيد جي ٻئي رات جو ٻارهين بجي خبر پئي تہ پاڇائي وڏي ادا علي گل جي گهر واري گذاري ويئي آهي، پوءِ مان وسيم گل ۽ نسيم گل، اريب گل ۽ اريبا گل کي اتي ڇڏي، انهن کي چيو تہ اوهان ٻاءِ ايئر اچجو، انهن جون ٽڪيٽون اڳ ۾ بُڪ ٿيل هيون، اتان سيڌي ڪان موڪلائي مان، ادا حسين گل، منهنجي گهرواري ۽ ادا حسين گل جي گهرواري ڪار وسيلي ايبٽ آباد ڪان راڏيپور ڏانهن نڪتاسون، ساري رات جو سفر ڪري ٻئي ڏينهن هڪ بجي گهر پهتاسون، تہ پاڇائي جي تدفين 28 جون 2017 ع اسان جي اچڻ ڪان پهريائين ٿي چڪي هئي، پوءِ پاڇائي جو ٽيجهو ڪيو ۽ ايبٽ آباد ڪان منهنجا ٻار ٻہ راڏيپور پهچي ويا هئا، مان ادا حسين گل وارن ڪان موڪلائي فيملي سميت ڪراچي واپس پنهنجي گهر آيس، تہ منهنجي دوستن، مائٽن ۽ استاد برادري کي خبر پئي تہ مونسان دعا گهرڻ آيا ۽ هوڏانهن وري سي 44 وارو بنگلو ٻہ تيار ٿي ويو هو، پوءِ ادا فدا گل وارن فيز ٽو واري اي-521 گهر مان سامان سي 44واري بنگلي ڏانهن شفٽ ڪيو، اهڙي طرح 14 آگسٽ 2017 ع پنهنجي سي 44 واري بنگلي فيز ٽو ۾ سڀ پائر شفٽ ٿي وياسين، پوءِ مٽن، مائٽن، يارن دوستن کي گهرائي خير خيرات ڪئي هئي، ان دوران ادا فيروز گل جي معرفت ادا عبدالڪريم سومرو صاحب دڙي واري سان ٻہ ملاقات ٿي هئي، ان سان ٻہ علمي، ادبي روح رهاڻيون ٿيون، گڏجي ماني کاڌيسين، زندگي جا حال احوال اورياسين، غائبانا تعارف اڳ ۾ ٿيل هو، پوءِ تہ وري وڌيڪ ويجهڙائي ٿي وئي، روح روحن کي ڳولهي لهندا آهن، هڪڙي حلقي ۽ لڏي جا ماڻهو هئاسين، پري هئاسين، ويجها ٿي ملي رلي



وياسين، پاڻ ادبي لڏي جو ماڻهو آهي، منهنجن پائرن سان هن جو گهرو لاڳاپو ۽ تعلق آهي، هر وقت انهن سان گهمڻ، ڦرڻ، ڪائڻ ۾ گڏ هوندو آهي، سچ پچ انهيءَ سان ملي ڏاڍي سرهائي ٿي، پر ادا سيف الله پليجو سان تہ 2011ع ڪان ئي واقفيت هئي، پوءِ وري ادا سيف الله پليجو جي معرفت ادا اياز لاشاري ۽ ان جي پائرن سان ٻہ واقفيت ٿي هئي، ان دوران اسان 521، Aواري جڳهه وڪٽي عمران حسين جا رهيل پئسا ڪيس ڏئي ڇڏيا. عمران حسين ۽ ڪجهه اسان جا پئسا اڌ رقم ادا اظهر پائي ڏني هئي، جنهن مان فيز ون ايڪسٽينشن ۾ پائيواري ۾ پلاٽ ورتو. ان ڪانپوءِ 2017ع ۾ مان ۽ سعيدخان، ڊاڪٽر محمدعلي، نزال احمد شيخ ۽ فرخ نظير گڏجي ڪوئٽہ ۽ زيارت جو ٻہ سير ڪري آيا هياسين، تمام وڏو مزو آيو هو، زيارت جي بهترين موسم هئي.

2017ع ۾ ادا فدا گل جي پٽ سرفراز گل ۽ ادا سدا گل جي پٽ شيراز گل، سوٽ نصرالله جون شاديون ٻہ ٿيون هيون پر مان نہ ويو هيس، ٻيا گهر ڀاتي ويا هيا، ان ڪانپوءِ وري پنهنجن ڪم ڪارين ۾ لڳي وياسون ۽ پوءِ وري جيڪو پلاٽ اسان ۽ ادا اظهر گڏجي ورتو هو ان مان سٺو نفعو مليو تہ اهو پلاٽ وڪٽي اڌ پئسا ادا اظهر کي ڏناسون ۽ اسان پنهنجو حصو ڪٽي بقايا پئسا عمران حسين کي ڏناسون، ان ڪانپوءِ 2018ع ۾ ادا ڊاڪٽر حسين گل فيملي سميت ۽ پينرن کي ساڻ ڪري عمرو ٻہ ڪري آيو هو ۽ ٻيا گهر ڀاتي ٻہ عمرو ڪري آيا هيا، ان دوران منهنجو پاڻيجو ميجر ڊاڪٽر عمران حسين ۽ ادا فيروز گل ٻہ اتي هيا، جن سڀني گهر ڀاتين جي وڏي خدمت ڪئي هئي، ان دوران منهنجي پروموشن لاءِ ٽريننگ ٻہ لڳي هئي، ادا شفيع محمد شر ٻہ اها ٽريننگ سٺن نمبرن ۾ پاس ڪئي هئي، نواب شاهه ڪان ادا شهاب الدين ملاح امتحان وٺڻ آيو هو، تمام سٺو انسان ۽ يارويس ماڻهو آهي، ان ڪانپوءِ منهنجو 18 - BPSگريڊ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جو پروموشن ٿيو، الله پاڪ جا مون مٿان وڏا احسان آهن، بعد ۾ ادا فدا گل، عمران حسين جي پئسن مان عمران حسين لاءِ بينظير ڪالوني رزاق آباد جي پرسان جڳهه ادا قاسم وساڻ ڪان ورتي هئي، ان جو ڪجهه

ڪم جڳهہ جي مٿان بہ ٿيل هو، ٻيو ڪم پاڻ ڪرائي بهترين بنگلو 200 گز تي ٺهرائي ڪرائي تي ڏئي ڇڏيو، اهو ڪرايو هاڻي عمران حسين ڪٽندو آهي، اتي هڪ پلاٽ ادا فيروز گل سان گڏجي ادا فداگل بہ ورتو آهي، ان ڪانپوءِ مان وري 2019ع ۾ فيملي سميت ادا سعيد خان جي فيملي بہ هئي، ٻئي پنهنجن گاڏين تي ڪراچي ڪان ملتان وڃي ادا حبت الله سومرو وٽ ملتان ۾ ٻہ راتيون رهيا سون ادا حبت الله سومرو ملتان شريف جون سموريون زيارتون ڪرايون هيون، اسان جي ڏاڍي خدمت ڪئي هيائين، پوءِ ان ڪان موڪلائي مردان ۾ ادا سعيد خان جي گهر ٻہ ڪلاڪ ڪن رهي، پوءِ اتان مالاڪنڊ ڪان ٿيندا مينگوره سوات وڃي رات هوٽل تي رهياسون، اتي بہ گهمايوسين، صبح جو اتي ڪالام ڏانهن روانا ٿياسون، رستي تي هي شهر آيا هئا، مدين ۽ بحرين انهن شهرن جا ڏاڍا خوب صورت نظارا هيا، اتان ٿيندا رات جو اٺين بجي ڪالام شهر پهتاسون، رات جو هوٽل تي رهي، صبح جو نائين بجي شنواري جهيل (ڊنڊ) ڏانهن جيپ تي چڙهي روانا ٿياسين، ڇئن ڪلاڪن ڪانپوءِ پهتاسون، ان جهيل (ڊنڊ) ڪي ڏسي ڏاڍو مزو آيو، واقعي سوات جي وادي آسٽريليا جي سڪ لاهي ٿي، ڏاڍا خوب صورت نظارا هيا، پوءِ اتي ٻہ ڪلاڪ رهي وري واپس خوبصورت نظارا ڏسندا اچي هوٽل ڪالام ۾ رات جو ستين بجي پهتاسون. اتي هڪ ٻي رات بہ رهي، اتان وري صبح جو ناشتو ڪري واپس، مالم جبا جي چيئر لفٽ تي ٻارن ڪي سير ڪرايو، مينگوره ڪان ٿيندا رات جو هڪ بجي ادا زرتاج پناڻ وٽ نوشهره ڪي پي ڪي پهتاسون. ان وٽ بہ ڏينهن رهياسون، ان بہ ڏاڍي خدمت ڪئي، خوب گهمايائين، اتي ان جي پيءُ ادا عبداللطيف سان بہ ملاقات ڪئي، ادا عبدالاڪبر سان بہ ملاقات ٿي، ان بہ دعوت ڪئي هئي، ان ڪانپوءِ ادا لياقت ملڪ سان بہ ملاقات ٿي هئي، پوءِ ادا زرتاج ڪان موڪلائي وري واپس گهر ڪراچي ورياسون، رات جو بهاولپور هوٽل تي رهي، اتان وري صبح جو ناشتو ڪري ڪراچيءَ لاءِ روانا ٿياسون، رات جو اٺين بجي گهر گلشن حديد پهتاسون.



آگسٽ 2019ع ۾ ادا سعيد خان ۽ يونس خان جي والده گذاري وئي هئي پوءِ اوڏانهن پنهنجي ڪار تي ڊاڪٽر محمد علي، ملڪ صابر پائي ۽ فرخ نظير مردان دعا گهرڻ ويا هياسون، هڪ رات رهي ادا سعيد خان ۽ يونس خان ڪان موڪلائي اسان وري مينگورا سوات بہ ويا هياسون اتي بہ ٻہ راتيون رهياسون، ڏاڍو گهميوسين، ادا ميان عالمگير پناڻ اتي منهنجو دوست ٿي ويو هو، ان پنهنجي ويگو گاڏي تي ڏاڍو گهمايو هو، پنهنجي ڊيري تي بہ وٺي ويو هو، ان بہ ڏاڍي خدمت ڪئي هئي، ان ڪان موڪلائي رات جو هڪ بجي اوڪاڙه پهچي ادا صابر ملڪ جي پيڻ جي گهر ۾ رهياسون. صبح جو ناشتو ڪري اتان ڪراچي ڏانهن روانا ٿياسون، رات جو دير سان ٻنجين بجي گلشن حديد گهر پهتاسون.

ڪجهہ وقت ڪانپوءِ وري ادا سهيل قاضي جو نڪاح ڪرڻ فيملي سميت گمبٽ ويا هياسون، ان جو نڪاح ڪرائي وري ڪراچي موٽي آياسون، پر ان جي وليمي ۾ نہ وڃي سگهيس، ان دوران ادا حسين گل وارا فيملي سميت حج لاءِ ويا هئا، سال 2019ع هو، مان وري ادا اياز لاشاري ۽ ادا شاهنواز بروهيءَ وارن سان گڏجي پنهنجي ڪار تي وڃي ٿر جو بہ سير ڪري آيا هياسون، ڏاڍو مزو آيو هو، 2019ع سال ۾ تقريبن اسان جي سموري فيملي الله سائين جي گهر ڪعبتہ الله ۽ نبي پاڪ جي روضي پاڪ جون بہ زيارتون ڪري آئي، رب جا ڪروڙين ڪرم اسان جي فيملي مٿان جنهن پنهنجي گهر جون زيارتون ڪرايون، بهرحال راڻيپور ڪان ڪراچي هجرت اسان لاءِ ڀاڳ واري ثابت ٿي، اسان جي رزق، روزي ۾ بہ برڪت ٿي، رب پاڪ جا ڪروڙين قرب، الله پاڪ ڪي عرض آهي تہ سڀني مِٽن مائٽن ۽ دوستن يارن ڪي پنهنجي گهر ڪعبتہ الله شريف ۽ مدني سرڪار جي زيارت نصيب ڪرائي، آمين ثم آمين

❋❋❋❋❋

# خاندان بابت خبرون، عمره، پرڻا وغيره

2019ع ۾ ادا حسين گل حج ڪري واپس موٽي آيو، ان ڪانپوءِ جڏهن عمرو ڪليو تہ ادا فدا گل فيملي سان گڏ عمري لاءِ سعودي عرب روانو ٿيو، ڪراچي ايئر پورٽ کان مديني منوره سعودي عرب ايئرپورٽ تي وڃي لٿو، اتي ادا فيرو گل پهريائين موجود هو. سيني گهرڀاتين کي هوٽل تي وٺي ويو، سيني مٺي مدني جي زيارت ڪئي، چاليهہ نمازون بہ پڙهيون، رمضان شريف جو مهينو هو، ڪين ادا فيروز گل سڀ مديني پاڪ جون زيارتون بہ ڪرايون، بعد ۾ پنهنجي گاڏي تي مڪہ شريف ۾ الله سائين جي گهر جي زيارت ڪرائي، ڪين عمرو بہ ڪرايو هو،مڪي شريف جون بہ سڀ زيارتون ڪرائي بعد ۾ وري واپس مدينہ شريف وٺي آيو، ان ڪانپوءِ ڪجهہ وقت اتي رهي، مدني مٺي جا ديدار ڪري ادا فداگل ۽ ادا فيروز گل بہ انهن سان گڏ واپس پاڪستان آيو، عيد اچي گلشن حديد ڪراچي گهر ۾ ڪيائون ۽ سعودي عرب رياض کان عمران حسين بہ فيملي سميت واپس ڪراچي آيو هو، ان وقت مان ڀائرن سان ڪن ڳالهين تان ڪاوڙيل هيس، پوءِ ڀاٽيجي عمران حسين جي ڪوشش سان پاڻ ۾ ٺهي وياسون. ان ڪانپوءِ سڀ ڀائر گڏجي فيملي سميت راٽيپور وڃي وڏي خير خيرات ڪئي، مولود شريف ۽ نعت جو پروگرام بہ ڪرايو، ان خيرات ۾ سيني مٽن مائٽن، دوستن يارن ۽ اوڙي پاڙي وارن کي بہ سڏ ڏنا هئا، سڄو ڏينهن ننگر نياز هليو، ان خيرات ۾ ادا عبدالڪريم سومرو صاحب ۽ ماما ستار سولنگي بہ ڪراچي کان کهي آيا هيا، اتي بہ ڏينهن ڪن رهي ادا حسين گل جي پٽن وسيم گل ۽ نسيم گل جي شادي جي بہ تاريخ رکي، وسيم گل جي شادي اسان جي ڀيڻ جي گهران ايبٽ آباد مان ڪرائٽي



هئي، نسيم گل جي شادي ادا فيروز گل وٽان ڪرائٽي هئي، شادي نڪاح جي تاريخ 29 ڊسمبر 2019ع تي گلشن حديد ڪراچي ۾ رکي، وليمي جو پروگرام 12 جنوري 2020ع تي راٽيپور ۾ رکيو، مرداڻي دعوت جو پروگرام گمبٽ رائل ان هوٽل ۽ عورتاڻو پروگرام پنهنجي گهر سرڪي هائوس راٽيپور ۾ رکيو، ان ڪانپوءِ اسان سڀ ڀائر ادا حسين گل ڪانسواءِ گلشن حديد ڪراچي واپس آياسون. ادا فدا گل کي شادي هال ۽ سارو بندوبست ڪرڻ جو ڪم ڏنو، ادا سداگل کي وري ٻاڪري گوشت جو بندوبست ڪرڻ جو چيو، ان ڪم ۾ دوست يار بہ هيا، ادا عبدلڪريم سومرو صاحب، ادا اظهر ڀائي، ماما ستار سولنگي، ادا امتياز حسين ڀيو سميت ٻيا بہ عزيز ۽ دوست هئا. ادا فدا گل ڪارڊ بہ ڇپرائي ڇڏيا هيا، پهريان ڪراچي گلشن حديد وارا ڪارڊ ورهايا، جڏهن سڀ ڪارڊ ورهائجي ويا تہ پوءِ ايبٽ آباد مان ڀيڻ سميت سڀ گهرڀاتي مامن ۽ مامين سميت آيا، ادا ساجد خان بہ آيو هو، ادا شهزاد گل جدون بہ فيملي سميت آيو هو، ٻہ ڏينهن پهريان ادا حسين گل بہ فيملي سميت ڪراچي گلشن حديد گهر سرڪي هائوس پهچي ويو، گلشن حديد سرڪي هائوس تي بہ راڳ رهاڻ ۽ مشاعري جون محفلون ٿيون. شادي جو سمورو پروگرام ادا فدا گل، ادا پرويز گل، ادا فيروز گل ۽ ادا سداگل دوستن سان گڏجي مڪمل ڪري ڇڏيو هو، ڪارڊ گلشن حديد ۽ ڪراچي سٽيءَ ۾ ورهائي ڇڏيا هيا. ٺٽو ۾ پنهنجي سرڪي برادري، ٻيا يار دوست سئي سدرن گيس وارن دوستن، استاد برادري ۽ جيڪي سجاول، بدين، مورو، سيوهڻ ۾ سرڪي برادري، ڪجهہ راٽيپور جي دوستن ۽ عزيزن کي بہ شادي ڪارڊ ڏنا هيا. شادي جو سارو بندوبست ٿي ويو، شادي جو پروگرام گلشن حديد ڪاشانہ لان ۾ رکيل هو، بندوبست مڪمل هو، پوءِ اتي ئي نڪاح ڪيو ويو، ليڊيز جو الڳ هال هو، مردن جو الڳ هال هو، صبح جو يارهين بجي کان خلق اچڻ شروع ٿي وئي، تمام وڏو پروگرام هو، اتي هال ۾ گهوٽ وسيم گل ۽ گهوٽ نسيم گل جو نڪاح ڏينهن جو ٻي بجي ٿيو، نڪاح

پڙهائڻ حافظ فاروق احمد گھانگھرو راڻيپور کان آيو هو، ڏاڍي خوشي ڪئي، ادا پرويز گل بہ ڏاڍيون جهمريون هنيون هيون، پوري ٻي بجي ماني لڳي وئي، تمام سٺو پروگرام ٿيل هو سڀ يار دوست ۽ مٽ مائٽ اچي چڪا هئا، ڪاڌي پيتي جو سٺو بندوبست ٿيل هو، ڪاڌو پيتو وافر مقدار ۾ موجود هو، شام جو پنجين بجي تائين پرو گرام هليو، تمام سٺو شادي جو پروگرام ٿي ويو. ڪنهن بہ شئي جي گهٽتائي نہ هئي، تقريب جي پڇاڙي تي سڀ ڪنهن کي ڏئي وٺي، گهر سرڪي هائوس گلشن حديد واپس آياسون.

ان ڪانپوءِ وري راڻيپور وليمي واري پروگرام ۾ لڳي وياسون اتي بہ سڀ شادي ڪارڊ دوستن ۽ عزيزن جي معرفت ورهائي ڇڏيا هيا ادا حسين گل ۽ ادا سهيل قاضي رائل ان هوٽل جو بہ پروگرام مڪمل ڪري ڇڏيو هو، اتان جي پرو گرام ۾ منهنجو سالو ادا سهيل قاضي ۽ ادا علي رضا سرڪي اڳيرا هيا، اسان گلشن حديد مان آجا ٿي سڀ گهر ياتي راڻيپور پنهنجي گهر سرڪي هائوس وياسون اتان جي پروگرام ۾ سڀ پائر لڳي وياسون. گلشن حديد ۾ صرف پنهنجي ملازم ادا امتياز حسين پيو کي سنڀال لاءِ ڇڏي وياسين. سڀني مٽن مائٽن دوستن يارن ۾ ڪارڊ پهريائين ورهائي ڇڏيا هيا، اتي وليمو 15 ڊسمبر تي رکيل هو، اتان جو بہ پروگرام مڪمل ٿيل هو، ايبٽ آباد کان بہ اتي ادا طارق خان، ادا سليم خان، ادا فرحت خان ۽ ادا نثار خان جدون پهچي ويا هيا، بہ ڏينهن پهريان پنهنجي اوطاق ۾ وڏو شغل ڪيو هو ڪراچي کان ادا عبدالڪريم سومرو صاحب ۽ ماما ستار سولنگي بہ آيا هيا، انهن سان بہ روح رهاڻيون ٿيون، ماما حاجي علي ڏنو گهانگهرو سان بہ ملاقات ٿي، ان وقت ادا امتياز صديقي صاحب جي پيڻ شڪارپور ۾ وفات ڪري وئي هئي، پوءِ مان راڻيپور کان پنهنجي گاڏي تي ادا ڪريم سومرو، ادا طارق جدون، ادا سليم جدون، ادا فرحت جدون، عمران حسين ۽ سميت ادا امتياز صديقي سان سندس پيڻ جي دعا بہ گهري هئي، ادا امتياز اسان جي ڏاڍي خدمت ڪئي هئي. شڪار پور



جي مشهور قلفي ۽ مٺائي بہ ڪارائي هئي، گهر لاءِ منهنجي دوستن کي شڪارپور جي آچار بہ وٺي ڏنائين، اسان جي دوستن بہ پنهنجي گهر وارن لاءِ شڪارپور مان آچار ورتي هئي، ان ڪانپوءِ ادا امتياز کان موڪلائي روانا ٿياسين. واپسي تي ڳڙهي خدابخش ۾ بينظير ڀٽو صاحبہ ۽ ذوالفقار ڀٽو صاحب جي مزار تي حاضري ڀري هئي، ان ڪانپوءِ ادا سهيل قاضي کي فون ڪري ماني گمبٽ تاج محل هوٽل تي ڪاڌي هئي، اتي ادا حسين گل وارا بہ مليا هيا، گمبٽ ۾ رائل ان هوٽل جو هال شادي وارو ڏسڻ آيا هيا. رائل ان هوٽل گمبٽ تي پروگرام ترتيب ڏنل هو. پوءِ ادا حسين گل وارن سان گڏ گهر راڻيپور وياسون، ٻئي ڏينهن دعوت جو پروگرام هو، ان ڏينهن تي موسم بہ جهڙالي ۽ مزيدار هئي، سوچيوسين بس الله سائين مينهن کان بچائي. اتي بہ ماڻهن جو يارهين بجي کان اچڻ شروع ٿي ويو، ڪراچي کان بہ ادا پرويز گل جو دوست شوڪت علي چنگيزي صاحب دوستن سميت آيو هو، سائين معشوق علي شاهہ جيلاني بہ مهرباني ڪئي هئي، اسان جو سردار ذوالفقار علي خان سرڪي بہ پروگرام ۾ اچي مان مٿاهون ڪيو هو. بهرحال شادي جو پروگرام گلشن حديد شادي کان بہ تمام وڏو ٿيو هو. تمام سٺي نموني سان ٿي ويو. دوستن يارن ۽ مٽن مائٽن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي هئي، مٿان مينهن جي بہ ڦڙ ڦڙ وسي رهي هئي، اهو شاديءَ جو شاندار پروگرام شام جو پنجين بجي تائين هليو هو، تمام سٺو پروگرام ٿي ويو، سڀني پائرن ۽ دوستن جي د ل باغ بهار ٿي وئي. ادا عبدالڪريم سومرو صاحب جا بہ لک قرب جنهن اسان جي شادي ۾ بهترين لائيو وڊيو ۽ فوٽو گرافي ڪئي هئي، سندس جي وڏي قرب نوازي، اسان جون دعائون سدائين ان سان ساڻ آهن، اهڙي طرح سٺو پروگرام ٿيو، ادا علي رضا سرڪي جا بہ قرب جنهن گمبٽ رائل ان هوٽل کان سوزوڪي وسيلي ماني گهر ۾ پهچائي، جيڪو ليڊيز جو پروگرام راڻيپور گهر ۾ هو، انهن کي بہ سٺي نموني سان ماني پهچايائين، ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي نہ ٿي. مٽ، مائٽ ۽ دوست يار گڏ آهن تہ هر ڏکيو ڪم بہ آسان ٿي ويندو

آهي، ساري سنگت ادا سهيل قاضي، ادا افسرسرڪي، ادا ملان قلندر بخش چامڙو، اسان جو ڀاڻيجو ميجر عمران حسين سرڪي، چاچا خضرحيات ملاح ۽ ٻيا جيڪي به ڪم ۾ گڏ هيا سيني جا قرب. اسان سيني ڀائرن ادا زوار حاجي علي گل، ادا حسين گل، ادا سدا گل ادا فيرز گل، ادا فدا گل، ادا پرويز گل ۽ مون سميت سيني کي ڀائٽن جي شاديءَ جون ڪوڙ ساريون مبارڪون مليون. سڄي رات برسات به وسي هئي، رب پاڪ جا وڏا قرب ٿي ويا، خير خيريت سان شادي جو وليمو پنهنجي پڄاڻي تي پهتو.

*****



# ڀاڱو/40

## نوڪري جي پڄاڻي، 60 هين سالگره

وليمي کانپوءِ ادا حسين گل وارن کان راڻيپور مان موڪلائي پنهنجي گهر گلشن حديد ڪراچي فيملي سميت موٽي آياسون، ٻيهر پنهنجي معمول جي وهنوار ۾ لڳي وياسين.

ڪجهه وقت کانپوءِ سائين عبدالڪريم سومري جي نياڻي جي شادي تاج محل گلشن ۾ ٿي، جنهن جو سمورو ڪم ڪار اسان ڀائرن جي حوالي هو، سڄو ڪاڄ اسان ئي سنڀاليو هو، ماني ڪارائڻ جو انتظام ادا فدا گل جي حوالي هو، جيڪو انهيءَ ڪم جو وڏو ماهر آهي، ماني ڪارائڻ جو ڏانءُ به اڃي ٿو. مهمانن جي آجيان منهنجي ۽ ادا پرويز گل جي حوالي هئي، اتي پيارن دوستن عبدالرؤف نوناري ۽ عرفان پٽو سان ملاقات ٿي، طبيعت ۾ مون کي ڏاڍا سٺا لڳا، الله کين خوش ۽ آباد رکي، آمين. پوءِ انهن کي دعوت ڏئي گهرايو ۽ مانيون کارائي، دوستي ۽ محبت جي رشتي کي مضبوط ڪيو، مون کي هن شادي ۾ به بهترين دوست ملي ويا. انهنَ ڏينهنَ ۾ ادا فدا گل جي معرفت پنهنجي سالي امجد قاضي کي به عمري تي اماڻيو هو، مديني شريف ۾ ادا فيروز گل ۽ ادا امداد حسين ان جي وڏي خدمت ڪئي هئي، پوءِ ڪورونا وبا جي ڪري عمرو ڪري جلدي واپس موٽيو، ٻه مهينا مس ديوٽي ڪئي سون ته وري مارچ مهيني ۾ چين جي شهر ووهان مان ڪورونا وبا شروع ٿي، ايران،عراق، سعودي عرب ۽ ٻين ملڪن مان ٿيندي ،آهستي آهستي سموري دنيا ۾ ڦهلجي وئي، اسان جي سنڌ، پاڪستان ان بيماري جو شڪار ٿيو، اسان جا به مارچ مهيني جي آخري ڏهاڪي کان سمورا تعليمي ادارا بند ٿي ويا، اپريل ۾ ته سموري دنيا وانگر پاڪستان به هن ڪورونا بيماري جي ڪري مڪمل لاڪ ڊائون

لاڳو ڪيو ويو، اسان جو پائٽيو سرفراز گل به چين کان واپس اچي ويو هو، سنڌ، پنجاب، بلوچستان، خيبر پختونخواه، گلگت بلتستان ۽ ڪشمير سميت سڄي ملڪ ۾ لاڪ ڊائون لڳي ويو هو، ان وقت پاڪستان سميت سموري دنيا ۾ لاڪ ڊائون هو. سمورا ادارا لاڪ ڊائون جي ڪري بند ٿي ويا، ڪو به ملازم ڊيوٽي تي نه پيو وڃي. پاڪستان جي معيشيت کي ڏاڍو نقصان پهتو آهي، الله پاڪ هن موذي مرض کان بچائي، هن بيماريءَ سبب دنيا ۾ هزارن ماڻهون مري چڪا آهن، ان جي ڪري پاڪستان ۾ به سموريون سواريون اچڻ وڃڻ لاءِ بند ڪيون ويون، اسين به گهرن تائين محدود رهجي وياسين، ان دوران رمضان شريف جي عيد به اچڻ واري آهي، تنهن ڪري لاڪ ڊائون ۾ ٿوري نرمي ڪري ڪجهه سواريون کوليون ويون ۽ ڪجهه مارڪيٽس به کوليا ويا پر پوءِ به بيماري جو ماڻهن کي ڊپ هو، عيد مٿان اچي وئي ته ادا حسين گل، ادا علي گل، ادا سدا گل سميت عيد راڻيپور ۾ ڪئي. ادا فيروز گل سعودي عرب ۾ ڪئي، عمران حسين فيملي سميت ايبٽ آباد کان راڻيپور ويو، اتان پوءِ عيد اچي اسان وٽ ڪراچي ۾ ڪئي . ادا حسين گل به عيد جي ٻئي ڏينهن فيملي سميت علي رضا کي ساڻ ڪري، گلشن حديد ڪراچي پهچي ويو، ادا علي گل به راڻيپور کان پهتو، سڀني پائرن عيد ڪئيسين ۽ ڪجهه ٻيا ڏينهن گڏجي گذارياسين.

ان کان پوءِ پائرن پاڻ ۾ گڏ ويهي فيصلو ڪيو ته ملڪيت پنهنجي جيئري ئي ورهائي ڇڏجي، ان خيال سان شام جو مون وٽ آيا. آئون حسب معمول پنهنجي دوستن سان گڏ پنهنجي گهر جي اوطاق ۾ دنيا جهان جي ڳالهين ۾ مصروف هئاسين، اتو هلون تا سرڪي هائوس اتي ڪچهري ڪريون ٿا، دوست به موڪلائي پنهنجي گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا. اسين پائر گاڏي ۾ چڙهي سرڪي هائوس پهتاسين اتي پائرن مون کي چيو ته ادا اسان فيصلو ڪيو آهي ته جيڪر سموري ملڪيت پاڻ ۾ ورهائي ڇڏجي، مون چيو ادا جيڪا اوهان جي مرضي، مان هر فيصلي ۾ اوهان سان راضي



آهيان، اوهان کي ياد ڏياريندو اچان ته ادا سدا گل بابا سائين جي وفات کانپوءِ اسان کان ڌار ٿي چڪو هو، ان کي ڌار ٿئي تقريبن 15 سال ٿيا آهن، ادا فيروز گل کي به ٻه سال کن ٿيا آهن، اهو به اسان کان ڌار ٿي ويو هو، انهن ٻنهي ڄڻن پنهنجو حصو پهريائين وٺي ڇڏيو هو، بابا وڏي پيڻ کي به پنهنجي جيئري ئي گهر جي جاءِ ڏني هئي پيڻ سان اسان پائر هونئڻءَ به سنو هلندا آيا آهيون. گهر جي وڏي به اها ئي هئي، ان سان ڪو به حساب ڪتاب نه هوندو آهي، باقي ادا علي گل ۽ مان، ادا حسين گل، ادا فدا گل، ادا پرويز گل ۽ ننڍي پيڻ ۾ ملڪيت ورهائڻي هئي، پوءِ مون پائرن کي چيو ته پنهنجي گهر ٿو وڃان منهنجا اختيار به اوهان پائرن کي آهن، جيئن اوهان کي بهتر لڳي ملڪيت جي ورهاست ڪري ڇڏيو، پوءِ ادا علي گل، ادا حسين گل،ادا فدا گل، ادا پرويز گل ۽ اسان جو پاٽيجو عمران حسين ان رات جو ڏهين بجي کان رات جو ٻي بجي تائين وينا، سڄي ملڪيت پائرن ۾ ورهائي ڇڏيائون. دل صاف آهي ته ملڪيتون ڪلاڪن ۾ به ورهائي سگهجن ٿيون، باقي دل ۾ ٻيائي، حرص، لالچ ۽ لوڀ آهي ته سالن ۾ به نه ورهائبيون، دنيا ڊونڊ آهي ان تي ڪتا وڙهندا آهن، انسان ته هر شئي تي راضي ٿي ويندو آهي، پائر ۽ پينريون ان فيصلي ۾ سڀ راضي ٿياسون، اڳئين کان به محبت پائرن ۽ پينرن ۾ اڳيري آهي. مون وري پنهنجي ملڪيت اجان ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏي هڪ حصو پنهنجي پاٽيجي ۽ پنهنجي نُهن فوزيا ۽ ان جي ٻچن جي نالي تي ڪري ڇڏيم، ٻيو حصو پنهنجي گهر واري شائسته گل ۽ پنهنجي اولاد آغا اريبا گل ۽ آغا اريب گل جي نالي تي ڪري ڇڏيم، باقي راڻيپور واري اوطاق منهنجي ۽ ادا پرويز گل جي نالي تي آهي، ان ۾ اسان کان سواءِ ڪنهن جي به وارثي نه آهي، اسان ٻنهي پائرن ان اوطاق کي سدائين لاءِ اوطاق ڪري ڇڏيو آهي، ان ۾ به دڪان ۽ مٿان هڪ جڳهه به ٺهيل آهي، انهن مان جيڪو ڪرايو ملندو، اهو والدين لاءِ خير خيرات ڪنداسون، اوطاق پائرن ۽ اوڙي پاڙي لاءِ وقف ٿيل هوندي، ڏک سک ۾ سڀني جي ڪم ايندي، جنهن جو ثواب

اسان جي والدين کي ٿيندو رهندو، الله پاڪ اسان جي والدين جي بخشش ڪري، آمين. ان اوطاق جو نالو هوندو آستانہ زوار حاجي ربنواز سرڪي (آغا شير گل سرڪي، پرويز گل سرڪي ۽ گل برادرس)

آخر ۾ قرآن خواني ڪرائي، خير خيرات ڪري سڀ ڀائر خوش ٿياسون. انشاءَ الله جيستائين جيئرا آهيون، اسان ڀائرن ۽ ڀينرن جي محبت پاڻ ۾ قائم ۽ دائم رهندي، آمين، ان کان پوءِ سموري ڪيل فيصلي تي لکت کي قانوني شڪل ڏئي گهربل دستاويزن تي سڀني ڀائرن ۽ ڀينرن صحيحون ڪري ڇڏيون، ان لکت ۾ ادا نورخان جوٽيجو بہ ساڻ هو، ادا عبدالڪريم سومرو بہ موجود هو، بعد ۾ ادا حسين گل فيملي سميت ۽ ادا علي گل، ادا علي رضا سرڪي ساڻ ڪري پنهنجي ڪار تي واپس راٽيپور ڏانهن ويا، اسان وري پنهنجي گهر گلشن حديد ۾ لاڪ ڊائون جي ڪري محدود ٿي وياسون، عيد کان بعد ۾ وري ڪورونا وبا وڌي وئي، ان کان پوءِ وري لاڪ ڊائون ۾ سختي ٿي ويئي، ٻيو بہ عرض ڪندو اچان تہ شادي کان بعد ۾ اسان جنهن ڀاٽيجي جي شادي ڪرائي هئي، ان جي طبيعت صحي نہ هئي ان کي هر وقت پيٽ ۾ سور پوندو هو، ڪورونا دوران ادا فداگل جي سهڪار سان ان جو بہ آپريشن ڪرايو، الله پاڪ جي مهرباني سان هوءَ صحتياب ٿي وئي. ادا سداگل جي گهر واري کي بہ ٽنگ ۾ ڏاڍو سور پيو هو، ان جو بہ آپريشن ٿيو، الله پاڪ جي ڪرم سان هاڻي ان جي بہ طبيعت ٺيڪ آهي، دنيا سان گڏ سنڌ ۽ پاڪستان ۾ لاڪ ڊائون جو اثر رهيو، رب پاڪ کان هر وقت اها دعا ٿا گهرون تہ مالڪ سائين هن بيماري کان جلدي جان ڇڏائي، انشا الله وري رونقون بحال ٿينديون، اسان سڀ گهر ۾ ئي محدود هوندا هياسين. آڪٽوبر 2021ع ۾ لاڪ ڊائون ۾ نرمي ٿي، اسان جا اسڪول کلي ويا وري خير خوبي سان پنهنجي ڊيوٽي تي وياسون پر ان دوران منهنجي طبيعت ۾ مزو نہ هو، پاڻ کي ڪمزور محسوس ڪيان پيو، بخار ڪڏهن صبح تہ ڪڏهن شام جو ايندو رهي پيو، دوائون بہ اثر نہ پيون ڪن. آخر ڪار ڊاڪٽر صادق صاحب کي طبيعت



ڏيکاري، انهيءَ دوا بہ ڏني ۽ مليريا جي ٽيسٽ بہ ڪئي، ان مان مليريا نڪتي، مون علاج شروع ڪيو پر پوءِ بہ بخار نہ ڇڏيو، وري مدي جي بخار جي ٽيسٽ ڪرائي تہ مدي جو بخار نڪتو، پوءِ ڪائڻ بند ڪيم، تمام ڪمزور ٿي چڪو هيم، وري بہ بخار نہ پيو ڇڏي، پوءِ ادا امتياز صديقي صاحب سان گڏجي ڊاڪٽر احمد صديقي کي طبيعت ڏيکاري، ان دوا ڏني، چيائين تہ ڪورونا جي ٽيسٽ ڪرايو ۽ ڇاتيءَ جو ايڪسري بہ ڪرايو، پوءِ ادا صابر ملڪ سان گڏجي الخدمت اسپتال مان ايڪسري ڪرايو تہ ڦڦڙن تي اثر اچي چڪو هو، وري ڪورونا جي ٽيسٽ ڪرائي تہ ڪورونا پازيٽو آئي، ان دوران ادا ڊاڪٽر حسين گل بہ ڪراچي اچي ويو، پوءِ منهنجون ٻيون بہ ٽيسٽون ادا فيروز گل سان گڏجي ملير 15 ۾ اسپتال مان ڪرايون ٽيسٽون ڪرائي درساٽي چني ۾ پنهنجي اسڪول مان ٿيندا پوءِ پنهنجي گهر آغا هائوس گلشن حديد پهتاسين، اتي پاڻ کي آئيسوليٽ ڪيم. اتي ادا حسين گل، ادا فداگل، ادا پرويز گل، ادا فيروز گل منهنجي خدمت ۾ لڳي ويا. مان ڏاڍو ڪمزور ٿي چڪو هيس. ادا حسين گل منهنجي ڀاٽيجي ميجر ڊاڪٽر عمران حسين سان رابطو ڪيو ۽ ٻين ڊاڪٽرن سان بہ رابطو ڪري منهنجي علاج ۾ لڳي ويا، تمام محنت ڪانپوءِ دوائن اثر ڪيو، بخار بہ گهٽجي ويو. پوءِ بہ ادا حسين گل تي ڏينهن لڳاتار رهي پيو، جڏهن منهنجي طبيعت ۾ سڌارو آيو پوءِ مون کيس اجازت ڏني، جيڪو بعد ۾ دعائون ڏئي راٽيپور روانو ٿي ويو، پوءِ سڀئي ڀائر ۽ گهر ڀاتي خدمت ۾ لڳي ويا. ادا فداگل کي جس هجي، ان دوائن ڏيڻ ۾ ڏاڍي خدمت ڪئي، فيروز گل، ادا پرويز گل، ڀائيٽن ۽ دوستن يارن بہ پنهنجي وس آهر خدمت ڪئي منهنجي پٽ آغا اريب گل ۽ نياڻي آغا اريبا گل ۽ جيون ساٿياڻي آغا شائستہ گل جو بہ بيحد ٿورائتو آهيان، جن پورو مهينو منهنجن دوستن ڀائرن ۽ جيڪي بہ پرين پيارا پڇڻ ايندا هئا، انهن کي ماني کارائڻ کان بغير نہ ڇڏيو، کين جس هجي. منهنجي پٽ آغا اريب گل ۽ نياڻي آغا اريبا گل جا امتحان بہ هلندڙ هئا، گهر جي ٽين منزل تي ڪم هلي رهيو هو

انهيءَ ۾ بہ رڪاوٽ نہ ٿي، جس هجي گھرڀاتين ڪي پنهنجي هوش حواس سان سمورو ڪم سنڀاليندا رهيا. ادا فدا گل سموري ڪم جي نگراني ڪري رهيو هو، ان بيماري دوران مٽن، مائٽن ۽ دوستن جو اچڻ وڃڻ لڳو پيو هو، منهنجا سڀ ڀائر ۽ دوستن جن جا نالا ڪڏهن نہ وسرندا انهن ۾ ادا سعيد خان، ادا عبدالڪريم سومرو، ادا امتياز صديقي، ادا سيف الله پليجو، سائين اعجاز اختر جعفري، ادا گل حسن (گل انقلابي) ملڪ صابر علي صبح شام سار سنڀال لهندا هيا، انهن ڪان سواءِ عيادت ڪرڻ وارا پرين پيارا سر شوڪت علي چنگيزي صاحب، سر سيد زوار حسين شاهہ، سيد منير شاهہ بخاري پيارو، سائين محمد صديق پليجو صاحب، چاچا ابو بڪر ٿهيم، ماما ستار سولنگي، ادا جمشيد صديقي، پيارو پرين راجا طارق گلال، ادا قربان علي ميمڻ، ادا سميع الله پناڻ، اياز لاشاري ۽ ٻيا دوست شامل هئا. سڀ پيارا دوست هن ڏکي گھڙي ۾ مون سان ساڻ رهيا، ادا الطاف حسين جوکيو، رئيس فهد خان چانڊيو، ادا زاهد حسين هنگورو، استاد خادم حسين پنهيرو، عبدالجبار ڪڪراڻي، ادا مصري خان جوکيو، ادا خالد جمع جوکيو، نانا نور محمد ڪلمتي دوستن سميت سائين محمد صديق پليجو صاحب دوستن ۽ پياءُ سميت، محترم سائين چام شاهپور جوکيو ڪي بہ جس هجي جيڪي عيادت ڪرڻ آيا، دوا هلندي رهي پئي، ادا فدا گل خدمت ۾ لڳل هو بهرحال آهستي آهستي طبيعت سڌرڻ لڳي، پوءِ 25 ڏينهن بعد ڪورونا ٽيسٽ ڪرائي تہ نيگيٽو آئي، ڏاڍي خوشي ٿي بعد ۾ گھرڀاتين سان مليم جيڪي اندران ڏاڍا ملال هئا ۽ خوشي وچان روئي رهيا هئا، بعد ۾ انهيءَ ڏينهن ۾ 30 نومبر 2020ع ۾ منهنجي رٽائرمينٽ بہ ٿيڻي هئي ۽ 01 ڊسمبر 1960ع تي ڄم جي تاريخ بہ هئي پوءِ ڀائرن ۽ دوستن پاڻ ۾ صلاح ڪري، وڏي ڌوم ڌام سان سرڪي هائوس تي سالگرہ ۽ رٽائرمينٽ تي وڏو پروگرام ڪيو، ڪيڪ بہ ڪاٽيو. مون کي ڏاڍيون مبارڪون ڏنائون. انهيءَ خوشي ۾ جيڪي دوست موجود هئا انهن ۾ ادا عبدالڪريم سومرو صاحب، ادا سيف الله پليجو، ادا امتياز علي



صديقي، ڀائي سعيد خان پناڻ، ڀائي صابر علي ملڪ، ڀائي سميع الله پناڻ ۽ ان جو ڀائٽيو، ادا مقبول سوڏو ۽ ان جو بابا سائين حاجي فضل سوڏو، ادا گل بهار لڪ ان جا ڀائر، ادا فداگل، ادا پرويز گل، ادا فيروز گل ادا علي گل، ادا سدا گل هئا ۽ ادا حسين گل راٺيپور ڪان فون تي مبارڪون ڏنيون، ادا گل انقلابي گھر لاڙڪاڻي ويل هو بعد ۾ اچي مبارڪون ڏنائين، گلدستي سان گڏ مٺائي بہ ڪٽي آيو ۽ ڀائٽيا سرفراز گل، حسين رضا گل، گلفام گل، شهزاد گل، آغا سيف الله گل ۽ ٻيا بہ سنگت وارا پرين پيارا موجود هيا، اها منهنجي ڀائرن، دوستن، ڀائٽن ۽ پيارن جي محبت ڪڏهن بہ وسرڻ جهڙي نہ آهي، الله پاڪ ڪان دعا ٿو گھران تہ سڀني ڪي شاد ۽ آباد رکي. منهنجو پيارو پٽ آغا اريب گل پنهنجي بابا ڪي خوش ڏسي گلن وانگر ٽهڪي رهيو، مطلب تہ سموري فيملي ۾ خوشي جو لمحو هو، اهڙي طرح ايجوڪيشن ۾ نوڪري جا 32 سال مڪمل ۽ منهنجي عمر جا 60 سال 30 نومبر 2020ع تي پورا ٿيا. رب پاڪ ۾ اميد اٿم تہ اڳتي بہ ڪنهن جو محتاج نہ ڪندو، پنهنجي زندگيءَ جو احوال اوهان پيارن پرين اڳيان پيش ڪيم. بس ايتري حياتي آئي هلي وئي، ڪيڏو خفو ڪيوسين، هن زندگي جي ڪاڻ. زندگي ڏک، سک جو نالو آهي، اسان ڪي جيڪي پيءُ ۽ ماءُ حلال زرق جي روزي ڪارائي وڏو ڪيو، اسان بہ انهن جي نقش قدم تي هلياسون، پنهنجي اولاد ڪي بہ اها نصيحت ڪريون ٿا تہ اوهان بہ پنهنجي وڏن جي زندگيءَ وانگر پنهنجي زندگي گذاريندا، آخر ۾ رب پاڪ ڪان اها دعا آهي تہ منهنجا مالڪ سدائين منهنجا هٿ مٿان رکجانءِ، هٿ ڪنهن انسان جي هيٺان نہ ڪجان، آمين.

بس ايتري حياتي آئي هلي وئي، ڪيڏو خفو ڪيوسين، هن زندگي جي 60 سالن جو سفر پڇاڙي تي پهتو.

*****